# مارڪسزم

## عقل ۽ تجربي جي روشني ۾

مصنّف :

وحيدالدّين خان

سنڌيڪار :

عبدالهادي ٿيبو



# مارڪسزم

(عقل ۽ تجربي جي روشنيءَ ۾)

مصنف: وحيد الدين خان

سنڌيڪار: عبدالهادي ٽيپو

سنڌ نيشنل اڪيڊمي
پوسٽ باڪس نمبر ٢٥٨
حيدرآباد

# سنڌ نيشنل اڪيڊمي جو اشاعتي سلسلو ٤


ڪتاب : مارڪسزم جو مطالعو

ليکڪ : وحيد الدين خان

مترجم : عبدالهادي ٽيپو

ڇپائيندڙ : سراج الدين ڀٽو

نگراني : عبدالسلام ڀٽو

ملڻ جا هنڌ :

- جيران لميٽيڊ بوڪ شاپ لبرٽي مارڪيٽ حيدرآباد
- ادبيات تلڪ چاڙهي حيدرآباد
- يادگار پبلشرز يادگار لائين حيدرآباد
- مشتاق نيوز ايجنسي حيدرآباد
- مڪتبه اسحاقيه جهونا مارڪيٽ ڪراچي
- سگند ڪتاب گهر، جناح باغ روڊ لاڙڪاڻو
- اسٽوڊنٽس بوڪ اسٽور لاهوري محلا لاڙڪاڻو

# پيش لفظ

هن وقت دنيا ۾ سرمايه داري ۽ سوشلزم نظام ٻنهي جون حڪومتون قائم آهن. ۽ دنيا جا سڀئي ملڪ انهن ٻنهي بلاڪن ۾ ورهايل آهن. جن مسلمان ملڪن ۾ حڪومت جي پاران اسلام جو نالو بلند ڪيو پيو وڃي اتي به عملاً سرمائيدارا نموني تي رياست جو نظام قائم آهي. سوال هي آهي ته ڇا اسلام وٽ به معاشيات جي ڪا اهڙي اسڪيم موجود آهي جا انهن ٻنهي نظامن کان بلڪل ڌار هجي ۽ جنهن ۾ انسان جو معاشي مسئلو عدل ۽ انصاف جي بنيادن تي حل ٿيندو هجي ۽ جيڪو جديد دور سان نهڪندڙ پڻ هجي.

منهنجو مطالعو ٻڌائي ٿو ته في الواقع اسلام وٽ هڪ ترقي يافته معاشي اسڪيم موجود آهي جنهن کي اختيار ڪرڻ سان هڪ انسان، ٻئي انسان جي ڌاڙي ۽ استحصال کان بچي سگهي ٿو ۽ انساني معاشرو سڪون، اطمينان، ۽ خوشحاليءَ جي دولت کان مالامال ٿي سگهي ٿو. اهو نظام ۽ انجو جوڙجڪ ڪهڙو آهي ۽ اسلام جديد دورجي انهيءَ سڀ کان منجهيل مسئلي کي ڪهڙي ريت حل ڪري ٿو. مان هت تفصيل سان انهيءَ مسئلي تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪندس، پر سڀ کان اڳ اچو ته هي ڏسون ته نظام سرمائيداري ۾ دولت ۽ انسان جو ساڻ ۽ سرتبو ڇا آهي ۽ هن نظام ۾ انسان جي معاشي مسئلي جي منصفانه حل جي ڏس ۾ ڪهڙيون خرابيون پوشيده

آهن. سرمائيدارانہ نظام تي هي روشني اسان ان ڪري وجهڻ چاهيون ٿا جو مارڪسزم ۽ ڪميونزم متعلق تفصيل تہ اوهان هن ڪتاب ۾ پڙهندؤ پر سرمائيدارانہ نظام تي ڪتاب ۾ بحث ٿيل ڪونهي ڇاڪاڻ تہ ڪتاب جو موضوع ئي مارڪسزم آهي ان ڪسر کي پوري ڪرڻ لاءِ مان هت ان موضوع جي ڪجهہ پهلوئن تي روشني وجهندس.

سرمائيداري سرشتي جي سڀ کان وڏي خرابي هي آهي تہ هي سڄي معاشري کي دولت جو پڄاري بنائي ڇڏي ٿو. ۽ هن نظام ۾ قومي معيشت، جو بنياد انسان جي دولت گڏ ڪرڻ واري ذاتي حرص جي آڌار تي رکيو وڃي ٿو.

سرمائيدار معاشري ۾ صنعتي ترقي اوج تي پهتل هوندي آهي پر ان معاشي ترقي سان گڏوگڏ ماڻهن جي مالي پريشاني ۾ بہ واڌارو ٿيندو ويندو آهي، سندن ذهني سڪون موڪلائي ويندو آهي، اخلاق ۽ ڪردار بہ ختم ٿي ويندا آهن. سرمائيدارانہ نظام جون مختصراً خاصيتون هي آهن:

(۱) سرمائيدار جي پاران صنعت ۽ تجارت ۾ موڙي لڳائڻ جو مقصد هي نہ هوندو آهي تہ عام ماڻهو کي سندس بنيادي ضرورت جون شيون حاصل ٿين پر سندس مقصد محض دولت ڪمائڻ هوندو آهي. جيڪڏهن ملڪ اناج جي کوٽ ۽ ڏيوالي ۾ مبتلا آهي تہ سرمائيدار، ملڪ کي ان ڏيوالي مان ڪڍڻ خاطر اناج جي پيداوار وڌائڻ لاءِ سرمايو نہ لڳائيندو، ڇو تہ ان ۾ سندس نفعي جي اميد گهٽ آهي. ان جي جاءِ تي هو لپ اسٽڪ پائوڊر ۽ ڪاسميٽڪ جي انڊسٽري لڳائيندو، ڇو تہ هن ۾ سندس فائدو آهي. جيڪڏهن ملڪ ۾ جڳهن ۽ جاين جي قلت آهي تہ هو هائوسنگ انڊسٽري ۾ موڙي لڳائڻ کي اهميت نہ ڏيندو انجي جاءِ تي ٽي وي سيٽ (سادي ۽ رنگين) جي صنعت قائم ڪندو، ڇو تہ هي زياده نفعي بخش شيون آهن. اهڙي طرح صرف نفعي کي سامهون رکندي ڪارخانا قائم ڪيا

وچن ٿا. ان جو نتيجو ھي نڪرندو آھي تہ قومي ۽ ملڪي دولت بنيادي ضروريات جي شين ۾ گھٽ ۽ غير ضروري ۽ غير معقول سامان وارين صنعتن ۾ گھڻو لڳي ويندي آھي. اصل ضرورت جي شين جي کوٽ پيدا ٿي ويندي آھي جڏھن تہ جن شين ڪان سواء گذارو ٿي سگھي ٿو مارڪيٽ ۾ انھن شين جو ڍير لڳي ويندو آھي. انھن غير ضروري صنعتن لاء مشينري جا اوزار ۽ ڪچو مال ٻاھران گھرايو ويندو آھي اھڙي طرح ملڪ جو زرمبادلو بيڪار شين ۽ بيڪار صنعتن لڳائڻ لاءِ ٻاھر ھليو ويندو آھي. ساڳي طرح سرمائيداري نظام ۾ واپاري بہ ازاد ھوندو آھي تہ ضروري شين جي بجاء غيرضروري شيون درآمد ڪري.

(۲) غيرضروري سامان تيار ڪرڻ ڪان پوء سرمايہ دارن جي آڏو مسئلو ھي ھوندو آھي تہ ڪنھن نہ ڪنھن طريقي سان ماڻھن کي انھن غيرضروري شين جو عادي بڻايو وڃي. ان مقصد لاء ھو اشتھاربازي جي فن کي استعمال ڪندو آھي ۽ فضول ۽ واھيات شين جي ھٿرادو گھرج پيدا ڪندو آھي ۽ ھرھڪ ماڻھو کي اھڙين شين جو شوقين بڻائيندو آھي جنھن جي کين ڪابہ ضرورت ناھي ھوندي. اھڙي طرح عوام ۾ ھٿرادو معيار زندگي پيدا ٿي پوندو آھي ۽ ماڻھو انھيءَ معيار زندگي کي قائم ۽ برقرار رکڻ ۾ لڳي ويندا آھن. جيڪڏھن رکو ڪارآمد ۽ ضروري ڪارخانا لڳايا وڃن تہ عوام کي بہ سادي زندگي گذارڻ جي نصيحت ڪري سگھجي ٿي. پر سرمايہ دارانہ نظام ۾ ماڻھن کي سادي زندگي گذارڻ جي تلقين ڪرڻ جو مطلب اھو آھي تہ انھن بيشمار ڪارخانن جو مستقبل خطري ۾ وجھي ڇڏجي، جيڪي زندگي کي عيش عشرت سان گذارڻ لاء قائم ڪيا ويا ھوندا آھن. سرمايہ دارانہ معاشري ۾ ليڊر صاحبان جيڪي ڪڏھن سادگي جو وعظ ۽ نصيحت ڪندا آھن، سي مناچري دل سان ڪندا آھن نہ ڪہ دل و جان وچان- ڇاڪاڻ تہ کين پلي پت چاڻ آھي تہ "ڪيپٽلزم" جي زندگي جو طريقو

سادو ٿي نہ ٿو سگھي۔ ھي تڪلفات، آرائش، زيبائش، زينت، سجاوٽ، ميڪ اپ، فيشن، ڏيکاءُ ۽ تن آساني، اھي سڀ شيون عيش طلبي سيکارين ٿيون۔ سرمائيدارانہ تهذيب ۾ ھي ممڪن ئي ناھي تہ ماڻھو سادگي پسند بڻجي وڃن۔ ھو ٿوري ڪمائي ۽ گھٽ آمدني جي باوجود زندگي جي ھترادو ضرورتن ۽ ساز و سامان جو سھارو وٺڻ تي مجبور آھن ڇاڪاڻ تہ اخبار، ريڊيو، ٽيليويزن، فلم، اسڪول، ڪاليج، بازار، وغيره ھر جاءِ تي اھو احساس سمندن نيز ٿيو وڃي تہ انھن شين جي حصول کان سواءِ ڪائن معاشري ۾ وقار ۽ عزت خاڪ ۾ ملي ويندي تنھنڪري ھر شخص عيش ۽ آرام جي انھيءَ سامان جو حريص ۽ ڊوڙ ڊوڙان ۾ لڳو پيو ھوندو آھي ۽ پنھنجي رت پورهئي جي ڪمائي انھن شين جي ڪارخانيدارن ۽ واپارين جي حوالي ڪندو آھي۔ اھو سڀ ڪجھہ ڪرڻ کان پوءِ بہ ھو ھڪو احساس محرومي ۽ اندروني اذيت ۽ ڪرب جو شڪار رھندو آھي۔

(٣) سرمائيدارانہ تهذيب جو نتيجو اھو نڪرندو آھي تہ انسان جي، انسانيت کي علم ۽ اخلاق جي بجاءِ، ظاھري ٽيپ ٽاپ ۽ مال و دولت ۾ ڏٺو ويندو آھي ۽ انسانن کي پرکڻ جو معيار چڱائيون ۽ نيڪيون ناھن ھونديون۔ اھوئي سبب آھي جو ھن معاشري ۾ پيسي جي محبت، فضول شوق، ۽ خراب عادتون گھر ڪري وينديون آھن۔ انھن عادتن کي پوري ڪرڻ لاءِ رشوت، بد ديانتي، عصمت فروشي، ڌوڪو، جوا، سمگلنگ ۽ ٻيون بيماريون عام ٿي وينديون آھن۔ ۽ ڪوشش جي باوجود معاشري کي انھن برائين کان بچائڻ ممڪن ناھي ھوندو۔ جيستائين سرمايہ دارانہ طرز معيشت قائم ھوندو آھي تيستائين پوليس ۽ رياست جي سموري طاقت استعمال ڪرڻ جي باوجود بہ اھي خرابيون دور نہ ٿينديون البتہ وڌنديون وينديون۔

(٤) سرمائيدارانہ معاشري ۾ سرمائيدار نفعي ڪمائڻ ۾

بلڪل آزاد هوندو آهي. حڪومت ٽيڪس لڳائيندي آهي ته هي ٽيڪس جي رقم مطابق شين جي قيمت ۾ واڌارو ڪري پنهنجي منافعي جو انگ برقرار رکندو آهي. جا ٽيڪس لڳائي ويندي آهي سا به پوري طرح ادا نه ڪندو آهي، رشوت ڏيئي اڌوگابري ٽيڪس ڏيئي مزو ڪندو آهي. سرمائيدار، مزدورن ۽ ڪارڪنن کي گهٽ ۾ گهٽ محنت جو اجورو ڏيندو آهي. جيڪڏهن مزدورن جي دٻاءُ يا حڪومت جي احڪامن جي پابندي ڪندي مزوري ۾ واڌارو ڪندو به آهي ته شين جي قيمت ۾ وڌيڪ اضافو آڻي ڪمي پوري ڪندو آهي. اهڙي طرح مهانگائي لڳاتار چوٽ چڙهندي آهي. ظاهر ۾ ته حڪومت جي ٽيڪس ۽ ڪارڪنن جي پگهار وڌندي رهندي آهي پر ان واڌ جي مقابلي ۾ مهانگائي گهٽي وڌي ويندي آهي ۽ ڪارڪنن جي حالت ڏينهون ڏينهن خراب ۽ خسته ٿي ويندي آهي. صنعت ڪار ۽ واپاري پاڻ کي پنهنجي ڪارڪنن جي بنيادي ضرورتن جي پورائي (ڪفالت) جو ذمه دار نٿو سمجهي ۽ نه ئي پنهنجي نفعي ۾ کائن شريڪ ڪري ٿو. هن کي ان ڳالهه سان ڪابه دلچسپي ناهي ته مزور يا ڪارڪن جون گهرولي ضرورتون ڪهڙيون آهن ۽ خاندان ڪهڙي مصيبتن ۾ ڦاٿل آهي.

(٥) سرمائيدار، صنعت ۽ تجارت ۾ جيڪو سرمايو لڳائي ٿو اها دولت سندس پنهنجي به نه هوندي آهي بلڪ سندس اها رقم حڪومت ۽ بينڪن کان قرض جي صورت ۾ ملندي آهي، يا عوام، شيئرز (حصا) خريد ڪري پيسو ڏيندو اٿس. ۽ پرائي پيسي تي هو صنعت ڪار يا سيٺ بڻجي ويندو آهي. سرمائيدار معاشري ۾ سرمائيدارن تي جيڪي پابنديون لڳايون وينديون آهن (دولت جي ڦهلاء ۽ ڪنٽرول جي سلسلي ۾) اهي ڏيکاءُ لاءِ هونديون آهن حقيقت ۾ سرمائيدار ۽ حڪمران طبقي جي پاڻ ۾ سازباز هوندي آهي.

مختصراً هي آهن اهي خرابيون جيڪي سرمائيداراڻه نظام

جي بنياد ۾ شامل آهن. اسان جو معاشرو اڃان اڙورو جاگيردار ۽ زميندار معاشرو آهي. سرمائيدار معيشت جي نقطہ نگاہ کان اسين اڃان پهرين ڏاڪي ۾ آهيون تنهن هوندي بہ اسين هن فاسداڻہ نظام جي خرابين ۾ جهڙي ريت وڪوڙجي ويا آهيون. تنهن جو اندازو شهر ۾ رهندڙ هر شخص جي ذهن ۽ نفسيات جي مطالعي ۽ ان جي گهرولي حالت مان لڳائي سگهجي ٿو.

اهو نيم سرمائيدارانہ نظام جو نتيجو ئي آهي جو اسان وٽ هڪ ماڻهو علم و فضل، سوچ ۽ دانش، تقويٰ ۽ ڪردار جي بلندي جي ڪيڏي بہ اعليٰ مقام تي چو نہ پهتل هجي پر جيڪڏهن اهو غريب آهي، پيسي ۽ دولت کان محروم آهي، ڪار، بنگلي ۽ ظاهري ٺٺ ٺانگ ۽ ڏيک وٽس ناهي تہ هن جو اهو سمورو علم ۽ تقويٰ بيڪار آهي. معاشرو هنکي ڪا بہ اهميت ڏيڻ لاءِ تيار ناهي. ان جي ابتڙ دولتمند چاهي ڪيڏو ئي اجهل چونہ هجي ۽ سوين هزارين ماڻهن جا حق غصب ڪري دولت جو صاحب چونہ ٿيو هجي، دولت جي آڌار تي ئي هو هر مجلس جو مور تسليم ڪيو ويندو. ايستائين جو خالص علمي، ديني ۽ مذهبي پروگرامن ۽ ادارن جو بہ سرپرست ۽ مور هو صاحب ئي ٿيندو.

هي تہ سرمائيدارانہ نظام جي ابتدا آهي جنهن جو نتيجو اسين اهو ڀوڳي رهيا آهيون پر، هي نظام جڏهن پنهنجي پوري شڪل ۾ قائم ٿيندو ۽ زور وٺندو تہ نہ معلوم اسين اخلاقي ۽ انساني همدردي، ۽ مروت جي نقطہ نگاہ کان الائي ڪهڙي ڪڏ جي تري ۾ ڪري پونداسون. چيو وڃي ٿو تہ مغرب ۾ سرمائيدارانہ نظام جون خرابيون گهڻي ڀاڱي گهٽ ٿي ويون آهن ۽ مزدورن جي پگهارن ۾ اضافي کان سواءِ ڪانئن ڪارخانن ۾ حصا پڻ رکيا ويا آهن. يقيناً اها ڳالهہ صحيح آهي پر مغربي سرمائيدارانہ نظام ۾ ڪارڪنن جي بهتري جون اهي اصلاحات

هڪ نه اڏوريون آهن، ٻيو اهو نه مغربي ملڪن جي نوعيت پسمانده ملڪن لاء سامراجي قسم جي آهي. دنيا جـي سڀني پسمانده ملڪن جـي سياست، تجارت ۽ منڊيون مغرب جـي سامراجي قوت جي هٿ ۾ آهن. جيڪڏهن مغرب جي سامراجي طاقت ڪان پسمانده ملڪن کي ڏار ڪيو وڃي ۽ ٽين دنيا جا ملڪ پيداوار جي ســورڻ شين ۾ خودڪفيل هجن تـه مغرب جي سرمائيدارن لاء، پنهنجي لاء هيڏي وڏي منافعي ۽ بچت سان گڏوگڏ مزدورن ۽ ڪارڪنن لاء سهولتن ۽ مراعات جـو انتظام ڪرڻ ممڪن ئي نه ٿئي.

سرمائيدارانه نظام ۽ تهذيب جي هڪ وڏي خرابي دلي سڪون ۽ روحاني اطمينان کان محروميءَ آهي. توڙي معاشري ۾ ظاهري طور تي ڪيڏي به خوشحالي ڇو نه آئـي هجي پر اتي انساني روح هر وقت مضطرب رهي ٿو، هـن کـي راحت نصيب نٿي ٿئي. ان جو اندازو اخبارن ۾ شايع ٿيل برطانيه جي هڪ تازه خبر مان لڳائي سگهجي ٿو:

لنڊن: (رائٽر) رات جو ٢ وڳي لنڊن جي هڪ ننڍي دفتر ۾ فون جـي گهنٽي وڄـڻ شروع ٿي ٿي. هڪ رضاڪار فون کڻندي چـوي ٿو: ”مان اوهان جـي ڪهڙي مدد ڪري سگهان ٿو.“ مگر جواب ندارد. فون جي ٻئي پاسي ڏيڀل ڏيڀل آهن ۽ سسڪين جو آواز يڪو ايندو رهي ٿـو. ”انهن کـي اسين خاموش ڪالون چئون ٿا ۽ اسان کي ملندڙ گهڻيئي ڪالون اهڙي نوعيت جون هونديون آهن.“ هي ڳالهه سماريٽنز جـي نائب جنرل سيڪريٽري سائمن آرمسن ٻڌائي. سماريٽنز فلاح عامه جو هڪ ادارو آهي جنهن جو ڪم ئي پريشان حال ۽ خودڪشي ڪندڙن جي طرفان لڳاتار ڇوويهه ڪلاڪ انتظار ڪرڻ آهي تا نه سندن مدد ڪري سگهجي. هن ٻڌايو ته اڪثر ماڻهو پاڻ کي ان حال تائين پهچائي چڪا هوندا آهن جو آخرڪار جڏهن

هو فون تي اسان سان رابطو قائم ڪندا آهن ته سندن وات سان اکر ٻڌي نه نڪرندا اٿن.

هن اداري جي شروعات لنڊن ۾ ان جي اڪيلي شاخ کان ٿي هئي. مگر هاڻي سڄي برطانيه ۾ هن اداري جون ١٨٠ کان وڌيڪ شاخون آهن جيڪي سڀ خيرات سان هلن ٿيون اداري جي پاران وقتاً فوقتاً جاري ڪيل انگن اکرن مان ظاهر ٿئي ٿو ته پاڻ کي هلاڪ ڪندڙن جي ڳڻتي ۾ انتهائي آهستگي سان اضافو ٿيندو وڃي ٿو. سڀ کان وڌيڪ تشويشناڪ ڳالهه هي آهي ته ٢٥ سالن کان گهٽ عمر جي جوانن ۾ پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ جو رجحان وڌيو آهي. انهن ۾ ١٩٧٠ع جي ڀيٽ ۾ ٢١ سيڪڙو واڌارو ٿيو آهي. اداري جي رپورٽ مطابق برطانيه ۾ روزانه ٩٣ ماڻهو خودڪشي ڪن ٿا ۽ ادائي منٽن ۾ خودڪشي جي هڪ ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. آرسن چيو ته اصل تعداد ان کان وڌيڪ ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته سمورا واقعا آڏو نٿا اچن، انهن مان ڪيترن کي خودڪشي جي بجاءِ حادثو قرار ڏنو وڃي ٿو. سڀ کان وڌيڪ هلاڪ ڪرڻ جو رجحان رنڍ زالن ۽ ڪراڙن مردن ۾ آهي جيڪي پنهنجي اندر زندگي جي تلخين جو مقابلو ڪرڻ جي قوت نٿا رکن. هن اداري گذريل سال ويهن لکن کان وڌيڪ ڪالون وصول ڪيون.

(روزانه جنگ لاهور ١٦ مارچ ١٩٨٥ع)

واضح رهي ته برطانيه ۾ فلاحي رياست قائم آهي ان جي باوجود سرمائيدارانه تهذيب جيڪي حالتون پيدا ڪيون آهن سي انسان کي پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ تي مجبور ڪن ٿيون.

سرمائيدارانه نظام جي انهيءَ جائزي کان پوءِ هاڻي اسين اسلام جي معاشي نظام ۽ ان جي جوڙجڪ ڏانهن اچون ٿا.

اسلام جي معاشي نظام جي ٿورڙهي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته اسلام معاشري ۾ ضروريات جي بنياد تي معاشي مساوات قائم ڪرڻ چاهي ٿو. معاشي برابري جو مطلب پيسن

۽ دولت ۾ برابري ليول قائم ڪرڻ، سڀني کي گڏي ڪري
هڪ جيترا نوٽ ڏيڻ ناهي. بلڪ ماڻهن جي ضروريات کي سامهون
رکي سندن اهڙو انتظام ڪرڻو آهي، جيئن محسوس ٿيندڙ هيٺ
مٿاهين پيدا نه ٿئي ۽ افراد معاشره جي وچ ۾ معاشي ۽ معاشرتي
توازن بگڙي نه وڃي. اسلام چوي ٿو ته سڀني انسانن جي
حيثيت خدا جي خاندان وانگر آهي ۽ الله جي نظر ۾ سڀ
انسان برابر آهن، الله سندن پروردگار ۽ فرمانروا آهي ۽ هو
سندس بندا ۽ رعايا آهن تنهن ڪري الله جي خاندان جي ڪنهن
فرد کي ڪاڏي، لٽي ۽ مڪان وغيره کان محروم رهڻ نه گهرجي
۽ خدا جي ٻانهن ۾ سڀني کي انسانيت جي عام حقن ۾ برابر
سمجهڻ گهرجي.

هڪ حديث ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته خدا جو
قسم ڪو به شخص تيستائين ڪامل مومن نٿو ٿي سگهي جيستائين هو
پنهنجي ڀاءُ (مسلمان ڀاءُ) لاءِ اهو ڪجهه پسند نه ڪري جيڪو هو
پنهنجي لاءِ پسند ڪري ٿو." جيڪڏهن هر شخص پنهنجي ڀاءُ
لاءِ اهو ڪجهه پسند ڪري جيڪو پاڻ لاءِ پسند ڪري ٿو
ته ان جو نتيجو دولت جي مساويانه ورهاست کان سواءِ ٻيو
ڪهڙو نڪري سگهي ٿو.

اسلام جي معاشي تعليمات جا ٻه پهلو آهن، پهرين حصي
جو تعلق معاشره جي عام ماڻهن سان آهي جڏهن ته ٻئي جو
حڪومت سان.

افرادِ معاشري کي اسلام تاڪيد ڪري ٿو ته هو خدا
جي ڏنل صلاحيتن ۽ جسماني قوتن منجهان فائدو وٺي تمدن
جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙين ۽ معاشي طور تي خوشحالي
۽ تجارت ۽ صنعتن جي ترقي ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪن. ڪم
تي اپارڻ ۽ پيداوار جي واڌاري ۽ دولت جي اپت لاءِ آماده
ڪرڻ کان پوءِ اسلام چوي ٿو ته دولت ۽ سرمايو گڏ ڪرڻ،
ان کي روڪي رکڻ يا گڏ ڪري ان مان ناجائز فائدو حاصل

ڪرڻ، سود تي رقم ڏيڻ وغيره سان جتي انسان، انسانيت جي وقار ۽ مرتبي کان هيٺ ڪريو پوي، اتي سرمايه پرستي جي ان رحجان جو اثر انسان لاءِ دنيا و آخرت ٻنهي ۾ تباهي جي صورت ۾ نڪرندو. دنيا ۾ ان ڪري جو هڪ ته چند ماڻهن جي هٿن ۾ دولت جي اچي وڃڻ سببان ماڻهن ۾ سندن خلاف نفرت پيدا ٿيندي. اها نفرت انساني سوسائٽي ۽ رياست لاءِ سخت هاڃيڪارثابت ٿيندي. ٻيو اهو ته چند هٿن ۾ دولت جي گڏ ٿيڻ ڪري،معاشرو معاشي، معاشرتي، سماجي، ذهني، نفسياتي ۽ اخلاقي طور تي بيشمار برائين جو شڪار ٿيو پوي. سرمائيدارن جون پيدا ڪيل اهي برائيون آخرڪار انساني معاشري لاءِ تباهه ڪن ٿيو پون. اڄ ڏينهن سوڏو جيڪي به انساني معاشرا نيست نابود ٿيا آهن تن جي بنيادي ڪارڻن مان اهم ڪارڻ حڪمران ۽ شاهوڪارن جي اڪثريتي ڏر جي معاشي ڦرلٽ ئي رهي آهي. ان ڪري قرآن، انسان جي سرمائيدارانہ رحجان کي سخت ڪنديم ڪيو آهي:

انّه لحب الخير لشديد.

انسان، مال جي محبت ۾ نهايت ئي سخت آهي.

يحبون المال حباً جما.

توهان مال ... ان حد کان وڌيڪ محبت ڪريو ٿا.

والذين يكنزون الذهب والفضة ولاينفقونها في سبيل الله فبشرهم بعذاب اليم.

جيڪي ماڻهو سون ۽ چاندي کي خزاني جي صورت ۾ جمع ڪن ٿا ۽ الله جي راه ۾ خرچ نٿا ڪن تن کي دردناڪ عذاب جي خوشبري ٻڌايو.

ويل لكل همزة لمزة نالذى جمع مالاً وعدده يحسب انّ ماله اخلده كلا لينبذن فى الحطمه. وما ادراك ماالحطمه نارالله الموقد ه.

خرابي آهي هر ان شخص لاءِ جيڪو عيب ڳولهيندڙ ۽ بدگو آهي جنهن مال گڏ ڪيو ۽ ڳڻي ڳڻي ڪري مال رکيو، هو سمجهي ٿو ته سندس مال هميشه رهندو، هرگز نه، هو وڌو ويندو، حطمة ۾، توکي ڪهڙي خبر ته حطمة ڇا آهي، اها الله جي ٻاريل باهه آهي.

اهڙي طرح رسول الله ﷺ جن فرمايو: منهنجي امت جا بدترين ماڻهو اهي آهن جيڪي نعمتن جي جهولين ۾ پلجن ٿا ۽ وڏن ٿا قسمين قسمين کاڌا کائين ٿا. طرحين طرحين جا ڪپڙا پائين ٿا ۽ قسمين قسمين سواريون استعمال ڪن ٿا ۽ گفتگو ۾ سختي ڪن ٿا.

هڪ ٻي حديث ۾ حضور ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شخص مرڻ ڌاري ڏهه هزار درهم ورثي ۾ ڇڏيا اهي گول پٿر بڻايا ويندا جن سان ڪيس قيامت جي ڏينهن سخت عذاب ڏنو ويندو.

دراصل دولت ۽ سرمائي پرستي هڪ وڏي بيماري آهي جنهن لاءِ قرآن چوي ٿو: الهٰكم التكاثر حتيٰ زرتم المقابر. توهان کي (دولت جي) ڪثرت جي حرص غفلت ۾ وجهي ڇڏيو. قرآن جي رو سان اسرائيل (يهودي) پهرين قوم آهي جنهن سرمائيدارانه غرور جو باقاعده اظهار ڪيو، خدا جي مقرر ڪيل حاڪم طالوت کي هنن رد ڪري ڇڏيو ۽ چيو (لم يوت سعة المال) هي شخص ته محنتي ۽ مزدور طبقي منجهان آهي، وڏو سرمائيدار ناهيءَ، دنيا ۾ پيغمبرن معاشي حقن جي اڪثر ڳالهه ڪئي آهي پر هر دور ۾ سرمائيدارن جو اهو نعرو رهيو آهي تہ (نحن اكثر اموالاً) (اسين وڏا مالدار آهيون) اسان ڪابہ ڳالهه نہ ٻڌنداسين. اهوئي سبب آهي جو رسول الله ﷺ جن فرمايو ته انسان سرمائيداري جو ايڏو دلدادو آهي جو جيڪڏهن هن وٽ دولت سان ڀريل ٻه واديون هجن ته هو ٽين واديءَ جو ٻہ

خواهشمند هوندو."

هت هن ڳالهه جي وضاحت ضروري آهي ته اسلام انفرادي ملڪيت جو مخالف ناهي، هو انفرادي ملڪيت جي حوصله افزائي ڪري ٿو. پر هو ذاتي ملڪيت ڪي معاشري جي اجتماعي مفاد جي اندر رکڻ چاهي ٿو. ان لاءِ اسلام جيڪو طريقو اختيار ڪرڻ چاهي ٿو هت تفصيل سان ان جو ذڪر ڪرڻ مشڪل آهي. ان موضوع لاءِ ڏسو راقم جو ڪتاب "اسلام، سرمائيداري ۽ ڪميونزم"

اسلام فرد ڪي جيڪو تصور ڏئي ٿو سو هي آهي ته زڪوات ۽ خير خيرات مومن جي زندگي ۽ روح جي تربيت لاءِ آهن. لفظ زڪوات جو مفهوم پاڻ ٻڌائي ٿو ته هن جو مقصد تزڪيو ڪرڻ آهي. انسان جي خودي (انسان جي اندر موجود سندس اصل شخصيت جنهن کي روح چئجي ٿو جيڪا جسم جي مرڻ کانپوءِ به زنده رهي ٿي) کي خدا جي ربوبيت ۽ رزاقيت وارين صفتن سان حصو ڏياري کيس پاڪ ڪرڻو آهي. جيتوڻيڪ ظاهر آهي نه زڪوات مان تزڪيو ان ڪري ٿئي ٿو جو ان مان ڪنهن جي ضرورت ۽ حاجت پوري ٿئي ٿي. بي صورت ۾ جيڪڏهن زڪوات ادا ڪرڻ جو عمل خدا جي صفات ربوبيت ۽ رزاقيت مان حصو نه ڏياري سگهي ۽ خودي جي صفائي ۽ پاڪي نه ڪري سگهي ته اها زڪوات لاحاصل آهي اهڙي زڪوات مان تربيت جو مقصد فوت ٿي وڃي ٿو. قرآن ۾ حضور ﷺ جن کي چيو ويو آهي ته مسلمانن جي مالن منجهان صدقو وصول ڪيو جو انهن ڪرڻ سان سندن دليون پاڪ ٿينديون. (خذ من اموالهم صدقة تطهرهم وتزڪيهم بها) هتي اهو نه چيو ويو آهي ته صدقو وصول ڪريو، جو صدقي سان غريبن جي غريبي دور ٿيندي، جيتوڻيڪ صدقي مان مفلسي پاڻ مرادو ختم ٿيو پوي.

اسلام چوي ٿو: مومن جو صدقو صرف انوقت نيڪي شمار ٿئي ٿو جڏهن اهو ملڪيت جي انهن شين ۽ حصن تي

ٿي مشتمل هجي جن سان ڪيس وڌ ۾ وڌ يـا جگري محبت هجي. ڇو نہ انهيءَ صورت ۾ ئي هن جي دل مان غيرالله جي محبت نڪري سگهي ٿي. تنهن ڪري خدا جو فرمان آهي: توهين جيستائين پنهنجيون اهڙيون شيون خيرات ۾ نہ ڏيو جن سان توهان کي محبت آهي تيستائين توهين هرگز نيڪي تائين پهچي نٿا سگهو.

لن تنالوالبر حتیٰ تنفقو مماتحبون. ان آيت مان ظاهر ٿئي ٿو تہ صدقي جو پهريون ۽ اصلي مقصد صدقي ڏيندڙ جي خودي (اندر جي انسان جي تربيت) ۽ ترقي آهي نہ ڪہ غربت جو خاتمو. جيتوڻيڪ ظاهر آهي صدقي ڏيڻ سان غربت بہ دور ٿئي ٿي ليڪن صدقي جي ذريعي غربت دور ٿيڻ نيڪي انڪري آهي جو هڪ تہ ان مان صدقي ڏيندڙ جي دل مان غيرالله جي محبت نڪرندي وڃي ۽ ان ۾ خدا جي محبت لاءِ جڳهہ پيدا ٿيو پوي، پيو هي تہ خدا جي اخلاق، ربوبيت ۽ رزاقيت مان ڪيس حصو ملي ٿو. جنهن سان سندس خودي جي تربيت ۽ ترقي ٿئي ٿي.

اسلام جي تصور مطابق ماڻهن کي ڪاڏو ڪارائڻ ۽ مال ۽ دولت ڏيڻ بذات خود ڪا نيڪي نـاهي جيستائين ان جي پويان خدا جي رضامندي حاصل ڪرڻ جي نيت نہ هجي. سبب صاف ظاهر آهي تہ اسلام ۾ غريبن جي مالي امداد جي حڪم جو بنيادي مقصد اهوئي آهي جيڪو خدا جي عبادت جو مقصد آهي. يعني حديث رسول پنهنجي انـدر خدا جا اخلاق پيدا ڪريو جي بقول مـن جي جذبہ محبت جي پورائي ڪرڻ ۽ ان جي پورائي مان مـن کي تربيت ۽ ترقي ڏيارڻ. اهوئي سبب آهي جو قرآن حڪيم ۾ زڪوات جو حڪم صلوات جي حڪم سان گڏوگڏ آيو آهي. دوزخ ۾ داخل ٿيندڙ بـہ انهن ڏوهن جو هڪ منو ذڪر ڪندا.

دراصل اسلام جا اقتصادي قوانين ظاهر ۾ تہ اقتصادي

آهن، پر حقيقت ۾ اهي روحاني آهن، ڇو تہ انهن جو مقصد انسان جي اندر (روح) جي تربيت ڪرڻ آهي. اسلام جو اقتصادي نظام خدا جي محبت سان وجود ۾ اچي ٿو ۽ خدا جي محبت کي ٿي وڌائي ٿو. اهو نظام خدا جي محبت مان ٿي ڦٽو آهي ۽ خدا جي محبت ۾ ئي پڄل آهي.

جڏهن اهو چئجي ٿو تہ اسلام جا اُهي احڪام بہ جيڪي بظاهر معاشي ۽ اقتصادي نوعيت جا نظر اچن ٿا. سندن سڌو ۽ پنهنجي اولين مقصد جي لحاظ کان جنهن شيء جي نشو و نما ڪن ٿا سا انسان جو جسم ناهي پر سندس خودي، روح (يا اندر جو انسان) آهي تہ سوال ڪيو وڃي ٿو تہ پوء آخر اسلام وٽ معاشي ناانصافين ۽ ارهزوراين جو عملي حل تہ ٿيوئي ڪونہ. اهو سوال ان ڪري پيدا ٿئي ٿو جو اسين انسان جي اندروني تبديلي جي بجاء معاشي عوامل ۽ خارجي تبديلين کي ئي سڀڪجهہ سمجهون ٿا ۽ بورژوا جي نمائندن جي اقتدار تي قبضي کي ئي مسئلي جو حل سمجهون ٿا. حالانڪ حقيقت هي آهي تہ جيڪڏهن خودي ۽ روح جي پرورش جي اسلامي احڪامن تي عمل ڪيو وڃي تہ نہ غربت پيدا ٿي سگهي ٿي ۽ نہ ئي معاشي ڦرلٽ، نہ جاگيرداري سرشتو باقي رهي سگهي ٿو ۽ نہ ئي دولت پاڻ مرادو مساوي طور تي ورهائڻ کان سواء رهي سگهي ٿي. افسوس آهي جو اڄوڪو انسان لڳاتار اها ڳالهہ نظرانداز ڪندو رهي ٿو تہ معاشري جون سموريون خرابيون جيڪي اسان کي ٻاهر نظر اچن ٿيون سي انساني فرد جي اندروني خرابين منجهان ئي پيدا ٿين ٿيون بلڪ اندروني خرابين جو فقط هڪ پاڇو آهن. انسان پنهنجي ڪوتاه نظري سببان انهن جو علاج ٻاهر تلاش ڪري ٿو ۽ قانون جي زياده تر بي اثر ٻاهرين طريقي کي استعمال ۾ آڻي ٿو. حالانڪ جيڪڏهن فرد کي اهڙي تعليم ڏني وڃي جيڪا سندس خودي (روح) جي تقاضا پٺاندڙ هجي تہ معاشري ۾ ڪا خرابي پيدا

ٿي ٿي نٿي سگهي. ۽ جيڪڏهن اهڙي ڪا خرابي پيدا ٿي به
هجي ته اها رفع ٿي ويندي.

اسلام اول ته انسان جي دل ۾ خدا جي محبت جو سوز
۽ گداز، غيرالله کان بي پرواهي ۽ بيزاري، ۽ جسم جي هن
زندگي جي عارضي هجڻ جو احساس ۽ پنهنجي عملن جي حساب
جو يقين ۽ خوف پيدا ڪري ٿو. اهڙي طرح هو انسان کي خدا
جي احڪامن تي عمل ڪرڻ لاءِ رضاڪارانه ۽ والهانه طور تي
آماده ڪري ٿو. ان سان گڏوگڏ هو انسان کي سيکاري ٿو ته محنت
۽ جاکوڙ کان ڪم وٺو، جيڪو شخص محنت ڪري ٿو سو
جڻ پنهنجي پاڻ لاءِ ۽ ٻين لاءِ خدا جي ربوبيت ۽ رزاقيت جو
سامان پيدا ڪري ٿو. اهڙي ريت هو خدا جي ربوبيت ۽
رزاقيت ۾ شامل ٿي وڃي ٿو. تنهنڪري تخلق بااخلاق الله موجب
خدا جو محبوب بڻجي وڃي ٿو. ظاهر آهي ته جيڪو شخص
محنت سان ڪم ڪندو سو گهڻو ڪجهه ڪمائيندو ۽ سندس
خرچ ڪرڻ لاءِ اڪيچار مال موجود هوندو. ليڪن اسلام سندس
بي ڳالهه اها چوي ٿو ته جيڪڏهن تو وٽ مال ضرورت کان
سرس هجي تنهن هوندي به ڪي ضرورت کان وڌيڪ خرچ نه ڪر
نه فضول خرچي ڪر، نه مال کي ائين وڃاءِ. ظاهر آهي ته
جڏهن دولت ڪفايت ۽ ضرورت مطابق خرچ ڪئي ويندي ته
اهـا بچي پوندي، ۽ جمع ٿيندي رهندي، ليڪن اسلام ٽين
ڳالهه اها چوي ٿو ته پاڻ وٽ بچيل مال گڏ نه ڪريو، جي
ميڙجي وڃي ته ان کي خدا جي رستي ۾ خرچ ڪريو، پوءِ
جيڪي ماڻهو مال جمع ڪن ٿا ۽ خدا جي واٽ ۾ خرچ نٿا
ڪن تن کي اسلام دردناڪ عذاب کان ڊيڄاري ٿو.

جيڪڏهن ڪو شخص اڳي ئي جاگيردار ۽ جائيداد جو
مالڪ آهي ته ان لاءِ حڪم آهي ـــ هو پنهنجي جاگير ۽
جائيداد کي وراثت واري قانون مطابق ننڍن ننڍن حصن ۾ ورهائي ڇڏي. جماليات ضرورتون اسلام ۾ حرام

ناهن، يعني خوبصورت ۽ سٺي زندگي گذارڻ ۽ دنيا جي نعمتن مان فائدو حاصل ڪرڻ ناجائز ناهي پر ان جو وارو تڏهن اچي ٿو جڏهن معاشري ۾ رهندڙ سڀني ماڻهن جون زندگي جون بنيادي ضرورتون پوريون ٿي وڃن، ان کان پوءِ جمالياتي ضرورتن ۾ ٻين پيٽرن کي شريڪ ڪرڻ ضروري آهي.

ان مان اندازو لڳايو ته جنهن قوم جا ماڻهو محنت مان ڪم ڪرڻ جي باوجود ضرورت کان سرس خرچ ڪرڻ مان نفرت ڪندا هجن، ۽ پنهنجي بچيل مال کان بيزار هجن ۽ ان کي جلد ئي پنهنجي ضرورت مند ڀائرن ۾ ورهائڻ کان سواءِ آرام سان نه ويهندا هجن، پنهنجي اڪيلين جاگيرن ۽ ملڪيتن کي يڪو ورهائيندا رهندا هجن، ۽ خدا جي ڏنل نعمتن ۾ قوم جي ٻين ماڻهن کي برابري جي بنياد تي شريڪ ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي ايمان ۾ خلل محسوس ڪندا هجن. ان قوم ۾ غربت ۽ افلاس ڪيئن پيدا ٿي سگهي ٿي- ۽ معاشي هيٺ مٿانهين ڪيئن جنم وٺي سگهي ٿي.

اها ته بدقسمتي آهي جو اسلام جي اهڙي تعليمات ۽ بهتر نظام زندگي هئڻ جي باوجود اڄ نه صرف پاڪستان بلڪ سمورا مسلمان ملڪ عملاً اسلام کان ڪوهين دور آهن انهن ملڪن ۾ بظاهر ته نالو اسلام جو ورتو وڃي ٿو پر عملاً اسلام جي ابتڙ ڪٿي اڌوگابرو سرمائيدارانه نظام قائم آهي ته ڪٿي وري سوشلزم، ۽ ڪٿي ڊڪٽيٽرشپ. اصل ضرورت جنهن ڳالهه جي آهي سا هي آهي ته اهو نه ڏٺو وڃي ته اسلام جو مٿيون نظام دنيا ۾ ڪٿي به قائم نه آهي تنهنڪري اهو قابل عمل نه آهي، بلڪ اها ڪوشش ڪئي وڃي ته اسلام جي بنياد تي معاشري کي تبديل ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪجي. معاشري جي تبديلي منجهان ئي اهڙي صورت پيدا ٿيندي جنهن سان مٿين سطح تي اسلام جو برڪت وارو نظام قائم ٿيندو جنهن ۾ ڪو غريب غربو نه رهندو. ڪو شخص تعليم کان محروم نه

رهندو، ۽ هر شخص جي بنيادي ضرورتن جو پاڻ مرادو انتظام ٿي ويندو. ان سان گڏوگڏ قلبي سڪون ۽ روحاني خوشيءَ جي دولت به نصيب ٿيندي. جنهن جهڙي نعمت ڪوشش جي باوجود انسان اڄ تائين حاصل نه ڪري سگهيو آهي.

ح - م - م - پنهو
حيدرآباد سنڌ

٣- اپريل ١٩٨٥ع

# تمهيد

اشتراڪي نظرئي کي هڪڙي جملي ۾ هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿو —"ذاتي ملڪيت جو خاتمو"— هي فقرو مارڪس ۽ اينجلز جي مشهور "ڪميونسٽ مينيفيسٽو" مان ورتل آهي.

اهو ذاتي ملڪيت جو خاتمو يا ٻين لفظن ۾ 'سماجي ملڪيت جو نظام' وغيره، بهرحال لفظن جي ٿوري گهڻي ڦير گهير سان اهو ساڳيو خيال هن زماني ۾ عام طور تي انسان جي معاشي مسئلن جو حل سمجهيو وڃي ٿو. هي بنيادي نظريو انارڪزم، سنڊيڪلازم، ڪميونزم، گلڊ سوشلزم ۽ ٻين مختلف نالن ۾ ظاهر ڪيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ انهن نظرين جي وچ ۾ ٻه ڪيترن مسئلن ۾ گهڻا اختلاف آهن ۽ اڪثر هڪ ٻئي جو رد به ڪندا رهن ٿا پر جيڪا شئي سڀني ۾ هڪجهڙي آهي سا هيءَ ته اهي سڀ نظريا، اجتماعي ملڪيت جي نظام ۾ يقين رکن ٿا ۽ زندگي بابت فلسفو ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ اهوئي ساڳيو تسليم ڪن ٿا جيڪو مارڪس پنهنجي نظرئي جي تائيد ۾ پيش ڪيو هو. حقيقت ۾ اهي ڌار ڌار ٽولا نه آهن، البته انهن کي ساڳئي تحريڪ جا مختلف فرقا چئي سگهجي ٿو، جيڪي ڪن جزوي يا عملي مسئلن ۾ هڪٻئي سان اختلافن جي ڪري جدا ٿيا آهن.

هينئر اسين انهن مان مارڪسزم تي گفتگو ڪريون ٿا.

چو نہ، هڪ تہ ٻين نظرين جا اصول ۽ مٿا ايترڀقدر منظم ۽ باقاعدہ نہ آهن جيترا مارڪسزم جا. ٻيو تہ مارڪس کان اڳ جيڪي بہ اشتراڪي افڪار يورپ ۾ پکڙيل هئا تن جو تت ۽ پوہ جي زماني ۾ پيدا ٿيل سڀني افڪار جو اصل، مارڪسزم ئي آهي. تنهنڪري مارڪسزم بابت جيڪا بہ گفتگو ٿيندي سا ڪافي حد تائين ماضي ۽ حال جي ٻين سڀني سوشلسٽ نظرين سان بہ ساڳيءَ طرح لاڳو ٿيندي جيئن اها مارڪس جي نظرئي سان لاڳو ٿئي ٿي.

مارڪس ڪا نئين ڳالهہ ڪانہ ڪئي آهي. لينن جي لفظن ۾ "هُن انهن سوالن جا جواب پيش ڪيا آهن جن تي هن کان اڳ ٻيا ماڻهو دماغ سوزي ڪري چڪا هئا. — هي معاشي فلسفي ۽ سوشلزم جي وڏن وڏن نمائندن جي ڏنل تعليم جو نتيجو ۽ ان سلسلي جي اينڊڙ ڪڙي آهن."(١) ارڙهين صدي عيسوي ۾ جرمن فلاسافي، انگريزي اقتصاديات ۽ فرينچ سوشلزم جي روپ ۾ يورپ جي مادي ذهن جيڪي بہ شيون تخليق ڪيون، مارڪس انهن سڀني کي نئين ترتيب ۽ وڏيڪ استدلالي قوت ڏيئي هڪ هنڌ جمع ڪيو آهي. ان ۾ ان مظلوم طبقي جون رڙيون بہ شامل آهن جن کي يورپ جي صنعتي انقلاب جنم ڏنو هو.

## مارڪسزم ڇا آهي

مارڪس بابت ڇيو وڃي ٿو تہ هن تاريخ کي ايترو ڪجهہ ڏنو آهي جيترو ڊارون علم حيات کي ڏنو آهي. مارڪس ساڳئي ڳالهہ کي ٿوري ٻئي انداز ۾ ظاهر ڪري ٿو. هن جي دعويٰ آهي تہ هن تاريخ کي سائنس جي شڪل ڏني آهي. هڪ اهڙي سائنس جنهن کي پنهنجا قاعدا قانون آهن، ۽ جنهن جي

---

(١) لينن - سليڪٽيڊ ورڪس جلد اول صفحو ٩٥ (ماسڪو ١٩٤٧)

وسيلي ماضي ۽ مستقبل جي تشريح ڪري سگهجي ٿي.

اها ڳالهه سمجهڻ لاءِ ڪي قدر تفصيل جي ضرورت آهي. دنيا ۾ جيڪو ڪجهه موجود آهي يا جيڪو ڪجهه هرگهڙي ٿي رهيو آهي؛ تنهن کي جيڪڏهن "واقعا" جي لفظ سان سڏجي ته اهي واقعا ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا اهي واقعا جيڪي هن مادي يا طبعي دنيا سان تعلق رکن ٿا ۽ ٻيا اهي جيڪي انساني دنيا سان تعلق رکن ٿا. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته هڪڙي دنيا اها آهي جنهن ۾ واقعا هڪ قانون تحت پاڻهي وجود ۾ اچن ٿا ۽ ٻئي دنيا اها آهي جنهن ۾ سمورا واقعا بظاهر ڪنهن جي شعور ۽ ارادي سان وجود ۾ اچن ٿا. پهرئين دنيا ۾ ايٽم جي اڻلکن ذرڙن کان وٺي وڏن وڏن گرهن ۽ سيارن جي عظيم ڪائنات تائين هرهڪ شئي هڪڙي قانون ۾ ٻڌل آهي، ۽ ان جي مطابق ڏي کانهه ڪا شڪل اختيار ڪندي رهي ٿي. جيڪو ڪجهه ٿي رهيو آهي، تنهن جا سبب ان شئي جي اندر اڳ ۾ ئي موجود هئا، جنهن جي نتيجي ۾ هاڻي اهو واقعو ظاهر ٿيو آهي. اهڙي طرح جيڪو واقعو آئنده ظاهر ٿيندو سو به پنهنجين اڳوڻين حالتن جو نتيجو هوندو، جنهن جا سبب اڳ ۾ ئي ان جي وجود ۾ موجود هوندا. آسمان ۾ گرهن جي گردش واري نظام کي معلوم ڪرڻ کان پوءِ اسين ٻڌائي سگهون ٿا ته ڪهڙو تارو سؤ سال اڳ ڪٿي هو ۽ آئنده سؤ سالن کان پوءِ ڪٿي هوندو. لوهه جون خاصيتون دريافت ڪري اسين وڏيون وڏيون مشينون ۽ اوزار ٺاهي سگهون ٿا. پاڻي جا قانون معلوم ڪري اسين پاڻيءَ کي ٻاڦ جي قوت ۾ بدلائي سگهون ٿا.

مطلب ته انسان جيڪا ڪائنات پنهنجين اکين آڏو ڏسي پيو، سا بذاتِ خود قائم آهي. ان جا پنهنجا قاعدا قانون آهن، جن مطابق هتي جا سمورا واقعا ظاهر ٿين ٿا. انهن ۾ انساني ڪوششون ڪابه تبديلي آڻي نٿيون سگهن. انسان لاءِ فقط اهوئي

ممڪن آهي ته هو ڪائنات ۾ موجود قانون کي معلوم ڪري ۽ استعمال ڪري. ان سان مطابقت پيدا ڪري پنهنجي لاءِ وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪري. اهڙي طرح هـن طبعي دنيا ۾ انسان جيڪي نيون ڳالهيون معلوم ڪيون آهن، سي حقيقت ۾ نيون ناهن: اهي ته اڳ ۾ ئي موجود هيون. انسان انهن کي ايجاد نه ڪيو آهي، هن ته رڳو انهن کي دريافت ڪيو آهي. انهن کي ايجاد جي بدران انڪشاف جو نالو ڏيڻ وڌيڪ صحيح آهي. اهائي ڳالهه آهي جنهن کي فريڊرڪ اينجلز هيٺين لفظن ۾ واضح ڪيو آهي:

”ڪائنات جو مادي تصور هي آهي ته فطرت کي ڪنهن به خارجي عنصر کان سواءِ بلڪل ائين سمجهجي جيئن اها آهي.“(١)

هيءَ ته هئي مادي دنيا جـي تشريح! هاڻي سوال آهي ته انساني دنيا جي حقيقت ڇا آهي. اها ڪهڙي طاقت آهي جيڪا زندگيءَ جي سرگرمين کي وجود ۾ آڻي ٿي. تاريخ جا لاهه چاڙهه ڪهڙن سببن جي ڪري پيش اچن ٿا. انسان جي هٿان مسلسل جيڪي واقعا ظاهر ٿيندا رهن ٿا تـن جو اصلي محرڪ ڪير آهي. ڇا انهن ۾ به ڪا اندروني منطق رکيل آهي. ڇا اهي به سندن ذاتي قانون سببان وجود ۾ اچن ٿا يا انسان انهن جـو خالق آهي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تـه ڇا انسان جي ڪارڪردگي به ساڳئي نوعيت رکي ٿي جيئن مادي دنيا جـي ڪارڪردگي آهي. ڇا مادي دنيا ۽ انساني سماج ٻئي ساڳئي سرشتي تحت حرڪت ڪن ٿا يا پنهي جا اصول ڌار ڌار آهن. اهڙي طرح آخرڪار اهو سوال روح ۽ ماده جو سوال ٿي پـوي ٿو. يعني تـه، ڇا سماجي حالتن کان ٻاهريـون

(١) ڪارل مارڪس- سليڪٽيڊ ورڪس جلد اول صفحو ٤٦ (ماسڪو ١٩٤٦ع).

ڪو محرڪ — انسان جو ذهن يا ڪنهن بالاتر قوت جو ارادو - انهن واقعن کي وجود بخشي ٿو يا مادي دنيا وانگر اهي به پاڻهي پنهنجن مقرر ٿيل قانونن مطابق ظاهر ٿيندا رهن ٿا. اينجلز چوي ٿو:

"فلاسافي جو بنيادي مسئلو اهوئي آهي ته ڇا ذهن ۽ هستي يا روح ۽ فطرت جي وچ ۾ ڪو لاڳاپو آهي. جن دعوىٰ ڪئي ته روح جو درجو فطرت کان مٿي آهي سي عينيت پسند (        ) سڏجن ٿا ۽ جن فطرت کي ئي اصل سمجهيو سي ماديت پسند (Materialist) آهن. انهن ٻنهي ڌرين جون ڌار ڌار شاخون آهن."(١)

مارڪس جو اهو چوڻ ته هن تاريخ کي سائنس جي صورت ڏني آهي، دراصل انهيءَ سوال جو هڪ جواب آهي. مارڪس انهيءَ مسئلي تي غور ڪيو ته اسان جو هي موجوده سماج ان حالت کي ڪيئن پهتو. ان ۾ تبديليون ڇو ٿينديون رهنديون آهن ۽ آئنده ڪهڙين تبديلين جو امڪان آهي. هو پنهنجي مطالعي کان پوءِ ان نتيجي تي پهتو ته جيئن ٻاهرين دنيا ۾ مختلف واقعا اتفاق سان پيدا نه ٿيندا آهن، تيئن سماج ۾ به ڪا تبديلي اتفاق سان پيدا نه ٿيندي آهي. ان جي پويان به ڪي خاص اصول ڪارفرما هوندا آهن. جيئن نيوٽن ۽ آئن سٽائين، ڪائنات ۾ حرڪت جا قانون معلوم ڪري اصول مرتب ڪيا هئا، تيئن مارڪس به انساني تاريخ جي مطالعي کان پوءِ ڪي "سائينٽيفڪ اصول" دريافت ڪيا، جيڪي سماجي تبديليون آڻيندا رهن ٿا. هن چيو ته اسان جي سوسائٽي ۾ جيڪي به تبديليون ٿينديون رهن ٿيون سي ڪن خاص اصولن ۽ قانونن تي ٻڌل هونديون آهن، بلڪل ائين جيئن ڪائنات

(١) ڪارل مارڪس، سليڪٽيڊ ورڪس، جلد اول صفحو ٧٦ (ماسڪو ١٩٤٦ع).

۾ ٻيون سموريون شيون قانون جي پابنديون ڪن ٿيون. اهي
ٻئي قانون ساڳئي نوعيت رکن ٿا. اهي قانون نه رڳو اسانجي
چوڌاري پکڙيل ڪائنات تي حاوي آهن پر اسانجي سوسائٽي
تي به ساڳئي طرح عامل آهن.

انهيءَ اپٽار جو نالو "مارڪسي فلسفو" يا "ڪائنات
جو مارڪسي نظريو" آهي. ٻين لفظن ۾ مارڪس جو نظريو
هي آهي ته مادي دنيا ۽ انساني دنيا، ٻئي ساڳئي قسم جي
قانون ۾ جڪڙيل آهن. ٻنهي ۾ ڪوبه فرق نه آهي. هڪڙي
ڪميونسٽ مفڪر ان ڳالهه کي هيٺين لفظن ۾ ادا ڪيو آهي:-

"ساري نيچر هرهنڌ هڪ ئي آهي، تنهنڪري ان کي
سمجهڻ لاءِ سائنسي طريقو به هڪڙوئي آهي. ان طريقي کي،
جبلن جي سمجهڻ لاءِ به ساڳئي طرح استعمال ڪري سگهجي
ٿو، ۽ بينڪرن ۽ ڪارخانيدارن جي دنيا تي به ساڳئي طرح
لاڳو ڪري سگهجي ٿو. مارڪس ۽ اينجلز جي عظمت انڪري ئي
آهي جو انهن سائنس جي انهيءَ بنيادي طريقي کي انساني
سماج تي به ساڳئي طرح لاڳو ڪري ڏيکاريو جيئن اهو اڳ
۾ ئي پٿرن، ٻوٽن وغيره تي لاڳو هو؛ انهن تاريخي واقعن،
اقتصادي مواد ۽ فلسفين جي نظرين کي، جيڪي تاريخ جي
گود ۾ هزارن سالن کان جمع ٿي رهيا هئا، تن کي صحيح طرح
چنڊي ڇاڻي، توري تڪي، ترتيب ڏيئي اصول قائم ڪيا ۽
انساني لاڳاپن جا اهي قانون دريافت ڪيا جن کان سواءِ سماجي
زندگي هڪ منجهيل ڳجهارت هئي."(١)

سو مارڪس نتيجو ڪڍيو ته انساني سماج به سائنسي
اصولن تي ٻڌل آهي جنهنجا ڪي خاص قاعدا ۽ قانون آهن،
ان جي وسيلي ماضي ۽ مستقبل جي تشريح ڪري سگهي ٿي.
مارڪس اهي قاعدا ۽ قانون ترتيب ڏنا ۽ انهن کي استعمال
ڪري هن مستقبل جي معاشري بابت ڪيترين ئي اڳڪٿيون

(١) شير جنگ، کارل مارکس اور اس کی تعلیمات، صفحہ ٢٧

ڪرڻ جي جرائت ٻه ڪئي، بلڪل ائين جيئن ڪو علم فلڪيات جو ماهر گرهن جي گردش بابت پيشين گوئيون ڪندو آهي. مون هتي 'جرائت' جو لفظ ڪتب آندو آهي، ڇو ته جيڪو ماڻهو آئنده ٿيندڙ واقعن بابت پڌائي سو قدرتي طور تي ان جو ٻه ذميوار ٿي پوي ٿو، ته آئنده پيش ايندڙ حالتون هن جي قول کي ڪوڙو ثابت نه ڪن. دراصل 'وقت' هر ان شخص جي نظرئي کي غلط يا صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ امتحان جي حيثيت رکي ٿو جيڪو مستقبل بابت يقين سان ڪا ڳالهه چوڻ جي جرائت ڪري ٿو. مثال طور جيڪڏهن ڪو ماڻهو اعلان ڪري ٿو ته ڌرتي جنهن قانون مطابق گردش ڪري رهي آهي سو هن معلوم ڪري ورتو آهي، ۽ ان قانون پٽاندر ڌرتي هڪ سئو هڪ ڏينهن ڪانپوءِ چنڊ سان ٽڪرائجي تباهه ٿي ويندي، ته اهڙي شخص جي دعوىٰ جي غلط هجڻ لاءِ ايتري ڳالهه ئي ڪافي آهي ته هڪ سئو هڪ ڏينهن لنگهي وڃن ۽ ان ڪانپوءِ ٻه ڌرتي جي گردش اڳي وانگر جاري هجي ۽ اها چنڊ سان نه ٽڪرائجي.

ساڳئي طرح مارڪس جو ڏنل اهو نظريو ته زندگي جا واقعا ٻه طبعي سائنس وانگر هڪ لازمي قانون مطابق ظاهر ٿين ٿا، ٻانمرادو غلط ثابت ٿي ويندو، جيڪڏهن مستقبل جا واقعا انهن اڳڪٿين جي تصديق نه ڪن، جيڪي مارڪس پنهنجي نظرئي پٽاندر ماضي ۾ ڪيون هيون. ممڪن آهي ته مارڪس جي حياتي ۾ سندس نظرئي بابت صحيح يا غلط هجڻ جو فيصلو نه ٿي سگهيو هجي. پر هاڻي هڪ سئو ورهيه گذري وڃڻ ڪانپوءِ ته زمانو پاڻ هڪ اهڙي ڪسوٽي بنجي چڪو آهي جنهن جي روشني ۾ هڪ معمولي ماڻهو ٻه مارڪس جي نظرئي جي صحيح يا غلط هجڻ جو فيصلو ڪري سگهي ٿو.

مارڪس جي نظرئي جا ٽي اهم جزا آهن:-

(١) اول ته جيئن تارن جي گردش جو هڪ قانون آهي

جنهن مطابق اهي لڳاتار حرڪت ڪري رهيا آهن؛ تيئن انساني سماج به هڪ مقرر ٿيل ۽ طئي شده واٽ تي سفر ڪري رهيو آهي. مارڪسزم ۾ سائنسي قانون ـــ خواه اهي فطري سائنس (Natural Science) جا هجن يا سماجي سائنس (Social Science) جا ـــ سڀ خارجي عملن جا عڪس آهن جيڪي انسان جي مرضي کان آزاد ٿي پنهنجي نموني ڪم ڪندا رهن ٿا. انسان نه ته انهن کي بدلائي سگهي ٿو ۽ نه ئي انهن کي ختم ڪري سگهي ٿو. اهي فطري دنيا (Natural World) جا اٽل قانون آهن، جن ۾ ڪڏهن به ڪا ڦيرگهير نه ٿيندي آهي. اهي پائدار قائم آهن ۽ هميشه قائم رهندا. جيئن انسان جي پيدائش هڪ اهڙي طبعي قانون تحت ٿئي ٿي جنهن تي هن جو ڪو به وس نٿو هلي، تيئن سماج جي بدلجڻ جا قانون به اٽل تاريخي لوازمات جي حيثيت رکن ٿا.

هن کان اڳ جيڪي واقعا ٿيا، اهي ٿي ئي سگهيا ٿي ۽ آئنده جيڪي ٿيڻو آهي، اهو ٿي رهندو. انسان پنهنجي ارادي سان ان ۾ ڪا به ردبدل نٿو ڪري سگهي.

(٢) ٻيو ته هي قانون لازمي طور تي ارتقائي قانون آهي. يعني سماج جو سفر رڳو هڪ لڳاتار گردش نه آهي، پر هڪ ارتقائي سفر آهي، جنهن ۾ هر ايندڙ دور گذريل دور کان ترقي يافته هوندو آهي. سماج ڪڏهن به پويان نه ورندو آهي، هميشه اڳتي ڏانهن ئي وڌندو آهي. سماج جو حال هميشه ماضي کان بهتر هوندو آهي ۽ ان جو مستقبل ماضي ۽ حال ٻنهي کان بهتر ٿيندو آهي.

(٣) ٽيون ته انسان جي جيڪا حيثيت هن مادي ڪائنات جي پيٽ ۾ آهي سا ساڳئي حالت سماج جي پيٽ ۾ به اٿس. طبعي يا مادي دنيا جو پنهنجو هڪ قانون آهي جنهن جي مطابق هتي جا سڀ ظاهري ڪم وجود ۾ اچن ٿا. انسان ان ۾ ڪا به تبديلي نٿو ڪري سگهي، البته ايترو سو آهي جو هو اهي قانون معلوم ڪري انهن کي پنهنجي مقصد لاءِ استعمال

ڪري سگهي ٿو. درياءَ جو وهڪرو طوفان ۽ تباهي پيدا ڪندو آهي. هاڻي انسان جيڪڏهن پاڻي بابت سائنسي اصول معلوم ڪري وٺي ٿو ته هو ان تي بند ٻڌي ان مان، زمين آباد ڪرڻ جو ڪم وٺي سگهي ٿو. بجلي پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ ٻيا ڪيترا فائدا وٺي سگهي ٿو. اهو ساڳيو حال انساني سماج جو به آهي. ان جو به هڪ قانون آهي جنهن جي مطابق هو حرڪت ڪري ٿو. پر ان جي حرڪت آسماني تارن جي حرڪت وانگر نه آهي، جنهن جي مقابلي ۾ انسان بلڪل بيوس هوندو آهي. هيءَ حرڪت درياءَ جي وهڪري وانگر آهي جنهن کي انسان قابو ۾ آڻي سگهي ٿو ۽ پنهنجين ڪوششن سان ان جو رخ ڦيرائي سگهي ٿو.

سماجي ارتقاءَ بابت مارڪس جو دريافت ڪيل مٿيون سائنٽيفڪ اصول اهو قانون آهي جنهن کي مارڪس انساني تاريخ جي مختلف واقعن تي لاڳو ڪيو آهي ۽ ان مان ڪي نتيجا ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس.

مارڪس تاريخ جي اڳوڻن معاشرن جو تجزيو ڪري ٻڌايو آهي ته انهن جو جوڙجڪ ڪيئن هو ۽ اهي ڪيئن هن جي سائنٽيفڪ نظرئي جي تائيد ڪن ٿا ۽ آئنده ساڳئي نظرئي مطابق انساني سماج ڦري ڪهڙيون شڪليون اختيار ڪندو؛ تنهن لاءِ هن ڪافي پيشين گوئيون پڻ ڪيون هيون.

ان نظرئي پٽاندر هن ٻڌايو ته سماجي تبديلين جي پاتار ۾ جيڪو اصل اصول ڪم ڪري رهيو آهي سو جدليات جو اصول آهي. يعني انسانن ۾ طبقن جو پيدا ٿيڻ ۽ انهن طبقن جو پاڻ ۾ ٽڪرجڻ. مارڪسي نظرئي مطابق انسان اڄ تائين جيڪي معاشرا قائم ڪيا آهن تن سڀني جي تاريخ طبقاتي جنگ جي تاريخ آهي. غلام ۽ آقا، امير ۽ عوام، سرمائيدار ۽ مزدور، مطلب ته ظالم ۽ مظلوم هميشه ڪانوني هڪٻئي جي برخلاف

وڌندا رهيا آهن. (١) سو طبقن جو پاڻ ۾ ٽڪرجڻ ئي اهو رستو آهي جنهن تي انساني تاريخ سفر ڪندي اڄ اسان تائين پهتي آهي.

دنيا ۾ مارڪس جي باري ۾ هيءَ ڳالهه بلڪل غلط مشهور ٿي ويئي آهي ته هو مساوات جو علمبردار آهي. حقيقت هن ريت آهي ته هو رڳو استحصالي نظام کي ڊاهڻ چاهي ٿو. مارڪس وٽ انسانيت جي سموري گذريل تاريخ فقط قرات جي تاريخ آهي، جنهن ۾ هڪڙو طبقو ٻئي طبقي کي لٽيندو رهيو آهي. ۽ مارڪس انهيءَ حالت کي ختم ڪرڻ چاهي ٿو. هن جو نظريو جيڪو جدلياتي ماديت، پرولتاري ڊڪٽيٽرشپ ۽ قدر زائد جي نالي سان ٻڌ مشهور آهي، سو دراصل تاريخ، سياست ۽ اقتصادي قانون جي هڪ اهڙي تشريح آهي جنهن جي ذريعي مارڪس ثابت ڪري ٿو ته ماضي ۾ استحصال ڇو جاري هو ۽ آئنده اشتراڪي سماج ۾ اهو استحصال ڇو موجود نه هوندو.

انساني تاريخ جو قانون ڇا آهي؟ مارڪس وٽ اهو قانون بلڪل اهوئي آهي جيڪو مادي دنيا جو آهي. جيئن مادي دنيا جون سڀ شيون هڪ عالمگير قانون ۾ جڪڙيل آهن ۽ ان مطابق انهن جون خاصيتون ۽ ڪم ظاهر ٿين ٿا، تيئن انساني زندگي جو به هڪ قانون آهي. جيتوڻيڪ انسان ۾ بظاهر شعور ۽ ارادو آهي يعني ته هو هڪ خود مختار مخلوق آهي ۽ پنهنجي مرضي مطابق جيڪي وڻيس سو ڪري سگهي ٿو پر حقيقت ۾ انساني ارادو ڪجهه به نه آهي؛ اهو ته فقط خارجي حالتن جي ڪري انساني ذهن تي پوندڙ اثرن جو هڪ عڪس آهي. هي هڪ تاريخي قانون آهي جيڪو انساني زندگي ۾ هر قسم جي سرگرمي ۽ ڊوڙ ڊڪ جو حقيقي سبب آهي.

---

(١) 'ڪميونسٽ مينيفيسٽو' جو پهريون جملو.

مطلب ته جيڪڏهن تاريخ ۾ اسين ڏسون ٿا ته ماڻهن جي وچ ۾ ڦرلٽ جاري آهي ته ان ڳالهه ۾ ٿي ان جو جواب به موجود آهي. تـه، اها ڦرلٽ ڪنهن نـه ڪنهن طريقي سان ختم بـه ڪري سگهجي ٿي. اهو هيئن آهي ته جيڪو قانون انساني حياتي کي تباهه ڪري رهيو آهي تنهن کي معلوم ڪري انکي صحيح نموني استعمال ڪجي. جيئن طوفان جي تباهه ڪاري ڏسي معلوم ٿي ويندو آهي ته. طوفان ۾ هڪ زبردست قوت موجود آهي، سو جيڪڏهن ان قوت کي ڪنهن طريقي سان قابو ۾ ڪري مفيد ڪم ۾ استعمال ڪجي تـه اهوئي طوفان جيڪو اڄ تباهي جو ڪارڻ آهي سو انسانيت کي ڪيترائي فائدا پهچائي سگهي ٿو. ساڳئي طرح انساني زندگـي ۾ فطري قانون جون سختيون ڏسي اسان اندازو لڳائي سگهون ٿا ته جيڪڏهن ان قانون کي صحيح رخ تي هلايو وڃي تـه اهو ساڳيو زندگي لاءِ بيشمار فائدن جو سبب بنجي سگهي ٿو.

سياسي قانون هي آهي ته قديم زماني کان وٺي حڪومت تي اهو طبقو قابض رهيو آهي جيڪو سماج ۾ وڏيڪ طاقت رکندڙ هو ۽ جنهن جي هٿ ۾ هر قسم جا وسيلا هئا. ان طبقي جي حڪومت جو مطلب اهو هو تـه جيڪي ماڻهو سماج ۾ پين کان وڌيڪ حق رکندڙ ۽ وڌيڪ مال ملڪيت رکندڙ آهن تنکي موقعو ملي ته هو پنهنجن حقن ۽ فائـدن جي چڱي طرح حفاظت ڪن ۽ سياسي طاقت جي ذريعي پنهنجو بچاءُ پڻ ڪندا رهن. قديم زماني جي تاريخ ۾ اهائي ڳالهه سياسي ظلم جو اصل سبب هئي. اهڙي طرح سياست کي حقن رکندڙ طبقي جو خدمتگار بنائي ڇڏيو ويو هو ۽ ان جو ڪارج فقط اهو وڃي رهيو هو ته اها پيڙهيل طبقي کي وڌيڪ پيڙهيندي رهـي، تـه جيئن نڳ ۽ ڦورو ڦرلٽ جو ڪم وڌيڪ اطمينان سان جاري رکي سگهن. اهوئي سبب آهي ته حڪومت هاڻي محروم طبقي کي ملڻ گهرجي. يعني انهن ماڻهن کي جن وٽ ذاتي طرح

ڪاب اهڙي شيءِ ڪانهي جنهن جي حفاظت لاءِ هو سياسي طاقت کي ناجائز نموني استعمال ڪن. جڏهن حڪومت اهڙن ماڻهن کي ملندي تہ پوءِ اهي آخر ڪهڙي شيءِ جو بچاءُ ڪندا ۽ ڪهڙي شيءِ جي حفاظت لاءِ ٻين تي ظلم ڪندا؟

اهو طبقو، مارڪس جي خيال ۾ مزدورن جو طبقو آهي. جديد صنعتي نظام، مزدور طبقي کي ملڪيت کان محروم ڪري هڪ عظيم تاريخي ڪم سرانجام ڏنو آهي. اهڙي طرح هڪ اهڙو طبقو وجود ۾ اچي چڪو آهي جيڪو سياست جي واڳ سنڀالي سگهي ٿو ۽ جنهن جي هٿن ۾ اختيار ڏيڻ کان پوءِ ڪنهن بہ ظلم جو انديشو نٿو ڪري سگهجي. مارڪس، ان جديد صنعتي نظام کي هٿائي سمورا سياسي اختيار انهيءَ طبقي کي ڏيڻ چاهي ٿو، ان جو نالو هن 'پرولتاري ڊڪٽيٽرشپ' رکيو آهي.

مارڪس جي اقتصادي قانون جو عنوان آهي ”قدر زائد“. پنهنجي ان نظرئي مطابق مارڪس قرآن جي معاشي تشريح ڪري ٿو جيڪا هن جي خيال ۾ ساري انساني تاريخ ۾ هيلتائين هلندي رهي آهي. ان نظرئي جو خلاصو هي آهي تہ انسان جيڪي ڪمائي ٿو يا پنهنجي لاءِ جيڪي بہ حاصل ڪري ٿو سو فقط انساني محنت جو نتيجو هوندو آهي. تنهن ڪري جيڪو ماڻهو محنت ڪري ڪا شيءِ وجود ۾ آڻي ٿو تہ هن کي حق آهي تہ هو ان شيءِ جو مالڪ بڻجي. ان جو مطلب هي ٿيو تہ جيڪي ماڻهو پاڻ محنت ڪرڻ سان جيڪي حاصل ڪري رهيا آهن سي تہ پنهنجي محنت جي جائز ڪمائي حاصل ڪن ٿا ۽ جيڪي ماڻهو ٻين کي مزدور رکي انهن کان ڪو ڪم ڪرائين ٿا ۽ ان ڪم مان نفعو ۽ دولت ڪمائين ٿا سي گويا ٻين جي محنت جو ناجائز فائدو حاصل ڪن ٿا. يعني تہ اهي ٻين جي ڪمايل شيءِ تي قبضو ڪن ٿا.

مارڪس جي خيال ۾ اهوئي اهو معاشي قانون آهي جنهن سماج ۾ ايتري قدر وڏنئڏائي پيدا ڪئي آهي ۽ انهيءَ اونچ نيچ جو سلسلو تڏهن کان شروع ٿيو آهي جڏهن کان پيداوار جي وسيلن تي ذاتي ملڪيت کي تسليم ڪيو ويو ۽ هر انسان کي اهو حق ڏنو ويو ته هو ٻين کي مزدور رکي انهن کان ڪم وٺي. اهڙي طرح هڪڙو ماڻهو، ڪيترن ٻين ماڻهن کي ڪمائي سندن محنت مان حاصل ڪيل شين تي قبضو ڪري ٿو ۽ سرمائيدار ٿيو پوي. هو مزدورن کي سندن ڪم جو اجورو تمام گهٽ مزدوري جي صورت ۾ ڏئي ٿو ۽ سندن ڪمائي جو باقي حصو پاڻ ڪٺي وڃي ٿو. آسان لفظن ۾ ائين ڪئي چئجي ته هڪ مزدور جي محنت مان حاصل ڪيل اهو حصو جيڪو مزدور کي نٿو ملي ۽ جنهن تي سرمائيدار قبضو ڪري ٿو، تنهن جو نالو 'قدرِ زائد' آهي. ۽ اهوئي مارڪس جي معاشي قانون جو عنوان آهي.

مارڪس انهي حالت کي ختم ڪرڻ چاهي ٿو. هن جي خيال مطابق ڪنهن کي به اها اجازت نه ملڻ کپي ته هو ٻين کي پاڻ وٽ مزدور رکي ۽ انهن کان ڪم وٺي. هرهڪ ماڻهو پاڻ ڪم ڪري ۽ پنهنجي محنت وسيلي جيڪا به شيءِ حاصل ڪري تنهن جو پاڻ ئي مالڪ ٿئي. اهڙي طرح جڏهن ٻين جي محنت مان فائدو وٺڻ جو موقعو ختم ٿي ويندو تڏهن اهو معاشي بنياد نه رهندو جنهن جي ڪک مان غربت ۽ سرمائيداري پيدا ٿيندي آهي.

اهو آهي مارڪسي نظرئي جو خلاصو! مطلب ته ان مطابق انساني زندگي چند مخصوص قانونن جي پابند آهي، جن جي ڪري زندگي ۾ تبديليون ايندڙون رهن ٿيون. هيءُ نظريو ظاهر ۾ ته ڪائنات ۽ انسان بابت هڪ فلسفيانو نظريو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر حقيقت ۾ هي ان سماجي آپر

جو جواز مهيا ڪري ٿو جيڪو مارڪس زندگي جا مختلف مسئلا حل ڪرڻ لاءِ پيش ڪري ٿو. هاڻي اسان هن نظرئي جي غلط يا صحيح هئڻ تي گفتگو ڪريون ٿا. هن گفتگو ۾ ڪي اهڙا پهلو به تفصيل سان ايندا جن مان هن نظرئي جي وڌيڪ وضاحت به ٿي ويندي.

# مارڪس جي نظرياتي ناڪامي

مارڪس اڻويهين صدي عيسوي جي ٻئي ڏهاڪي ۾ پيدا ٿيو هو ۽ صدي جي پڇاڙي ڌاري وفات ڪيائين. اهو زمانو يورپ ۾ صنعتي انقلاب جي عروج جو زمانو هو. ٻاڦ ۽ بجلي جي وسيلي هلندڙ مشينن جي ايجاد بيشمار انسانن کي بيروزگار بنائي ڇڏيو هو. صنعت ۽ واپار جو سمورو ميدان چند مل مالڪن ۽ ڪارخانيدارن جي هٿ ۾ اچي چڪو هو. ائين محسوس ٿي ٿيو ڄڻ اهي چند سرمائيدار انسان واپاري آهن، باقي ٻيا سمورا ماڻهو خريدار آهن. هن نئين صورتحال يورپ جي ذهن کي بيحد متاثر ڪيو ۽ ماڻهو ان ڏکي حالت مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ مختلف طريقا سوچڻ لڳا. آخرڪار مارڪس پيدا ٿيو، جنهن سرمائيداري جي برخلاف يورپي ذهن جي ردعمل کي هڪ فلاسافي جي شڪل ۾ ترتيب ڏيئي پيش ڪيو. هي فلسفو حقيقت ۾ ڌاڙا هڻڻ ۽ ڦرلٽ ڪرڻ جو هڪ نئون روپ هو. مارڪس جا پنهنجا لفظ هي آهن ته ”بي دخل ڪندڙ طبقي کي بي دخل ڪري ڇڏيو.“(١) پر مارڪس جي خود پسند طبيعت کي اها ڳالهه نه وڻي ته دنيا جي آڏو هو هڪ ڌاڙيوال جي شڪل ۾ ظاهر ٿئي، تنهنڪري هن پنهنجي ڦرلٽ کي ٻين جي ڦرلٽ کان ڌار ڪري ڏيکارڻ لاءِ ان کي باقاعده هڪ فلاسافي جي شڪل ۾ پيش ڪيو. هن نه رڳو اهو ثابت ڪري

---

(١) داس ڪيپيٽل جلد اول، ص ٧٦٣، ماسڪو ١٩٥٤ع.

ڏيکاريو تہ انھين تيئن ڪھرجي؛ پر اھا دعوى بہ ڪيائين تہ تاريخ جي تقاضا اھائي آھي تہ انھين ٿئي انھين ڪرڻ کانسواء بيو ڪوبہ رستو ممڪن نہ آھي. برٽرينڊ رسل جي قول مطابق تہ "ھو رڳو سوشلسٽ انقلاب جو علمبردار نہ آھي، پر ھو اڳڪٿي ڪندڙ بہ آھي." (١)

مارڪس جڏھن اڳين فلاسافرن تي تنقيد ڪري پنھنجو نظريو پيش ڪيو تہ ان زماني ۾ ان جي ايتري نہ آجيان ڪئي وئي جو چڻ انسانذات ڪي اصل سچائي ھينئر ھٿ آئي آھي جنھن کان ھو اڳي محروم ھئا. ھيگل تي تنقيد ڪندي اينجلز لکي ٿو تہ:-

"ھيگل جي ڏنل تفصيل ۾ پيوندڪاري، بناوت ۽ ھٿرادو ڳالھيون آھن، جن کي ھڪ لفظ ۾ ھينئن چئي سگھجي ٿو تہ اھي سڀ غلط آھن. ھيگل جو سسٽم ھڪ وڏي بي پھچائي ھئي پر اھا ان قسم جي آخري بي پھچائي ھئي." (٢)

ان زماني ۾ ماڻھن سمجھيو تہ بس انسان ھاڻي انسانيت جي آخري راز کي لہي چڪو آھي، باقي دير رڳو ايتري آھي تہ ان نظرئي کي زندگي ۾ عملي طرح جاري ڪيو وڃي. انوقت جي اشتراڪي بزرگن کي ھن نظرئي جي سچائي تي ايترو تہ يقين ھو جو ان کي نافذ ڪرڻ لاء جيڪڏھن چند ڪروڙن انسانن کي قتل ڪرڻو پوي ت ان کي ھو ھڪ معمولي ڳالھ سمجھندا ھئا. ڇو تہ سندن خيالن مطابق دنيا کي لڳاتار ڪشمڪش مان ٻاھر ڪيڻ ۽ آئنده ھميشه لاء آزاد رکڻ لاء ھي؛ بلڪل معمولي قيمت ھئي. پر پوء تجربن مان معلوم ٿيو تہ مارڪسزم بہ اڳوڻن نظرين وانگر ھڪ ناقص نظريو آھي.

---

(١) ۽ (٢) "سوشلزم- يوٽوپين اينڊ سائينٽيفڪ" بحوالہ ڪارل مارڪس، سليڪٽيڊ ورڪس جلد اولؔ صفحو ١٦٧ (ماسڪو ١٩٤٦ع)

وقت جي وهڪري مارڪس جي نظرئي جون ڪافي خاميون ظاهر ڪري ڇڏيون آهن. جن ڳالهين تي اڳي خيالي (Theoritical) بحث ڪيا ويندا هئا تن کي اڄ اسين اکين سان ڏسون پيا. مارڪس پنهنجي زماني جي حالتن پٽاندڙ انساني سماج جو جيڪو تجزيو ڪيو هو، سو پوءِ ظاهر ٿيندڙ حالتن ۾ غلط ثابت ٿيو. هن جيڪو طريقو ٻڌايو هو سو بيڪار ثابت ٿي پيو. هن جيڪو حل پيش ڪيو هو سو تجربن کان پوءِ ظلم جي خراب شڪل ۾ ظاهر ٿيو. بهرحال پوءِ جي حالتن پاڻهي انهن سڀني ڳالهين کي رد ڪري ڇڏيو، جن جي بنياد تي مارڪس "مستقبل ۾ فلاسافي جا اصول"(١) ترتيب ڏنا هئا. هي مارڪسزم جي خلاف تاريخ جو فيصلو هو. پر مارڪس جي پوئلڳن ان فيصلي کي تسليم نه ڪيو. جڏهن جڏهن به مارڪسزم جي ڪا غلطي ظاهر ٿي ته هنن جهٽ لفظن جي بازيگري سان ان جي تاويل پيش ڪئي ٿي ۽ چيائون ٿي ته هي "مارڪسزم جي ذخيري ۾ نئين سچائيءَ جو اضافو" آهي. پر اهي "نيون سچائيون" دراصل مارڪس جي غلطين جو اعتراف آهن، جيڪو وڏيڪ غلطين جي ذريعي ڪيو پئي ويو آهي. مارڪسزم جو مثال بلڪل ساڳيو آهي جيئن ڪو شخص ڏينهن کي رات ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪمري جا در دريون بند ڪري چوي ته ڏسو سج ڪٿي ٿو ڏسڻ ۾ اچي ۽ جڏهن ڇنجيس ته هيءَ روشندان مان ايندڙ ڪرڻا ڇاجا آهن، تہ جواب ڏئي ته اها ڪاريگر جي بيوقوفي آهي جنهن روشندان غلط جاءِ تي هڻي ڇڏيو آهي؛ نه ته هونئن ڪمري ۾ ڏسو ته اونداهه آهي، ۽ ساڳئي وقت هو اها ڳالهه چوندي وسري وڃي ته انهيءَ دليل سان ته هو پهرئين ڳالهه کي پاڻ ئي رد پيو ڪري.

---

(١) هي مارڪس جي هڪ ڪتاب جو نالو آهي جيڪو ١٨٤٣ع ۾ شايع ٿيو هو.

مارڪس اڻويهين صدي عيسوي ۾ انگليند کي سامهون رکي سرمائيداري تي تنقيد ڪئي هئي. ان زماني ۾ سرمائيداري جو اهڙو دور هلندڙ هو جنهن ۾ مزدور سچ پچ نه هڪ غلام وانگر ئي هو، هن کي نهايت ٿوري اجوري تي رکي ١٦-١٦ ۽ ٢٠-٢٠ ڪلاڪ ڪم ورتو ويندو هو. انوقت نه حقيقت ۾ انساني حياتي کي نپوڙي دولت گڏ ڪئي پئي ويئي. مارڪس جي لفظن ۾ هڪ مزدور جي زندگي جي ڪل موڙي "سڪل ماني جا ڪي ٻور، پراڻا ڦاٽل ڪپڙا ۽ اونداهي جهوپڙي" کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو. مارڪس ان دور جي سرمائيدارن جي طرفان ڪيل ظلمن جا داستان هڪ هڪ ڪري گڏ ڪيا ۽ انهن کي پنهنجي مشهور ڪتاب "سرمايو" (DAS CAPITAL) ۾ گهڻي تفصيل سان درج ڪيا. هڪ سوشلسٽ مفڪر جي قول مطابق "داس ڪيپيٽال جا بهترين حصا اهي آهن، جن ۾ اقتصادي ظلمن جا واقعا بيان ٿيل آهن جن بابت مارڪس کي انسائيڪلوپيڊيائي علم هو."

"جون ١٨٦٣ عيسوي جي آخري هفتي ۾ لنڊن سان شايع ٿيندڙ سيني اخبارن هڪ سنسني خيز عنوان سان هڪڙي خبر شايع ڪئي — "رکيو گهڻي ڪم وکهي موت" — . جنهن ۾ ٽوپيون تيار ڪندڙ هڪ ويهن ورهين جي ڇوڪري ميري اين واڪلي (Mary Anne Walkrey) جي موت جو ذڪر هو. هيءَ ڇوڪري لباس ٺاهيندڙ هڪ معزز فرم ۾ ڪم ڪندي هئي ۽ ايليزي (ELiSE) نالي هڪ خاتون جي هٿان لتجي رهي هئي. هيءَ ڇوڪري روزانو سراسري ١٦½ ڪلاڪ ۽ ڪاروباري ڏينهن ۾ اڪثر ٣٠ ڪلاڪ لڳاتار ڪم ڪندي هئي. چانهه ۽ قهوي جو گهڻو استعمال هن جي گهٽجندڙ طاقت کي ٽيڪ ڏيئي رهيو هو. شادين جي موسم عروج تي هئي ۽ اميرزادين جا شاندار لباس تيار ڪرڻ نهايت ضروري هئا ڇو ته نئين شهزادي ويلز جي اچڻ جي خوشي ۾ ڪين نچڻ جي اجازت

ملي هئي. سو ميري اين واڪلي لڳاتار ٢١ ½ ڪلاڪ ڪم ڪندي رهي. هن سان گڏ ٻيون به سٺ ڇوڪريون ڪم ڪري رهيون هيون. انهن مان ٽيهه ٻئي ڪمري ۾ هيون. اهڙي طرح هرهڪ کي فقط ٣ مڪعب فٽ هوا ملي رهي هئي. رات جو اهي ٻورهيتون ٻه ٻه ٿي انهن سوڙهين راهدارين ۾ سمهي پونديون هيون جن ۾ سمهڻ لاءِ خانا ٺهيل هئا. هي لنڊن ۾ بهترين ٽوپين ٺاهيندڙ ڪارخانن مان هڪ هو. ميري اين واڪلي جمعي جي ڏينهن بيمار ٿي پئي ۽ آچر ڏينهن گذاري وئي. ڊاڪٽر معائنو ڪري جيوري جي آڏو بيان ڏنو ته ميري اين واڪلي جو موت ماڻهن سان ڀريل سوڙهي ڪمري ۾ گهڻو وقت ڪم ڪرڻ ۽ اهڙي ئي سوڙهي اونداهي جاءِ ۾ سمهڻ جي ڪري ٿيو آهي. پر جيوري فيصلو ڏنو ته اها خاتون مرگهي وگهي مئي آهي؛ البته ممڪن آهي ته ماڻهن جي ڳاهٽ ۽ گهڻي ڪم هن لاءِ موت کي ويجهو ڪري ڇڏيو هجي."(١)

اهڙي قسم جي ٻين واقعن سان "سرمايه" جا صفحن جا صفحا ۽ بابن جا باب ڀريا پيا آهن. اهڙن ڀوائتن واقعن کي جمع ڪري ۽ ڪتاب ۾ لکي ڇڏڻ مان هن جو مقصد فقط اهو هو ته سنڌس پوئلڳن جي دل ۾ سرمائيدارن جي خلاف سخت نفرت پيدا ڪجي ۽ ڪين تاريخ جي سڀ کان وڏيڪ دهشتناڪ جنگ — يعني طبقاتي جنگ — ۾ وڙهڻ لاءِ تيار ڪجي. پر پوءِ خبر پيئي ته سرمائيداري نظام جي خلاف بمباري لاءِ هن جن شين کي نشانو بنايو هو تن مان گهڻا نشان ته هاڻي پنهنجي جاءِ تان غائب ٿي چڪا آهن. اڄ جيڪڏهن سرمائيداري نظام جي ظلمن جا اهي مثال ويهي ڳولهجن جن سان مارڪس جون تحريرون ڀرپور آهن ۽ جن بابت هن جو خيال هو ته مزدور انقلاب ئي انهن کي ختم ڪري سگهي ٿو، ته ممڪن آهي ته

(١) ڪئپيٽال، جلد اول، صفحو ٢٥٤-٥٥ (ماسڪو ١٩٥٤ع)

"اشتراڪي جنت" ۾ اهڙا مثال ملي وڃن، ته تہ عام طرح سرمائيدار ملڪن ۾ انهن جا مثال ڪين ليندا. هن وقت روزگار جا اگهہ وڌي ويا آهن. ڪم جا وقت گهٽايا ويا آهن. مختلف قسمن جي الائونسن جو حق تسليم ڪيو ويو آهي. مزدورن جي رهائش، علاج ۽ ٻين ضرورتن لاءِ ڪافي بهتر انتظام ڪيل آهن. مزدورن کي خود ڪارخاني جي نفعي ۽ انتظاميہ ۾ شريڪ ڪرڻ جا آپاءَ ورتا آهن. ٻئي عالمگير جنگ کانپوءِ آمريڪا جي اٽڪل ٽن سئو ڪمپنين ۾ مزدورن کي ڪمپني جا حصا (Share) خريد ڪرڻ لاءِ سهولتون مهيا ڪري ڏنيون ويون آهن.

١٩٥٧ع عيسوي جي پڇاڙي ڌاري ويهہ هزار مزدور ۽ ٻيا ملازم پنهنجين ڪمپنين جا حصيدار بنجي چڪا هئا. اڄوڪو هڪ ماهر مزدور ننڍي پيماني تي پاڻ بہ هڪ سرمائيدار آهي. ۽ سڀ کان وڌي ڳالهہ هيءَ تہ لنڊن جي مشهور ڪتب خاني "برٽش ميوزيم" ۾ ويهي ٣٥ سالن جي مطالعي کانپوءِ مارڪس سرمائيداري نظام جي جنهن "اٽل انجام" جو انڪشاف ڪيو هو، سو صحيح ثابت نہ ٿيو. مارڪس چيو هو تہ سرمائيداري سرشتو هڪ تمام وڏي تضاد ۾ قائل آهي. اهو مزدور ۽ سرمائيدار جو تضاد آهي. هن نظام ۾ سموري دولت ۽ سمورا پيداواري وسيلا ڪٿا ٿي چند ماڻهن جي هٿن ۾ اچي ويا آهن ۽ ٻين ماڻهن لاءِ زندگي گذارڻ جو هڪڙوئي رستو باقي وڃي بچيو آهي سو هي آهي تہ اهي آنهن ٿورڙن ماڻهن جا اجرتي غلام ٿي زندگي گذارين. هڪ پاسي ڳاڻ ڳڻيا ٿورڙا سرمائيدار آهن جن وٽ سڀ ڪجهہ آهي ۽ ٻئي پاسي مزدورن جا ميڙ آهن جن وٽ ڪجهہ بہ نہ آهي. هي ٻہ مختلف طبقا آهن جن جو مفاد هڪ ٻئي کان بلڪل ڌار آهي. هي ڪڏهن بہ هڪ ٻئي سان گڏجي نٿا هلي سگهن. مارڪس پيشين گوئي ڪئي هئي تہ صنعتي نظام ۾ اهي طبقاتي ويڇا ويتر وڌندا ويندا ۽ مزدور

۽ سرمائيدار ٻن مخالف ڪيمپن ۾ شامل ٿيندا ويندا. هن چيو هو ته موجوده جمهوري نظام ۾ قوم يا وطن جو نالو وٺي اميرن ۽ غريبن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش بورژوا جو هڪ دولاب آهي جنهن ۾ پرولتاري طبقي لاءِ ڪوبه فائدو نه آهي. ”قوم ته هڪ اهڙو هٿيار آهي جنهن جي مدد سان هڪ طبقو ٻئي تي ظلم ڪري ٿو. خواه اهو ڪنهن جمهوري حڪومت ۾ هجي يا ڪنهن قديم بادشاهي حڪومت ۾ (۱)“ مارڪس کي پڪ هئي ته قوم ۽ وطن جي نالي ۾ مزدور طبقي کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جو فريب جلد ئي ختم ٿي ويندو ۽ سڀ مزدور گڏجي هڪ ٿي ويندا.

فريڊرڪ اينجلز اڻويهين صدي جي آخر ۾ اعلان ڪيو هو ته ”اڄ سڀني ملڪن جا مزدور متحد ٿي چڪا آهن.(۲)“ ان زماني ۾ مارڪسي مفڪرن جو خيال هو ته جيڪڏهن ڪا عالمگير جنگ لڳي ته ساري دنيا جا مزدور هڪ ئي وقت ۾ پنهنجن پنهنجن ملڪن اندر سرمائيدار حڪومتن جي خلاف بغاوت ڪندا ۽ اهڙي طرح روءِ زمين تان هميشه لاءِ سرمائيداري نظام جو خاتمو ٿي ويندو. پر ٿيو ائين جو جڏهن پهرئين عالمگير جنگ لڳي ته سڀني ملڪن جي مزدورن پنهنجا مارڪسي نظريا ترڪ ڪري حڪومتي طبقي جو ساٿ ڏنو. طبقاتي مفاد جي بدران قومي مفاد کين وڌيڪ بهتر لڳو ۽ انهن پنهنجن ملڪن ۾ سامراجين سان گڏجي ٻين ملڪن جي مزدورن سان جنگ جوٽي. ان جنگ کان ٿورو عرصو اڳ ٻئي انٽرنيشنل

---

(۱) پرنسپلس اينڊ پريڪٽسز آف ڪميونزم صفحو ۴

(۲) ميني فيسٽو جي جرمن ايڊيشن ۱۸۹۰ع ۾ اينجلز جو لکيل ديباچو صفحو ۳۴.

ڪانگريس(۱) جو اجلاس باسل (سوئزرلينڊ) ۾ ٿيو هو، جنهن ۾ ساري دنيا جي ملڪن مان مزدورن جا نمائندا اچي گڏ ٿيا هئا، انهن اتي ”جنگ جي خلاف جنگ“ جو اعلان ڪيو هو. انهن پنهنجي وطن ۾ قائم سامراجي حڪومتن کي ڌمڪي ڏني هئي ته جيڪڏهن انهن جنگ شروع ڪئي ته هو بغاوت ڪندا. پر جڏهن واقعي لڙائي لڳي ته انهن پنهنجون سموريون تجويزون هڪ پاسي رکي ڇڏيون ۽ مزدورن جي اڳيان هڪ نئون نعرو پيش ڪيو— ”وطن لاءِ جنگ“، اهڙو وطن جيڪو مارڪسي منطق سان بلڪل نهڪندڙ نه هو، البته سامراجين جو وطن ضرور هو.

”نعرن جي اهڙي طرح بدلجڻ سان ڪروڙين مزدور موت جي منهن ۾ وڃي پيا.“ ان واقعي جو ذڪر ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي ڇهين ڪانگريس (سنه ۱۹۱۸ع) واري قرارداد ۾ هيٺين لفظن ۾ ڪيو ويو آهي:

”سنه ۱۹۱۴ع واري جنگ ۾ سوشلسٽن جي بين‌الاقوامي انجمن (ٻئي انٽرنيشنل) کي نهايت شرمناڪ نموني ختم ڪري ڇڏيو ويو. انجمن جي ليڊرن مارڪس ۽ اينجلز جي ڏنل ’ڪميونسٽ مينيفيسٽو‘ جي ابتڙ رستو اختيار ڪيو، جنهن ۾ ٻڌايو ويو هو ته سرمائيداري نظام ۾ پرولتاري طبقي جو ڪوبه وطن نه هوندو آهي. اسٽٽ گارٽ (Stutt Gart) ۽ باسل (Basle) وارين ڪانگريسن ۾ جيڪي جنگ جي خلاف تجويزون منظور ڪيون ويون هيون تن جي مخالفت ڪئي وئي. ڪن

---

(۱) مزدور طبقي جي بين‌الاقوامي جماعت سنه ۱۸۸۹ع ۾ قائم ٿي. سٽالن لکي ٿو ته ”هڪ طرف مارڪس ۽ اينجلز، ۽ ٻئي طرف لينن جي وچ ۾ هڪ دور گذري چڪو آهي جنهن ۾ ٻئي انٽرنيشنل جو زبردست اثر موجود رهيو آهي.“ (پرابلمز آف لينن ازم ص ۱۴)

ٿورڙن کان سواءِ ٻين سڀني ملڪن جي مزدور ليڊرن جنگي قرضن جي تائيد ڪئي. سامراجي مادرِوطن (اهڙي حڪومت جنهن تي سرمائيدارن جو قبضو هجي) جي حفاظت لاءِ هٿيار کڻڻ جي تائيد ڪئي ۽ سامراجي جنگ جي مخالفت ڪرڻ جي بدران ان جنگ ۾ پاڻ وفادار سپاهي ٿي وڙهيا. مختلف ملڪن ۾ ان وقت انقلاب کي چچريو ويو ته انهن ان ڪم ۾ وڌيڪ مدد ڪئي، هنگري ۾ قائم ٿيل ڪامياب پرولتاري انقلاب سان نهايت شرمناڪ غداري ڪئي وئي، مجلس جميعت اقوام ۾ شريڪ ٿيا ۽ غلام ملڪن جي خلاف پنهنجين سامراجي حڪومتن سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺا. انهن، سامراجي فوجي قانون پاس ڪرايا ۽ مزدورن طرفان هڙتال جي مخالفت ڪئي. اهي سرمائيدارن جا پٺو ۽ غلام بڻجي پيا."

اهڙن واقعن مارڪس جي تجزئي کي بنهه بي معنيٰ ۽ واهيو بڻائي ڇڏيو. دنيا جا مزدور ساري دنيا جي سرمائيدارن جي خلاف متحد محاذ بڻائڻ جي بدران هر ملڪ ۾ پنهنجن سرمائيدارن سان ساٿ ڏيڻ لڳا. ان جو صاف مطلب اهو ٿيو ته اقتصادي لاڙن تي تاريخ جي لازمي سفر جو جيڪو نظريو پيش ڪيو ويو هو سو صحيح نه هو. اهو حال ڏسي مارڪسوادين پنهنجي نظرئي کي بچائڻ لاءِ يڪدم اعلان ڪيو ته ويهين صدي شروع ٿيندي ئي سرمائيداري نظام ۾ ڪي خاص تبديليون آيون آهن. لينن پنهنجي مشهور ڪتاب "امپيريئلزم" ۾ ڪافي انگ اکر ڏنا آهن ۽ معلومات گڏ ڪري ثابت ڪيو اٿس ته هن وقت سرمائيداري نظام جو "سامراجي دور" آهي جيڪو سنه ١٩٠٠ع جي لڳ ڀڳ وقت کان شروع ٿيو آهي. هن 'سامراجي دور' جون ڪافي خاصيتون ڳڻايون آهن جن مان هڪ هيءَ به آهي ته هاڻي صنعتي سرمائيداري وڌيڪ وسيع ٿي هڪڙي جي دور ۾ داخل ٿي ويئي آهي. اهڙي طرح سرمائيدارن جو نفعو تمام گهڻو وڌي ويو آهي جنهنجو اثر مزدور تحريڪ تي

به پيو آهي، جن وٽ مارڪس جي لفظن ۾ "پنهنجين هٿڪڙين ۽ پيڙين" وڃائڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه هو. اهي مزدور هاڻي اڳي کان وڌيڪ خوشحال ٿي ويا آهن. مارڪس، انگليند ۾ سرمائيداري نظام جي تشريح ڪندي هڪ هنڌ لکيو آهي ته انگليند اهو پهريون ملڪ آهي جنهن ۾ مشينن ذريعي ٺهيل شيون دنيا جي ٻين حصن ۾ پهچايون آهن ۽ اهڙي طرح جيڪو نفعو ٿيو آهي تنهن مان مزدورن کي به حصو مليو آهي. ائين به ٿيو آهي ته ڪن ماهر مزدورن ۽ سوٽي ڪپڙي جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جو معيار زندگي ٻين ملڪن جي مزدورن کان گهڻو وڌي ويو آهي ۽ هاڻي هي ماڻهو پنهنجو پاڻ کي سرمائيدارن جي ڦرلٽ سان وابسته ڪرڻ لڳا. لينن ٻڌائي ٿو ته اها صورتحال هر ان سرمائيدار ملڪ ۾ ظاهر ٿيندي آهي جيڪو سامراجي دور ۾ داخل ٿيندو آهي ۽ اتي جا مزدور خوشحال ٿي ويندا آهن (خاص طور تي انهن جا ليڊر) ۽ پوءِ اهي موقع پرست به ٿي پوندا آهن يعني ته موقعو ماندي ڏي اهي پاڻ پنهنجي طبقي جا عيوضي بنجي رمل مالڪن سان ناهه ڪري ڇڏيندا آهن."

ڏسو ته سهي ڪهڙي نه عجيب تاويل ڪئي ويئي آهي ۽ جنهن سان تاريخ جي مادي نظرئي جي صفائي پيش ڪئي ويئي آهي ۽ سرمائيداري نظام جي خلاف طبقاتي جنگ جاري رکڻ لاءِ بهانا پيش ڪيا ويا آهن. هڪ پاسي ته مارڪسزم دعويٰ ڪري ٿو ته سرمائيداري نظام تاريخ جي اقتصادي سفر ۾ هڪ مخصوص منزل آهي جنهن جي ترقي سان محنت ۽ سرمائي جو تضاد وڌيڪ وڌي ٿو؛ ۽ ٻئي پاسي اها به دعويٰ ڪري ٿو ته ساڳئي عمل جي ڪري اهو تضاد گهٽجي وڃي ٿو. جڏهن سج ايرڻ کان پوءِ ڪڏهن ته ڏينهن ٿئي ٿو ۽ ڪڏهن وري رات جي اونداهه ۾ ماڳهين واڌارو ٿئي ٿو. بهرحال مارڪسوادين جي طرفان مارڪسزم جي تضادن کي ختم ڪرڻ جي

ڪوشش ڪندي آئيندو ان ۾ بين تضادن جو اضافو ڪيو ويو آهي. ۽ اهوئي لينن جو وڏي ۾ وڏو فڪري ڪارنامون آهي جنهن ڪي مارڪسي تعليمات سان جٽ ڪرڻ لاءِ ”مارڪسزم-لينزم“ جو اصطلاح ٺاهيو ويو ۽ چيو ويو ته ”لينن ازم؛ مارڪسزم ڪان ڌار ڪا شئي نه آهي بلڪ مارڪسزم جي هڪ سڌريل شڪل آهي.“ پر هڪ ڪميونسٽ مصنف سچي ڳالهه به لکي آهي ته:-

”لينن ازم کي سچ پچ دراصل مارڪسزم جو انڪار ڪرڻ آهي.“

روزايڪسمبرگ اهڙا واقعا ڏسي ڪاوڙجي چيو هو ته:-

”روسي ڪميونسٽ دعوى ڪن ٿا ته انهن سوشلسٽ خيالن جي ذخيري ۾ نت نين سچائين جو اضافو ڪيو آهي؛ پر اهي نيون سچائيون دراصل اهي غلطيون آهن، جيڪي انهن کي روس ۾ ڪن حالتن ڪان مجبور ٿي ڪرڻيون پيون هيون.“

لينن جي ڪيل تاويل ۾ ان اوڻائي کي جيڪڏهن نظرانداز به ڪري ڇڏجي، ته به اها تاويل مارڪس جي خلاف آهي. اها ته حقيقت ۾ اشتراڪي فلاسافي جي پاڙ پٽيندڙ ۽ ان کي بنياد ڪان ئي ڊاهيندڙ آهي. مارڪس اڳوڻن مڙني قانونن کي هيڻن چئي رد ڪري ڇڏيو هو ته ڪوبه قانون ڪڏهن به اهڙو نٿو ٿي سگهي جيڪو هر زماني ۾ ۽ هر قسم جي حالتن لاءِ صحيح هجي. هو لکي ٿو ته، ”انساني سوسائٽي ۾ جڏهن به اهڙن غير سائنٽيفڪ خيالن کان ڪم ورتو ويندو آهي تڏهن هميشه تباهي ايندي آهي.“

چو ته ”هر قسم جا عقيدا هڪ خاص زماني ۾ انوقت جي طبقي وار زندگي جو عڪس هوندا آهن ۽ پوءِ جي زماني ۾ جڏهن زندگي جو اڳوڻو طريقو بدلجي ويندو آهي ته عقيدا به

بيڪار ٿي ويندا آهن، اقتصادي ترقي جي راهه ۾ رڪاوٽ بنجي پوندا آهن.“ مارڪسزم بابت دعويٰ ڪئي ويئي هئي ته اِن انسانذات کي قوم پرستي ۽ پراڻن عقيدن کان هميشه لاءِ نجات ڏياري آهي. اِن ڪائنات جو تجزيو ڪري نه رڳو موجوده زماني جي مڪمل ۽ صحيح تصوير پيش ڪئي آهي پر مستقبل لاءِ به هڪ پروگرام ڏنو آهي. پر افسوس جو بعد جي تجربن مٿين دعويٰ کي غلط ثابت ڪري ڏيکاريو. مارڪس جن حالتن کي ڏسي انسانيت جي مسئلي تي غور ڪيو هو سي سورهو حالتون ئي بدلجي ويون. سرمائيداري نظام، سامراجي نظام جي مرحلي ۾ داخل ٿي ويو ۽ مل مالڪن جي خلاف مزدورن واري ناقابل صلح ڪشمڪش قري موافقت ۽ نباهه ۾ تبديل ٿي ويئي. اهڙي طرح جڏهن حالتون بدلجي ويون ته مارڪس جي پنهنجي فلاسافي مطابق سندس پڌايل حل به بي معنيٰ ٿي پيو، ڇو ته اهو به ته گذريل حالتن ۾ رهندي سوچيو ويو هو.

هن نئين صورتحال ۾ مارڪسوادين جون پنهنجيون تنقيدون جيڪي هنن اڳوڻن فلاسافرن تي انهن کي غلط ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيون هيون سي تنقيدون خود مارڪسزم مٿان نهڪي اچن ٿيون. پر مارڪسوادي حقيقت کي مڃڻ لاءِ تيار نه هئا، ڇو ته اشتراڪي پيغمبر جو پڌايل حل به ڪڏهن بيڪار ٿي سگهي ٿو. اهڙن سيني تضادن کي ختم ڪرڻ لاءِ انهن، دوستن برجستي هڪ نئين تاويل ايجاد ڪري ورتي. هنن چيو ته:

> ”سوسائٽي جي ارتقاءَ جو سائنٽيفڪ نظريو به، ٻين سيني سائنٽيفڪ علمن وانگر تجربن، تاريخي حقيقتن ۽ چوگرد پکڙيل دنيا تي مدار رکي ٿو. تنهنڪري مارڪسزم آخري ۽ مڪمل نظريو نه آهي. جيئن جيئن تاريخ ترقي ڪندي رهندي، تيئن انسان کي به وڌيڪ تجربا حاصل ٿيندا رهندا. ساڳئي طرح مارڪسزم به

همیشہ ترقي ڪندو رهندو ۽ جيڪي نيون حقيقتون سامهون ايندیون تن تي اهو لاڳو ٿيندو رهندو."(١)

بين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته جيئن علم ڪيميا يا علم طب آهي، بلڪل تيئن انساني سماج به هڪ سائنس آهي. علم ڪيميا، علم طبيعات، طبعي سائنسون آهن؛ علم حيوانات ۽ علم طب حياتياتي سائنسون آهن. ساڳئي طرح مارڪسزم هڪ معاشرتي سائنس آهي. جيئن بين علمن ۾ انسان پنهنجن تجربن ۽ مشاهدن وسيلي نيون نيون تحقيقون دريافت ڪندو رهندو آهي ان ۾ واڌارو ۽ سڌارو آڻيندو رهندو آهي تيئن سماج جي باري ۾ مارڪس جو فلسفو به حالتن ۽ تجربن پٽاندر ترقي ڪندو رهندو آهي.

مٿئين وجه پيش ڪري مارڪسوادي صاحب خوش آهن ته انهن آئنده هميشه لاءِ پنهنجيون مشڪلاتون حل ڪري ڇڏيون آهن. پر سوال هي آهي ته جيڪڏهن انسانيت جو علم به بين طبيعي علمن وانگر هڪ علم آهي جيڪو هميشه تجربن ۽ مشاهدن جي نتيجي تبديل ٿيندو رهي ٿو ته پوءِ توهان طبقاتي جنگ ۽ ذاتي ملڪيت جي خاتمي وارو حل جيڪو اڻويهين صدي ۾ سوچيو ويو هو، سو آخر ڪهڙي دليل سان ويهين صدي جي انسانن مٿان ٺاڦڻ چاهيو ٿا؟ توهان اهو به مڃيو ٿا ته انساني مسئلو، هڪ اهڙو منجهيل مسئلو آهي جنهن کي مڪمل طرح انسان اڃا تائين به سمجهي ڪين سگهيو آهي. پوءِ پلا هڪ انسان کي ٻئي انسان سان ويڙهائڻ ۽ ماڻهن کي سندن ملڪيت کان محروم ڪرڻ جو انتهائي قدم کڻڻ توهان آخر ڪهڙي علم يقين جي ڪري ضروري سمجهو ٿا؟ ڇا اهو ممڪن ناهي ته جنهن شئي کي توهان حل ڪونيو ٿا، سا توهان جي غلطي هجي جيڪا اڳپوري مطالعي ۽ غلط

(١) ايمل برنسن صفحو ١

معلومات جي ڪري ذهن ۾ آئي هجي. پلا ماضي جي غلطي
کي مستقبل تي مڙهڻ لاءِ توهان وٽ آخر ڪهڙو دليل آهي.
جڏهن نه توهان پاڻ تسليم ڪري رهيا آهيو ته انسانيت جو
حقيقي علم ۽ ان لاءِ ابدي قانون اڃا تائين دريافت نه ڪيو
ويو آهي ۽ انسان پنهنجي تجربي ۽ مطالعي جي روشني ۾
سڌاري ڌانهن هميشه اڳتي وڌندو رهندو. انهيءَ صورتحال ۾
اهو ته توهان لاءِ جائز آهي ته توهان ليبارٽرين ۽ ڪتب خانن
۾ ويهي نور نچوڙيو ۽ رت ولوڙيو ته جيئن اهو آخري علم
توهان کي هٿ اچي ۽ ان لاءِ ڪوششون به هردم جاري رکڻ
گهرجن. پر توهان کي اهو حق هرگز نه آهي ته تحقيق جي
دوران جيڪا اڻپوري معلومات توهان کي حاصل ٿي آهي تنهن
جي مدار تي توهان انساني زندگي ۾ اهڙا وحشتناڪ تجربا
شروع ڪري ڏيو. ڇا انسانيت به ڪو لاش آهي جنهن کي
ميڊيڪل جي شاگردن جي حوالي ڪري ڇڏجي ته جيئن هو تجربن
لاءِ ان کي ڇري ڦاڙي چيهون چيهون ڪري ڇڏين؟

اشتراڪي لٽريچر اول کان آخر تائين اهڙن قسمن جي
تضادن سان پريو پيو آهي. مارڪسي مفڪر پنهنجي نظرئي کي
ثابت ڪرڻ لاءِ پهرئين هڪ دعويٰ ڪن ٿا، اڳتي هلي جڏهن
حقيقتون ان جي ابتڙ ڏسڻ ۾ اينديون اٿن ته وري ضد ۽
نٺرپائي سان يڪدم ٻي دعويٰ ڪن ٿا جيڪا پهرئين دعويٰ
جي بلڪل ابتڙ هوندي آهي. هن ڪتاب ۾ آئون توهان کي
اهوئي ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته مارڪسزم جون نظرياتي بنيادون
ڪيتري قدر نه ڪمزور آهن ۽ ڪيئن نه اهي پنهنجو پاڻ رد
ڏيئي رهيون آهن.

## تاريخي ماديت جو فريب.

اشتراڪي لٽريچر ۾ جتي جتي ماضي ۽ حال جي سماج
جو تجزيو ڪيو ويو آهي، تن کي ڏسڻ سان ائين محسوس

تڏهن ٿو چئي انسان، ڪٿي ڪان به وڌيڪ خود غرض ۽ بگهڙ ڪان به وڌيڪ خونخوار آهي. جڏهن هنڪي واپاري يا صنعتڪار بڻجڻ جو موقعو ملي ٿو ته هو بنا ويرم جي پين ڪي ڦرڻ شروع ڪري ڇڏي ٿو. اقتدار ملڻ ٿو ته پاڻ جهڙن انسانن کي غلام بنائي ٿو. هن ڪي سرمائيدارن يا وقت جي حاڪمن طرفان نفعي ملڻ جي لالچ ڏجي ٿي ته هو فقط ذاتي فائدن خاطر هزارن انسانن سان غداري ڪندي به شرم محسوس نٿو ڪري.

مطلب ته قوت ۽ مال ملڪيت جو ٿورو حصو به هڪ انسان کي بگاڙڻ لاءِ ڪافي آهي. هن نظرئي مطابق ساري انساني تاريخ ڦرلٽ سان ڀريل تاريخ آهي. هن جي نظر ۾ دنيا ڪتن جي هڪ وڏي ڇنڊ آهي جتي معاشي مفادن خاطر ۽ مادي خوشحالي حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ انسان کسڻ ڪٽڻ ڦرڻ مارڻ ۾ لڳا پيا آهن. وڏن وڏن پيغمبرن ۽ مصلحن ڪان وٺي عوامي ماڻهن تائين هرهڪ جي نظر فقط پنهنجي پيٽ ڀرڻ تي آهي. جنهن ڪي جتي وجهه ٿو لڳي سو ڦري ماري ٿو. ڪنگال ڪوشش ڪري ٿو ته آئون به لٽيرن جي قطار ۾ جلد شامل ٿيان. مارڪس جي چوڻ مطابق انسانن مان ڪو شخص جيڪڏهن مذهب يا اخلاق جي ڳالهه ڇوري ٿو ته رڳو ان ڪري ته جيئن سندس مڪاري ۽ دولابن تي ڍڪ پيل هجي. هو جيڪڏهن قانون بنائي ٿو ته سندس مقصد فقط اهو هوندو آهي ته جيئن پنهنجي ڦرمار لاءِ قانوني حمايت حاصل ڪري سگهي. جيڪڏهن هو فلاسافي جو سبق پڙهائي ٿو ته به فقط ان لاءِ ته پنهنجن ظلمن لاءِ دليل بازي ڪري سگهي. تانجو جيڪڏهن هو شادي به ڪري ٿو ته فقط ان لاءِ ته سندس ناجائز طريقن سان ميڙيل دولت جي سنڀال لاءِ پنهنجي پوين کان ڪو وارث ڇڏي وڃي. اِهي سمورا ڪم فقط سرمائيدار نٿا ڪن؛ جيڪي اشتراڪي شريعت ۾ سڀ ڪان وڏا ڏوهاري آهن، پر غريب طبقي

سان تعلق رکندڙ ماڻھن جو حال بہ ساڳيوئي آھي. اھوئي سبب آھي جو مزدورن کي جيڪڏھن سندن ڪارخاني جي مالڪن کان ڪنھن نفعي ملڻ جي اميد پيدا ٿئي ٿي تہ ھو پنھنجو پاڻ کي سرمائيدارن واري ڦرلٽ جي عمل سان وابستہ ڪرڻ لڳن ٿا. جيئن مارڪس، انگلينڊ بابت لکيو آھي. اھڙي طرح ننڍين ھارين جي انجمن امداد باھمي بابت مارڪس لکي ٿو تہ ”اھا خوشحال ھارين لاءِ تہ ڪافي ڪجھہ ڪري ٿي پر غريب ھارين لاءِ، جيڪي تمام گھڻي تعداد ۾ آھن ڪجھہ بہ نٿي ڪري؛ اھي انجمنون پاڻ بہ مزدورن کي تاريخ تي رکي ڪمرائين ٿيون ۽ سندن استحصال ڪنديون رھن ٿيون.“(١)

اشتراڪي لٽريچر گڏريل تاريخ بابت اھڙي قسم جي بيانن سان پريو پيو آھي. مارڪسي لٽريچر جو پيو حصو اُھو آھي جنھن ۾ اُن خيالي سماج جو نقشو پيش ڪيو ويو آھي جيڪو اشتراڪيت جي دعويٰ مطابق ھُو مستقبل ۾ تعمير ڪرڻ چاھين ٿا يا ٻين لفظن ۾ چئجي تہ مارڪسي تشريح مطابق اُھو معاشرو مستقبل ۾ اچڻ وارو آھي. ھي سماج مارڪس جي چوڻ مطابق آھو سماج آھي جتي ملڪيت رکڻ جي قانون کي بلڪل ختم ڪيو ويندو ۽ دولت حاصل ڪرڻ جا سمورا وسيلا رياست جي حوالي ڪيا ويندا. اشتراڪين جي ان نظرئي کي ھڪڙي جملي ۾ ھيئن بيان ڪري سگھجي ٿو:-
—’ماڻھن جي ذاتي ملڪيتن کي ختم ڪري اھي مزدور نمائندن جي ھٿن ۾ ڏيڻ ۽ اھڙي طرح مزدورن جي ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪرڻ‘— اشتراڪيت جي دعويٰ مطابق ملڪيتون ختم ٿيڻ کان پوءِ سمورا جھيڙا ختم ٿي ويندا ۽ انسانيت ھميشہ لاءِ بدحالي ۽ جنگ کان نجات حاصل ڪندي. ھن نظام ۾ ماڻھو ايتريقدر تہ بدلجي ويندا جو جن ماڻھن کي شروعات ۾ سياسي

---

(١) ڪارل مارڪس - سليڪٽيڊ ورڪس جلد اول، صفحو ٣٦

۽ اقتصادي معاملن جي ڊڪٽيٽرشپ ڏني ويندي سي ڪجهه عرصي کان پوءِ پاڻهي پنهنجا سڀ اختيار ڇڏي ڏيندا. سماج ۾ سڀ ماڻهو اهڙا ته فرشته صفت ٿي ويندا جو عدالت ۽ پوليس جي ضرورت ئي نه رهندي.

مارڪس گذريل انساني تاريخ جو جيڪو تجزيو ڪيو آهي تنهن جي نتيجي ۾ جيڪڏهن هو اِها صلاح ڏئي ها ته روءِ زمين تان انساني نسل کي ئي ختم ڪري ڇڏيو ۽ ته جيتوڻيڪ اها ڳالهه ڪيتري به غلط آهي ته به اسين ڇئي سگهون ها ته مارڪس پنهنجي تجزئي کان پوءِ جنهن نتيجي تي پهتو، تنهن کي هن سچائي سان پيش ڪيو آهي. پر جڏهن هو چوي ٿو ته پيداواري وسيلا عام ماڻهن کان کسي حڪومت جي قبضي ۾ ڏنا وڃن؛ ته پوءِ هو ايڏو ته وڏو تضاد پيش ڪري ٿو جنهنجي اميد ڪنهن عقلمند ماڻهو کان هرگز نٿي ڪري سگهجي. هڪ پاسي ته هو چوي ٿو ته ڪنهن به سماج ۾ زمينون، ڪارخانا، مشينون ۽ ٻيا پيداواري وسيلا جن ماڻهن وٽ هوندا آهن، سارو سماج انهن جو غلام ٿي ويندو آهي. پر جڏهن هو انهن شين کي عام سرمائيدارن کان کسي ”مزدور ڊڪٽيٽرن“ جي حوالي ڪري ٿو ته هن جي خيال ۾ سڀ برايون ختم ٿي وڃن ٿيون، ۽ انسانيت هميشه لاءِ سياسي، معاشي ۽ تمدني غلامي مان ڇٽيو وڃي. ڇو ته هيءَ هڪ اهڙي تلوار آهي جيڪا جڏهن ذاتي قبضي ۾ هوندي آهي ته تيز وڍيندڙ هوندي آهي پر جڏهن سماجي نمائندن جي هٿن ۾ ڏبي آهي ته منڊي ٿي ويندي آهي.

سوال هي آهي ته جن پيداواري وسيلن کي هٿ ڪرڻ ڪانپوءِ ڪن ٿورڙن سرمائيدارن جو حال اهو ٿو ٿئي؛ ته پوءِ اهي ساڳيا پيداواري وسيلا انهن ٿورڙن ڪامريڊن جي هٿن ۾ ايندا تڏهن انهن جو حال آخر مختلف ڪيئن ٿيندو؟ مارڪسي نظرئي مطابق قديم ترين انساني سماج، اشتراڪي سماج هو

جنهن ۾ ڦرلٽ ۽ ظلم نه هو. پر انهن مان ڪن ماڻهن وٽ جڏهن ٻين کان وڌيڪ وسيلا گڏ ٿي ويا ته اهي ظالم ۽ ڦورو ٿي پيا، پوءِ پلا موجوده زماني جي سوشلسٽ سماج ۾ ماڻهن کي جڏهن اڳي کان تمام گهڻا وسيلا هٿ ايندا ته پوءِ آخر اهي ظالم ۽ ڦورو ڇو نه ٿي پوندا؟

هي هڪ عظيم تضاد آهي جنهن کي دور ڪرڻ لاءِ مارڪس پنهنجي ”تاريخي ماديت“ واري نظرئي کان مدد ورتي ٿو. مارڪسي فلسفو، جيڪو هن ڪائنات ۽ انسان جي تشريح لاءِ مرتب ڪيو هو سو نه رڳو ڪائنات ۽ انسان جي تشريح ڪري ٿو پر اڳتي وڌي هن جي پيش ڪيل حل کي به صحيح ثابت ڪري ٿو، جيڪو هن انساني زندگي لاءِ پيش ڪيو هو؛ اهو فلسفو سماجي آپريشن بابت انهن سخت ڪاروائين جي به توجيه پيش ڪري ٿو جيڪي مارڪس ٻڌايون آهن. اسين هاڻي مارڪسي فلسفي جو انهي نقطهٔ نظر کان مطالعو ڪرڻ چاهيون ٿا.

ڊارون جي نظرئي مطابق هيءَ دنيا ڪنهن زماني ۾ هڪ بي جان مادو هئي. پوءِ جاندار مادو پيدا ٿيو ۽ ارتقاء ڪرڻ لڳو، جنهن جي ڪري نباتات ۽ حيوانات وجود ۾ آيا. اڳتي هلي انهن ۾ سوچڻ سمجهڻ جي صلاحيت پيدا ٿي. حيوانن ۾ ارتقاء جي آخري ڪڙي انسان آهي، ان جي معنيٰ اها ٿي ته شعور کان اڳ مادو موجود هو. يعني مادو پهرئين پيدا ٿيو ۽ ان ۾ شعور پوءِ آيو. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته شعور مادي کي پيدا نٿو ڪري پر مادي ۾ ارتقاء جي دوران هڪ خاص دور ۾ پاڻمرادو شعور اچي وڃي ٿو.

مارڪس مٿين ڊارويني مفروضي کي انساني سماج جي مطالعي لاءِ استعمال ڪيو ۽ ان کي پوري طرح لاڳو ڪيو. هن 'مادي' جي جاءِ تي 'معاشي حالتن' کي رکيو ۽ دعويٰ ڪيائين ته ”انساني شعور مان سندس هستي وجود ۾ نٿي اچي

۾ سنڌس هستيءَ مان شعور وجود وٺي ٿو."(۱)

ان جي معنيٰ اها ٿي ته ڪو به شخص صحيح يا غلط جيڪو به طريقو اختيار ڪري ٿو، ان جو سبب هي نه هوندو آهي ته هن جي ذهن ۾ ائين ڪرڻ جي اڳ ۾ ئي ڪا خواهش موجود هئي، يا هن ڏار ويهي سوچي طئي ڪري ڇڏيو هو ته هن کي ائين ڪرڻو آهي. دراصل ماڻهوءَ جا سڀئي خيال سندس معاشي زندگي جو عڪس هوندا آهن. جيئن آرسيءَ ۾ اهوئي عڪس ڏسڻ ۾ ايندو آهي جيڪو ان جي سامهون هوندو آهي تيئن ذهن ۾ به اهي ئي خيال پيدا ٿيندا آهن جيڪي معاشي حالتن اندر اڳ ۾ ئي موجود هوندا آهن. هر دور ۾ معاشي پيداوار جا جيڪي به طريقا رائج هوندا آهن ته انهن جي ئي مطابق انسان جون عادتون ۽ اخلاق پيدا ٿيندا آهن ۽ اهي ئي ڪنهن ماڻهوءَ جي چڱي يا بڇڙي روش مقرر ڪندا آهن. ڪائنات جون سڀ شيون سندن چوڌاري پکڙيل حالتن کان متاثر ٿينديون آهن. هر شيءِ تي تپش، موسم، هوا جي دٻاءُ ۽ ٻين ڪيترين شين جو اثر پوي ٿو. ساڳئي طرح انساني سوسائٽي به خارج ۾ پکڙيل مادي ماحول کان اثر وٺي ٿي ۽ ان جي مطابق ئي ڪانه ڪا شڪل اختيار ڪري ٿي. اينگلس ساڳئي ڳالهه کي پنهنجن لفظن ۾ هيئن چيو آهي:

"بورژوا عالمن وٽ جيڪو عمل فقط ٻن جنسن جي وچ ۾ مٽا سٽا لاءِ هوندو آهي، سو مارڪس وٽ انسانن جي هڪ ٻئي سان تعلق کي ظاهر ڪري ٿو."

هن خيال جي مطابق 'عمل' اول ٿئي ٿو ۽ اصول ۽ نظريا پوءِ وجود ۾ اچن ٿا.

اهي عملي طريقا جن جي مدد سان ڪو ماڻهو پنهنجي روزي ڪمائي ٿو، سي هن جي خيالن جا سرچشما هوندا آهن،

---

(۱) "ڪريٽڪ آف پوليٽيڪل ايڪانامي" جي تمهيد.

انهن تي ئي سماجي سياست ۽ تمدن واري عمارت اڏجي ٿي.
هر زماني ۾ جيڪي اصول ۽ نظريا رائج هوندا آهن ۽ جيڪي
ادارا قائم هوندا آهن تن جي حيثيت فقط اها هوندي آهي ته
اهي ان دور جي معاشي زندگي جو عڪس هوندا آهن.

اهڙي طرح مارڪس ان ڳالهه جي به توجيه پيش ڪئي
آهي ته ڇو اڄ تائين اڳوڻا سڀ سماج ــــ ابتدائي سماج کانپوءِ ــــ
ظلم ۽ ڦرلٽ تي ٻڌل هئا؟ ۽ ڇو آئنده قائم ٿيڻ وارو سوشلسٽ
سماج انصاف ۽ همدردي تي ٻڌل هوندو؟

هن ٻڌايو ته انسان ظالم ۽ ڦورو انهيءَ لاءِ نه هو ته
هن جي اندر اڳ ۾ ئي ظالم ٿيڻ جو ارادو موجود هو يا
هن جي دماغ هن کي چيو هو ته تون اهڙو بڻجي وڃ؛ دراصل
ان جي جوابداري انهن معاشي حالتن ۽ پيداواري طريقن تي
آهي جيڪي ان وقت دنيا ۾ جاري هئا.

ماڻهن جي ذهنيت ۽ اخلاق بدلجي سگهي ٿو جيڪڏهن
سندن مادي زندگي کي بدلايو وڃي ۽ انهن طريقن کي بدلايو
وڃي جن جي ذريعي هو پنهنجي روزي حاصل ڪن ٿا. دنيا ۾
هن وقت ملڪيتي نظام رائج آهي، يعني دولت حاصل ڪرڻ
جا وسيلا ماڻهن جي قبضي ۾ آهن. مثال طور:- زمين آهي ته
ان جي شڪل اها آهي ته هرڪو ماڻهو پنهنجي پنهنجي ٻنيءَ
جي ٽڪر تي ڌار ڌار پوکي ٿو. اهو پيداواري طريقو لازمي
طرح غربت پيدا ڪري ٿو، ۽ هڪ ٻئي کان نفرت ۽ خودغرضي
سيکاري ٿو. پنهنجين پنهنجين ٻنين ۾ ڌار ڌار هر ڪيڙڻ جو
مطلب هيءُ آهي ته هرهڪ ماڻهو کي فقط پنهنجي مفاد سان ئي
دلچسپي آهي. هن طريقي کي بدلائي جيڪڏهن گڏيل ٻني
جو سرشتو جاري ڪجي ته پيداوار جو محرڪ انفرادي نفع
جي بدران اجتماعي نفعو ٿيندو. ٻج پوکڻ ۽ هر هلائڻ جو
عمل فقط زمين مان فصل اپائڻ جو عمل نه آهي پر اهو هاري
جي ذهن جي تربيت به ڪري ٿو. انفرادي طور ٻني ڪرڻ

سان ماڻهو رڳو پنهنجي لاءِ ئي ڪم ڪري ٿو، تنهنڪري هيءُ طريقو ماڻهو ۾ انفرادي ذهنيت پيدا ڪري ٿو. هي طريقو پڌائي ٿو ته تون فقط پنهنجي لاءِ زنده رهه. ان جي برخلاف گڏيل پني ڪرڻ جي طريقي ۾ هڪ شخص جو مفاد ٻئي شخص سان ڳنڍجي وڃي ٿو. ماڻهو گڏجي ڪم ڪندا ته فقط پنهنجي ذات لاءِ زنده رهڻ بدران سڀني لاءِ زنده رهڻ سگهندا. ان عمل جي ڪري هارين ۾ اجتماعي ذهنيت پيدا ٿيندي. ۽ هرهڪ هاري ۾ اهو احساس پيدا ٿيندو ته هن جي اڪيلي زندگي سڄي سماج سان ڳنڍيل آهي. اهڙوئي طريقو زندگي ۾ ٻين ضروري شين جي سلسلي ۾ به اختيار ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو مختلف شيون انهيءَ لاءِ ناهي ٿو ته هو پنهنجون ضرورتون پوريون ڪري ته ان ۾ ته ڪو حرج نه آهي، ۽ ان سان ڪابه خرابي پيدا ڪانه ٿيندي. پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو شيون انهيءَ لاءِ ناهي ٿو ته اهي وڪڻي نفعو ڪمائي ته پوءِ ان جي معنيٰ اها ٿي ته اهو ماڻهو ٻئي ماڻهو کي لُٽڻ چاهي ٿو. ۽ اهو شخص ڪم ان لاءِ ڪري ٿو ته جيئن ان ڪم جي وسيلي ٻين جا کيسا خالي ڪري. هاڻي جڏهن ملڪيت رکڻ جي قانون مطابق ڪي ماڻهو گهڻو سرمايو (موڙي) گڏ ڪري وٺندا آهن ته پوءِ اهي وڏا وڏا ڪارخانا کوليندا آهن جن ۾ هزارين ماڻهو ڪم ڪندا آهن. هن مرحلي تي اچي ملڪيتي نظام بيحد شدت اختيار ڪري ٿو ۽ پوءِ اهڙي طرح انساني محنت جي استحصال جو هڪ عظيم سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو. هن پيداواري طريقي جي ڪري، غربت، هڪ ٻئي کان نفرت، طبقاتي ڪشمڪش ۽ آخرڪار انسان ۽ انسان جي وچ ۾ جنگ شروع ٿئي ٿي. اوبرائين (O'BRIEN) چوي ٿو ته:-

”انسان جي اها خواهش ته هو ٻين جي محنت مان فائدو وٺي، انسانيت جو بنيادي گناهه آهي، ٻيا سڀ گناهه

انهيءَ گناهه مان جنم وٺن ٿا.“

هاڻي جيڪڏهن سوسائٽيءَ ۾ گڏيل ملڪيت جا ڪارخانا قائم ڪيا وڃن ته پوءِ اتي ڪم ڪندي سڀني جا جذبات هڪ جهڙا هوندا، ڪوبه مالڪ نه هوندو ۽ نڪي ڪو مزدور. هر شخص ائين سمجهندو ته هو هڪ وڏي ڪٽنب جو ميمبر آهي. نفعي مان هرهڪ کي پنهنجي محنت آهر پورو حصو ملندو ۽ پاڻ ۾ نفرت يا ننڍ وڏائي جي خيال پيدا ٿيڻ جو امڪان هميشه لاءِ ختم ٿي ويندو. انهي ڪري اشتراڪين جي دعويٰ آهي ته انسان ۾ سڀ اخلاقي خرابيون سندس معاشي ماحول جي خرابين مان پيدا ٿين ٿيون. جيڪڏهن معيشت جو نظام درست ڪري ڇڏجي ته ان جي ماتحت رهندڙ انسان به سڀني اخلاقي بيمارين کان پاڪ ٿي ويندا.

اسٽالن لکي ٿو:

”معاشي ترقي مزدور طبقي کي سماجي انقلاب جي ويجهو آڻيندي ۽ آخرڪار مزدور طبقي کي مجبور ڪندي ته هو سرمائيداري نظرين سان سڀ ناتا ٽوڙي ڇڏي.“

هي آهي اهو نظريو جنهنجي وسيلي مارڪس پنهنجي ”اجتماعي ملڪيت“ واري حل کي صحيح ثابت ڪري ٿو ۽ ان ڳالهه جي توجيهه به پيش ڪري ٿو ته اڳي قرلٽ ڇو هئي ۽ اشتراڪي سماج ۾ ڇو نه هوندي.

هي نظريو انساني ارادي جو بلڪل انڪار ڪري ٿو ۽ ان کي فقط معاشي حالتن جو نتيجو چوي ٿو. هن نظرئي جو مطلب اهو ٿيو ته انسان جي پنهنجي ڪابه هستي نه آهي. جيئن صابڻ جي ڪارخاني ۾ صابڻ جون چڪيون قالبن ۾ ٺهي تيار ٿينديون آهن تيئن انسان به پنهنجي ماحول جي ڪارخاني ۾ ٺهي تيار پيو ٿئي، هن کي ڪابه سوچ سمجهه نه هوندي آهي. هو ڪوبه ڪم سوچي نه ڪندو آهي، پر جيڪو ڪم ڪندو آهي ان مطابق ٿي سوچيندو آهي. مارڪس مٿيون اصول هڪ

سماجي مشڪل کي حل ڪرڻ لاءِ اختيار ڪيو هو؛ پر سوال، پيدا ٿو ٿئي ته ڇا واقعي ائين آهي؟ ڇا انساني فڪر، معاشي حالتن کان ڌار ڪا شئي نه آهي؟ جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ مارڪس لاءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿيو ته هو پنهنجي وقت ۽ ماحول جي معاشي حالتن جي ابتڙ سوچي سگهيو؟ ڇا هن زمين جي حالتن جو مطالعو چند ٽني چڙهي ڪيو هو؟ مارڪسي نظرئي مطابق ڪو به انسان پنهنجي مادي ماحول کان ڌار يا آزاد ٿي سوچي ڏي نٿو سگهي. پر ساڳئي ساهي ۾ جڏهن هو اها دعوىٰ به ڪري ٿو ته مون موجوده نظام جون غلطيون ڳولهي ڪڍيون آهن ۽ مون وٽ هڪ اهڙو پروگرام به آهي جنهن جي وسيلي ان کي بدلائي ٻيو نئون نظام تعمير ڪري سگهجي ٿو، ته پوءِ مارڪس پنهنجي نظرئي کي پاڻ ئي رد ڪري ٿو. مارڪس هڪ پاسي ته پنهنجو پاڻ کي مصلح جي بدران سائنسدان جي حيثيت ۾ پيش ڪري ٿو، ۽ ٻئي پاسي هيءُ نعرو به هڻي ٿو ته ”دنيا جا مزدورو! هڪ ٿي وڃو.“ اهي لفظ پڪ سان ڪا پيشين گوئي نه آهن پر ماڻهن کي ڪنهن عمل تي اڀارين ٿا. جيڪڏهن مارڪس سمجهي ٿو ته اشتراڪي انقلاب ضرور به ضرور ايندو ته پوءِ هن انقلاب کي برپا ڪرڻ جي تلقين ڇو ڪئي.

هيءُ مارڪسي نظرئي جو ٻيهرو پڌرو تضاد آهي. وات سان ته هڪڙي دعوىٰ ڪئي وئي پر تاريخ ۾ ۽ روزمره زندگي ۾ اهڙا بيشمار واقعا ڏسڻ ۾ اچن ٿا جن جي توجيه (سبب) ان ڪانسواءِ ٻئي ڪري نٿي سگهجي ته انهن کي بلاشڪ انساني ارادي سرانجام ڏنو آهي، جيڪو ماحول کان ٻاهر انساني ذهن ۾ پيدا ٿيو هو. مارڪس اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ته سمورا اخلاقي تصور پنهنجي زماني جي معاشي حالتن جو پاڇولو هوندا آهن، مينهي شين کي بلڪل مادي جو تابع بنائي پيش ڪري ٿو. اهڙي طرح هن کي اها ڳالهه ثابت ڪرڻي هئي ته پيداوار جي

هڪڙن طريقن جي ڪري ماڻهو ظالم ۽ ذاڙيل بنجي ٿو ۽ ٻين
جي ڪري عادل ۽ ايماندار بنجي ٿو. پر جڏهن اها تنقيد
ڪري واندو ٿيو ته مارڪس ۽ ٻين مارڪسوادي صاحبن جي
دل گهريو ته پرولتارين کي ان مقصد لاءِ منظم ڪجي ته جيئن
هو سرمائيدار طبقي کان حڪومت ۽ دولت جي پيدائش جا
وسيلا کسي وٺن؛ تڏهن هنن کي محسوس ٿيو ته اهو عمل
سندن اڳين نظرين جي ابتڙ آهي، ڇو ته سندن نظرئي مطابق
انسان ته فقط زماني جي مادي هٿن ۾ هڪ رانديڪو آهي،
هو ته ان جي برخلاف سوچي به نٿو سگهي سو ڪيئن اٿي
ان جي مقابلي ۾ منظم ٿيندو ۽ پنهنجي ارادي سان موجوده
حالتن کي ڦيرائي ٻيون حالتون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو.
جڏهن ته زماني جي برخلاف ذهن فقط انهن معاشي حالتن ۾ ئي پيدا
ٿي سگهي ٿو جن معاشي حالتن کي زماني جي برخلاف بنايو
ويو هجي. مارڪسي مفڪرن هن مشڪل کي حل ڪرڻ لاءِ
هڪ نئون نظريو تيار ڪيو. فريڊرڪ اينجلز لکي ٿو ته:-

”تاريخ جي مادي تصور مطابق بنيادي طور تي تاريخ
۾ حتمي اهميت فقط سماجي زندگي جي پيداواري عمل کي
حاصل آهي. ان ۾ نه مارڪس ڪڏهن ڪو واڌارو ڪيو هو ۽
نه ئي مون ڪيو آهي. پر جڏهن ڪو شخص ڳالهه کي مروڙي
سروڙي هيءُ مطلب ٿو ڪڍي ته سماج ۾ معاشي عنصر ئي فقط
حتمي عنصر آهي، ته پوءِ هو اسان جي بيان کي هڪ بي معنيٰ
۽ مهمل جملي جي صورت ۾ بدلائي ڇڏي ٿو.

اقتصادي حالتون ته فقط عمارت جو بنياد آهن، پر هن
سماجي عمارت جي ٻين حصي؛ يعني طبقاتي جدوجهد جون
سياسي شڪليون، ۽ ان جا نتيجا، فتحمند طبقي جي ڪامياب
جنگ کانپوءِ حڪومت جي دستور جون شڪليون وغيره، تانجو
لڙندڙ ماڻهن جي ذهن تي انهن لڙائين جا اثر، سياسي، قانوني
۽ فلسفيانا نظريا، مذهبي حالتون وغيره — هي سڀ شيون

تاريخي جدوجهد جي دوران اثرانداز ٿيندا رهندا آهن ۽ اڪثر حالتن ۾ ان جدوجهد جون مختلف شڪليون اختيار ڪرڻ ۾ انهن جو اثر تمام گهڻو ٿيندو آهي.“(١)

هڪ ٻئي هنڌ اينجلز لکي ٿو ته:-

”طبعي علمن ۽ فلسفي ڪڏهن به ان تي غور نه ڪيو آهي ته انسان جون مشغوليون ۽ ڪم سندس فڪري قوتن ۽ خيالن جي طرز تي به ضرور اثر ڪندا آهن. اهي علم انسان کي هڪ پاسي رکن ٿا ۽ فطرت کي ٻئي پاسي. پر فطرت ۾ جيڪي تبديليون انسان پنهنجين ڪوششن سان آڻي ٿو سي انساني فڪر جو لازمي ۽ حقيقي بنياد آهن. جيترقدر انسان خارجي فطرت کي تبديل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي اوترقدر سندس عقلي قوتن وڏيڪ ترقي ڪئي آهي. تاريخ جو طبعي تصور جيڪو ڊريپر يا ٻين سائنسدانن جي تحريرن ۾ ملي ٿو، تنهن جي مطابق رڳو خارجي فطرت انسان تي عمل ڪري ٿي ۽ فقط طبعي حالتون تاريخ جوڙين ٿيون، اهو تصور بلڪل هڪ طرفو آهي. هن تصور ۾ اها ڳالهه وساري ڇڏي وئي آهي ته انسان به فطرت تي عمل ڪري سگهي ٿو، ان تي پنهنجو اثر وجهي سگهي ٿو ۽ ان کي تبديل ڪري زندگي لاءِ نيون حالتون پيدا ڪري سگهي ٿو.“

مشهور ڪميونسٽ مفڪر پالخانوف لکي ٿو ته:-

”مارڪس کي پاڻ کان اڳ جي مادہ پرستن بابت شڪايت هئي ته انهن هن ڳالهه کي ڇو نظرانداز ڪيو ته جيڪڏهن هڪ پاسي انسان پنهنجي ماحول جو خلقيل آهي ته ٻئي پاسي خود ماحول به سندس ڪوششن سان تبديل ٿي سگهي ٿو. مارڪس جي نظرئي مطابق تاريخي واقعن جي دنيا ۾

---

(١) ڪارل مارڪس - سليڪٽيڊ ورڪس، جلد اول صفحو ٣٢١ (ماسڪو ١٩٤٦)

مادیت جو ڪم فقط هي آهي تہ هو اها ڳالهہ واضح ڪري
تہ ڪهڙي طرح ماحول انهن انسانن جي هٿان تبديل ٿي سگهي
ٿو، جيڪي هن جا ئي پيدا ڪيل آهن.*

مٿيون ٻئي ڳالهيون هڪ ٻئي جي بلڪل ابتڙ آهن. ان
جو مثال تہ ائين آهي، جيئن چئجي تہ پٿر بي عقل آهن، پر سوچين
بہ ٿا. سرون رازي جي هٿن ۾ بيوس هونديون آهن پر پنهنجو
پاڻ بہ عمارت ٺاهي سگهن ٿيون. زبان اهوئي ڳالهائي ٿي جيڪو
دماغ هن کي چوي ٿو پر ڪڏهن ڪڏهن زبان، دماغ جي
چئي مان نڪري بہ ويندي آهي ۽ پاڻمرادو بہ تقريرون ڪرڻ
لڳندي آهي.

پر ٺهيو؛ اسان هن مهمل نظرئي کي بہ بنا بحث مباحثي
جي ڪٿي تسليم ڪريون ٿا. هاڻي سوال هي آهي تہ جيڪڏهن
نظريا ۽ تصورات عام حالتن کان ڌار رهي بہ پيدا ٿين ٿا، ۽
پاڻ بہ حالتن تي اثر وجهن ٿا ۽ انهن کي خاص بيهڪ بہ عطا
ڪن ٿا؛ جيڪڏهن انسان پاڻ بہ فطرت تي عمل ڪري ٿو
۽ ساڳئي وقت ان تي اثرانداز بہ ٿئي ٿو ۽ ان کي بدلائي بہ
سگهي ٿو؛ جيڪڏهن هو رڳو ماحول جو مخلوق نہ آهي پر
خالق بہ آهي؛ تہ پوءِ آخر ڪيئن يقين ڪجي تہ ذاتي ملڪيت
منسوخ ٿيڻ کانپوءِ جيڪو معاشي نظام قائم ٿيندو تنهن ۾
جڏهن تہ انسان ماحول کان ڌار رهي بہ سوچي ٿو، ۽
ماحول تي اثرانداز بہ ٿي سگهي ٿو، تہ پوءِ ڇا اهو ممڪن
ناهي تہ، جن ماڻهن جي هٿن ۾، توهين سوشلسٽ رياست جون
واڳون ڏيندا، ۽ جن کي ساري ڏيهہ جي معيشت جو انچارج
بنائيندا، تن جو ذهن مفاد پرستيءَ ۾ مبتلا ٿي وڃي ۽ هو بہ
وجهہ وٺي ساڳيءَ طرح ڦرلٽ شروع ڪري، جيئن جمهوري
ملڪن ۾ عام طرح ڪارخانيدار ۽ سرڪاري عملدار ڪندا
آهن. جڏهن انسان پنهنجي ماحول ۾ موجود مادي حالتن جي

ابتڙ ۾، ڪنهن ٻئي شئي جو ارادو ڪري سگهي ٿو، ته پوءِ سوشلسٽ پيداواري طريقن بابت، ڪيئن يقين ڪجي، ته اهي انساني فڪر ۽ انساني اخلاق کي بدلائي ڇڏيندا؟ انسان ۾ سوچڻ جي صلاحيت کي تسليم ڪرڻ کانپوءِ، تو هان وٽ، آخر ڪهڙو دليل آهي، جنهن تي توهين چئي سگهو، ته سوشلسٽ سماج ۾ انسان ظلم ۽ خودغرضي جون ڳالهيون سوچڻ ئي ڇڏي ڏيندو، ۽ پنهنجين اختيارن کي غلط نموني استعمال نه ڪندو.

## تاريخ جو اٽل سفر:

مارڪسزم مطابق سائنسي اصول يا قانون، — خواه فطري سائنس جا هجن يا سماجي سائنس جا — سڀ خارجي عملن جا عڪس هوندا آهن؛ جيڪي انسان جي مرضي کانسواءِ ئي پنهنجو ڪم ڪندا رهندا آهن. انهن کي انسان نڪي بدلائي سگهي ٿو ۽ نڪي ختم ڪري سگهي ٿو. مثال طور — پاڻي جو اصول آهي ته جڏهن ان کي گرم ڪجي ٿو ته هڪ خاص درجي تي پهچڻ کانپوءِ ان جا جزا يا ماليڪيول هوا ۾ اڏامڻ لڳن ٿا ۽ انهن جي تيز ڦهلاءَ مان اها عظيم طاقت پيدا ٿئي ٿي جنهن کي اسين ٻاڦ سڏيون ٿا. وري جيڪڏهن ان کي ٿڌو ڪجي ٿو ته هڪ خاص نقطي تي پهچي پاڻي ڄمڻ شروع ڪري ٿو ۽ برف جي شڪل اختيار ڪري ٿو. هيءُ هڪ قدرتي قانون آهي جنهن کي معلوم ڪري اسين پنهنجي استعمال هيٺ آڻي سگهون ٿا. پر ان ۾ ڪنهن به قسم جي تبديلي ڪرڻ يا مورڳو قانون کي ئي ختم ڪرڻ اسان جي وس کان ٻاهر آهي. هي فطرت جا اٽل قانون آهن جن ۾ ڪڏهن به ڪو فرق نٿو اچي. ساڳيو حال انسان جي سماجي زندگي جو به آهي؛ ان جا به ڪي قدرتي قانون آهن، جن کي انسان پاڻ سوچي ڪونه بنايو آهي، ۽ نڪي انهن کي ڪو ماڻهو بنائي

سگهي ٿو. اهي پائمرادو قائم آهن ۽ هميشه قائم رهندا. جيئن انسان سج چنڊ جي گرد شي نظام کي بدلائي نٿو سگهي، تيئن هو انهن قانونن کي بہ بدلائي نٿو سگهي. البتہ هو انهن قانونن جو علم حاصل ڪري، انهن کي پنهنجي لاءِ ڪارائتو ۽ مفيد بنائي سگهي ٿو. مارڪس دعوىٰ ڪري ٿو تہ جيئن انسان جي پيدائش، هڪ اهڙي طبعي قانون مطابق ٿئي ٿي، جنهن تي هن کي ڪوبہ اختيار نہ هوندو آهي، تيئن سماج جي بدلجڻ ۽ ارتقا ڪرڻ جا قانون بہ اٽر تاريخي وجود جي حيثيت رکن ٿا. هن ڪان اڳ جيڪي ٿي چڪو آهي؛ سوئي ٿي سگهيو ٿي. ۽ آئنده جيڪي ٿيڻو آهي، سو ضرور ٿي رهندو. انسان پنهنجي ارادي سان ا ن ۾ ڪابہ ڦيرڦار نٿو ڪري سگهي.

ڪارل مارڪس مٿيون نظريو، فقط انهيءَ لاءِ محنت ڪري گهڙيو هو، تہ جيئن هو سرمائيداري نظام جي تاريخي زوال جي پيشين گوئي ڪري سگهي، ۽ مزدور طبقي کي خوشخبري ٻڌائي سگهي تہ تاريخي ارتقاء جي اٽل قانون موجب مزدورن جو عروج لازمي آهي. هن انساني تاريخ کي هڪ اهڙي مقرر ٿيل سفر جي صورت ۾ پيش ڪيو جنهن ۾ سرمائيداري نظام هڪ لازمي مرحلي جي حيثيت سان آيو آهي، ۽ بلڪل انهيءَ طرح لازمي طور تي، ان کانپوءِ پرولتاري نظام بہ اوس ايندو. پر سوال آهي تہ قدرتي سائنس جا قانون تہ مستقل آهن، ۽ هميشه ساڳئي حالت ۾ هوندا آهن. پوءِ جڏهن سموري نيچر هڪ آهي تہ پوءِ جيئن هوا يا پاڻي جي قانونن ۾، زماني جي رفتار سان، ڪابہ تبديلي ڪانہ ٿي اچي، تيئن سماج جا قانون بہ بدلجڻ نہ کپن. انهن کي بہ هميشه ساڳئي حالت ۾ رهڻ گهرجي. اها ڳالهہ مارڪس جي مرضي وٽان نہ هئي، ڇو تہ ان جو مطلب هي هو تہ، جيڪا صورتحال هن وقت موجود آهي سا آئنده بہ موجود هجي، پر هن تہ حالتن کي بدلائڻ گهريو ٿي. هن چاهيو ٿي تہ اڄ جنهن مقام تي سرمائيدار طبقو

آهي، پرولتاري به اتي پهچن. اهڙي طرح ”سرمائيدارن جي زوال ۽ پرولتارين جي عروج“ جي اٽـر اصول کي ثابت ڪرڻ لاءِ هن اها دعويٰ ته ڪري وڌي، پر وري سوال پيدا ٿيو، ته اهو ٿيندو ڪيئن؟ جڏهن ته نيچر جا بيا قانون ڪڏهن به نٿا بدلجن، ته پوءِ انساني سماج ۾ ڪيئن تبديلي آڻي سگهجي ٿي. پوءِ ته، جيئن هڪ انسان هوا ۾ ساهه کڻڻ تي مجبور آهي ۽ ان اصول کي ڦيرائي نٿو سگهجي، تيئن مليڪتي نظام به ڪونه بدلبو ۽ هميشه باقي رهندو؟ هن سوال جي جواب ۾ مارڪس يڪدم ٻي دعويٰ ڪري ڇڏي. هن چيو ته، ”قدرتي قانونن جي برعڪس، سماجي قانون هميشه غير مستقل هوندا آهن. اهي هڪ خاص تاريخي دور تائين ته صحيح ڪم ڪندا آهن، تنهن کانپوءِ خود انهن جي اندران نئين ڪي اهڙا قانون ڦٽي نڪرندا آهن، جيڪي اڳتي انهن جي جاءِ والاريندا آهن. اهي نوان قانون انساني ارادي جي تخليق نه هوندا آهن، پر نين معاشي حالتن جي ڪري پاڻمرادو جنم وٺندا آهن.“ هڪ پاسي ته هو ڪائنات جي وحدت کي نهايت زورشور سان بيان ڪري ٿو ۽ ٻئي پاسي جڏهن اهو ساڳيو نظريو عملي دنيا ۾ سندس خواهشن جي، برخلاف ظاهر ٿئي ٿو، ته هو ان کان صاف نابري واري بيهي ٿو. بهرحال اهڙي طرح گوهيون هٿي بظاهر مارڪس پنهنجين مشڪلاتن کي حل ڪري ڇڏيو هو. پر حقيقت ۾، اهي ڳالهيون ڪري؛ هن پنهنجو پاڻ کي، اڃان به وڌيڪ مشڪلاتن ۾ ڦاسائي وڌو. سوال هي آهي، ته جيڪڏهن سماجي ارتقا جي ان لازمي قانون مطابق، هر دور پنهنجي تضادن (ضدن) کي پيدا ڪري ٿو، جيڪي اڳتي هلي اڳئين دور کي ختم ڪري ڇڏيندا آهن؛ ته پوءِ پلا اشتراڪي سماج سان به ساڳئي ڪار ڇونه ٿيندي؟ ڇا پرولتاري انقلاب اچڻ کان پوءِ سماج جا غير مستقل قانون، مستقل ٿي ويندا، ۽ فطرت ۽ سماج جا اختلاف هميشه لاءِ ختم ٿي ويندا؟ توهان جي ڳالهه

موجب ته، خود اشتراڪي سماج سان به ساڳئي لازمي ڪمزوري
ڇهتي پئي آهي، جيڪا غلام سماج، جاگيرداري سماج يا
سرمائيداري سماج سان به ڇهتل هئي؛ ۽ انهن سماجن جي تبديلي،
توهان جي قول مطابق؛ ظلم جي شڪلين جي تبديلي هئي ۽
نه ظلم جي. پوءِ ڀلا ڪيئن يقين ڪجي، ته اشتراڪيت قائم
ٿيڻ ڪانپوءِ هڪ ”مابعد تاريخ جو دور“ شروع ٿيندو ۽ انوقت
انسانيت مستقل طور تي ڏکن ڏاکڙن ۽ مصيبتن کان ڇوٽڪارو
حاصل ڪري وٺندي؟ اشتراڪي دوست، ان جو جواب هي
ڏين ٿا ته، ’اشتراڪي سماج جيئن ته طبقاتي تضاد کان پاڪ
هوندو، تنهن ڪري ان مان اضداد (ابتڙ) يا متضاد قانون به
ڪين پيدا ٿي سگهندا.‘ پر اهو دليل ته بلڪل نامناسب آهي.
ڇو ته خود مارڪس جي تاريخي نظرئي مطابق، انسان جو
اولين سماج اشتراڪي سماج هو، جنهن ۾ طبقا موجود نه هئا،
پر ان جي ڪُک مان غلام سماج پيدا ٿيو هو. هائي جڏهن
قديم تاريخ ۾ ائين ٿي چڪو آهي، ته پوءِ آئنده ائين ڇو نه
ٿيندو؟ ارتقاء جي نظرئي مطابق زندگي جو سفر هميشه ”ادنيٰ
کان اعليٰ“ ڏانهن هوندو آهي پر ابتدائي اعليٰ ۽ معياري سماج،
پاڻ کان گهٽ ۽ بدتر سماج ڏانهن سفر ڪيئن ۽ ڇو شروع
ڪيو هو؟ جيڪڏهن ان وقت اهو ممڪن هو ته ’خير مان شر‘
ظاهر ٿئي، ته پوءِ آئنده جيڪو سوشلسٽ سماج قائم ٿيندو؛
سو ڇو نه ٿي بدتر سماج ۾ تبديل ٿي نٿو سگهي؟

## طبقاتي نظريو:

مارڪس طبقاتي ماحول ۾ يقين رکي ٿو. هو اهڙن سڀني
نظرين جو مخالف آهي جيڪي طبقن کي ختم ڪري ”عوام“
(يا ”پڪي قوم“) جو تصور پيش ڪن ٿا. لينن چوي ٿو ته،
”غير طبقاتي اشتراڪيت ۽ غير طبقاتي سياست جا سمورا نظريا،
مهمل ۽ بي معنيٰ آهن.“ مارڪس جو مقصد غير طبقاتي سماج

قائم ڪرڻ هو. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته هو ملڪيت رکندڙ طبقن کي ختم ڪري سڀني کي بي ملڪيت بنائڻ چاهي ٿو. ۽ هن جي خيال ۾ اهو ڪم ڪنهن اهڙي جماعت هٿان ٿي سگهي ٿو جنهن پنهنجو پاڻ کي ملڪيت جي گندگي کان پاڪ ڪري ڇڏيو هجي.

"عوام" ۾ نه ملڪيت رکندڙ ۽ ملڪيت نه رکندڙ ٻنهي قسمن جا ماڻهو هوندا آهن. سو اهڙن گاڏڙ قسم جي ماڻهن وسيلي جيڪو انقلاب ايندو، سو هرگز خالص نه هوندو. تنهن ڪري اهڙو انقلاب طبقن کي مور ختم ڪري نه سگهندو، ويتر انهن کي ٻيهر قائم ڪندو. توهان جيڪڏهن ڪا گندگي ڌوئڻ گهرو ٿا، ته ان لاءِ پاڻي به اهڙو صاف هجڻ گهرجي جنهن ۾ ڪا ٻي شيءِ مليل نه هجي. پر اهڙو پاڻي جنهن ۾ خود گندگي گڏيل هجي، سو ڪيئن ٻئي گندگي کي صاف ڪري سگهندو؟

مارڪس کي پنهنجي مقصد لاءِ ڪنهن محروم ۽ ڌتڙيل طبقي جي ضرورت هئي، سو هن کي مزدورن جي شڪل ۾ اهو طبقو ملي ويو. هو چوي ٿو ته، "جديد مشيني صنعت، (٨٠) اهي سيڪڙو انسانن کي ذاتي ملڪيت کان محروم ڪري، ڪين اجوري تي رکيل مزدور بنائي ڇڏيو آهي. اهڙي طرح اهي ملڪيت رکندڙ سرمائيدارن کان، ڌار هڪ ممتاز طبقو بنجي چڪا آهن. هاڻي صورتحال هي آهي ته هڪ طرف ته اهي ماڻهو آهن، جن وٽ سڀ ڪجهه آهي ۽ ٻئي طرف اهي ماڻهو آهن، جن وٽ ڪجهه نه آهي. هيءُ اهو طبقو آهي، جيڪو ڏکيو ٿي، ملڪيتي نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ جنگ لڙي سگهي ٿو، ۽ ان کي توڙ تائين پهچائي سگهي ٿو، ڇو ته هن طبقي کي اهو خطرو نه آهي، ته ملڪيت جي ختم ٿيڻ سان هنن جو پنهنجو به ڪو نقصان ٿي ويندو." مارڪس جا پنهنجا لفظ آهن ته، "جديد پورهيت طبقي وٽ وڃائڻ لاءِ هٿڪڙين ۽ ٻيڙين

ڪانسواءِ، ٻيو ڪجهه نه آهي.“(١) هڪ ڪميونسٽ مفڪر لکي ٿو ته:-

”مارڪس جو سڀ کان وڏو ڪارنامو اهوئي آهي، ته هن مزدور کي سندن اهو فرض، دريافت ڪري ڏنو جيڪو تاريخ هن طبقي جي سپرد ڪيو هو. مارڪس ٻڌايو ته اهوئي طبقو سرمائيداري جي قبر کوٽيندو ۽ سوشلزم جي عمارت اڏيندو. مارڪسزم جو نظريو ٻڌائي ٿو ته محنت ڪندڙ ۽ پنهنجي محنت تان ٻين کي نفعو پهچائيندڙ عوام مان، فقط مزدورن جو طبقوئي اهڙو آهي جيڪو تــوڙ تائين انقلابي آهي. اهو طبقو ذاتي ملڪيت جي ٻنڌڻن کان به ٻنهي آزاد آهي.“

ساڳيو مصنف ٻئي هنڌ لکي ٿو ته:-

”طبقاتي ورڇ تي انهيءَ لاءِ وڏيڪ زور ڏنو وڃي ٿو، ڇو ته مارڪسزم مطابق مزدور طبقو، اڄ ٻ ٻيهي ساهي پڻ وارو نه آهي. هن ۾ اها ڇلولائي ۽ ارادي جي ڪمزوري به ڪانهي، جيڪا وچولي طبقي جي خاص وصف آهي. هن ۾ هر طبقي کان وڏيڪ جوش ۽ جذبو موجود آهي.“

مارڪس جو مٿيون خيال، سماجي ارتقاءَ بابت سندس نظرئي مطابق آهي. هو چوي ٿو ته، سماج جڏهن پنهنجي چوٽيءَ کي رسندو آهي، تڏهن ان جي اندر سندس ضد يا ابتڙ خاصيت پيدا ٿي پوندي آهي، جيڪا اڳتي هلي ان کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي، ۽ پاڻ ان جي جاءِ وٺندي آهي. سرمائيداري هڪ ملڪيتي نظام آهي، جيڪو پنهنجي ترقي جي دوران، ماڻهن جي هڪ وڏي اڪثريت کي، ملڪيت کان محروم ڪري، فقط اجوري تي ڪمائيندڙ مزدور بنائي ڇڏيندو آهي. اهوئي بي ملڪيت مزدور، ملڪيت رکندڙ سرمائيداري جي ڪُک مان جنم وٺي ٿو، ۽ ساڳئي وقت ان جو دشمن پڻ آهي،

---

(١) ڪميونسٽ مينيفيسٽو

جيڪو ڪجهہ وقت ڪانپوءِ سرمائيداري سان ٽڪرائجي ان کي ختم ڪري ڇڏيندو. مارڪس اها ڳالهہ، دراصل يورپ جي ترقي يافتہ صنعتي ملڪن کي نظر ۾ رکي ڪئي هئي. هن جي فلاسافي موجب، ڪميونزم کي سڀ کان اڳ انهن ملڪن ۾ ئي اچڻ گهربو هو، جتي سرمائيداري نظام سڀ کان وڌيڪ ترقي ڪري چڪو هو. ڇو تہ جتي بہ صنعتي نظام گهڻي ترقي ڪندو آهي، اتي ان جو ضد — بي ملڪيت مزدورن جو ٽولو — پيدا ٿيندو آهي، جيڪو ان کي نابود ڪري ڇڏيندو آهي. پر هن جو اهو نظريو غلط ثابت ٿيو، ۽ ڪميونزم سڀ کان اڳ روس ۾ پکڙيو، جيڪو هڪ زراعتي ملڪ هو. اتي مزدورن جي آبادي، عام آبادي کان نسبت ۾ گهٽ هئي ۽ انهيءَ انگ جي ابتڙ هئي، جيڪا مارڪسي نظرئي مطابق، انقلاب آڻڻ لاءِ ڪنهن بہ ملڪ ۾ ضرور هئڻ گهرجي. روس ۾ مزدورن جو ڳاڻيٽو سموري آبادي ۾ هڪ ننڍي جزي مثل هو، ۽ اڪثريت اهڙن ماڻهن جي هئي جيڪي انفرادي طور تي زمين جي ننڍن ننڍن ٽڪرن تي پوک ڪندا هئا؛ جن کي اڳتي هلي لينن "امڪاني سرمائيدار" جو لقب بہ ڏنو هو. اتي اجا اهو طبقاتي تضاد پيدا نہ ٿيو هو، جيڪو اشتراڪي انقلاب جو اصل سبب هوندو آهي. روس اجا پوري طرح صنعتي ملڪ نہ ٿيو هو ۽ اتي گهڻو ڪري ملڪيت رکندڙ جاگيردارن جي مقابلي ۾ ٿوري ٿوري زمين رکندڙ ملڪيت وارا ڀاري هئا. اهڙي طرح روس ۾ اشتراڪي نظام جي وچ ۾ اجا تہ سڄي "هڪڙي دور" جو ويڇو هو. روس اجا جاگيرداري نظام جي پوڇڙ تي ئي هو ۽ مارڪسي فلاسافي موجب، انکي اشتراڪيت تائين پهچڻ لاءِ، سرمائيداري نظام جي وچين منزل لنگهڻ ضروري هئي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ روس ۾ اجا اهي حالتون ئي پيدا ڪين ٿيون هيون، جتي ٻہ متضاد ۽ مخالف طبقا پاڻ ۾ ٽڪرائجن ۽ انقلاب جي واٽ صاف ٿئي.

اهوئي سبب آهي جو 'ٻي انٽرنيشنل' جي اڪثر ميمبرن جي راءِ هئي ته "ڪنهن به ملڪ ۾ مزدور طبقو تيستائين اقتدار حاصل نه ڪري سگهندو ۽ نه ڪي ان کي ائين ڪرڻ کپي، جيستائين ان ملڪ ۾ مزدورن جي اڪثريت نه ٿي وڃي."

ان جي جواب ۾ لينن چيو ته:

"آڏون ميچيان ٿو، ته توهان جي ڳالهه بلڪل صحيح آهي. پر فرض ڪريو ته، هڪ اهڙي تاريخي صورتحال (جنگ يا زراعتي بحران وغيره) پيدا ٿي پيئي آهي، جنهن ۾ مزدور طبقو اقليت ۾ آهي؛ پر اوچتو ان کي موقعو ملي ويو آهي ته، هو ملڪ جي ٻي پورهيت عوام جي وڏي اڪثريت کي، پاڻ سان ملائي اقتدار تي قبضو ڪري سگهي ٿو، ته پوءِ ڀلا هو ائين ڇو نه ڪن."(١)

مٿين توجيه کي جيڪڏهن درست سمجهجي، ته ان جو مطلب اهو ٿيو، ته مارڪسي انقلاب جي حيثيت، تاريخ جي ٻين انقلابن کان ڪنهن به نموني ڌار نه آهي، جن ۾ هڪڙا ظالم حاڪم ڪنهن ٻئي ملڪ جي حڪومت کي ڪمزور ڏسي ان تي ڪاهي قبضو ڄمائي وهندا آهن. تاريخ ۾ اهڙن زوري قبضن جي واقعن کي مارڪسي دوست پاڻ به بورژوا تاريخ سڏيندا آهن. مارڪس، مزدورن جي انقلاب کي عام ملڪگيري ۽ ڦرلٽ واري انقلاب کان ڌار ڪرڻ لاءِ، هي نظريو پيش ڪيو هو، ته انساني تاريخ هڪ لازمي ارتقائي قانون مطابق سفر ڪري رهي آهي. سو غلام سماج مان جاگيرداري سماج ئي پيدا ٿي سگهيو ٿي ۽ جاگيرداري سماج، فقط سرمائيداري سماج کي ئي، پيدا ڪري سگهيو ٿي. اهڙي طرح سرمائيداري سماج مان فقط اشتراڪي سماج ئي پيدا ٿي سگهي ٿو. لينن

(١) مقالن - پرابلمز آف لينن ازم ص ٢٢.

پنهنجي مضمون ”مارڪس جي تعليم“ ۾ لکي ٿو تہ:

مارڪس، موجوده سماج ۾ هلندڙ معاشي حرڪتن جي قانون مان ٿي، اهو نتيجو ڪڍيو هو تہ، سرمائيدار سماج جو اشتراڪي سماج ۾ بدلجي وڃڻ تمام ضروري آهي. محنت نت نين هزارين صورتن ۾، تيزي سان اشتراڪي رنگ اختيار ڪري رهي آهي. مزدور طبقو، جنهن خود سرمائيداري نظام جي هٿن ۾ تربيت ورتي آهي؛ سو ان تبديلي جو ذهني ۽ اخلاقي رهنما آهي ۽ اهوئي ان کي عملي جامو پهرائيندو.“(١)

انقلابن جي عام تاريخ ٻڌائي ٿي تہ، جڏهن بہ ڪنهن ملڪ جي حڪومت ڪمزور ٿي ويئي آهي يا انهي جا مختلف علائقا، پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا دشمن ٿي وڙهڻ لڳا آهن، تہ ان موقعي جو فائدو وٺي، ڪنهن ٻئي ماڻهو پنهنجي فوج سان ان تي چڙهائي ڪري، ساري ملڪ تي قبضو ڪري ورتو آهي ۽ اڳي، جتي سابق ظالمن جي حڪومت هئي اتي هاڻي نون ظالمن جي حڪومت قائم ٿي ويئي آهي. پر مارڪس اشتراڪي انقلاب کي اهڙي قسم جي ملڪ گيري کان ممتاز ڪرڻ لاءِ، هڪ بلڪل نئون تاريخي نظريو قائم ڪيو. هن چيو تہ سماج ۾ انقلاب ڪنهن خارجي ارادي تحت نہ ايندا آهن، پر انهن جي هڪ اندروني منطق آهي، جيڪا انهن کي ارتقاء ڏانهن وٺي وڃي رهي آهي. اڄ سوڌو جيڪي انقلاب آيا سي انصاف تي ٻڌل سماج برپا ڪرڻ ۾ ڪامياب انهي ڪري نہ ٿي سگهيا آهن جو اڄ تائين ڪو اهڙو طبقو پيدا ٿي نہ سگهيو آهي جيڪو انقلاب جي، صحيح نموني رهنمائي ڪري سگهي. پر جديد سرمائيداري نظام؛ بهادر مزدورن جو اهو طبقو پيدا ڪري ڇڏيو آهي جيڪي هاڻي، اها خدمت سرانجام ڏيندا. هي بيباڪ

(١) ڪارل مارڪس، سليڪٽيڊ ورڪس، جلد اول ص ٣٦-٣٧.

مزدورن جو ڏولو ظلم جي اصل سبب ۽ — پيداواري وسيلن جي ذاتي ملڪيت — کان پاڪ آهي. ... ڪري انهن ... ٿي هٿان برپا ٿيندو ۽ اهو انقلاب، خالص ... لاب هوندو.

هي نه رڳو پنهنجو پاڻ کي آز... ڪرائيندا پر ٻين لاءِ به آزادي جي فضا مهيا ڪندا. اهڙي ... طرح مارڪس تاريخي فلسفي جي ذريعي، اها توجيه پيش ... ڪئي ته گذريل انقلابن جي برعڪس مزدور انقلاب ڪيئن خوشحالي ۽ انصاف پريو انقلاب هوندو. پر جڏهن مختلف واقعن ظاهر ٿيڻ کان پوءِ اهو نظريو، بي معنيٰ محسوس ٿيو، نه يڪدم هڪ ٻي توجيه پيش ڪئي ويئي. البته توجيه ڪندڙ صاحب، اهو وسري ويا ته ان توجيه سان هو پنهنجي ئي خلاف دليل مهيا ڪري رهيا آهن. سوال هي آهي ته، ڇا سرمائيداري نظام جي ڪمزوري ... اها آهي ته، ڪن وقتي سببن جي ڪري ڪنهن ملڪ ۾، سندس نظام جي قوت ڪمزور ٿي ويئي هجي؟ يا اها ته مارڪس جي اضدادي فلسفه مطابق ان نظام جي ڪُک مان سندس دشمن پيدا ٿئي، جيڪو بلڪل طبعي طور تي ان کي ختم ڪري ڇڏي؟ جيڪڏهن صورتحال پهرئين آهي؛ ته پوءِ مارڪس جو تاريخي فلسفو ڪيڏانهن هليو ويو؟ پوءِ ته اشتراڪي انقلاب ڪنهن ارتقائي عمل جو نتيجو نه آهي، پر انهيءَ قسم جي هڪ شيءِ آهي، جيئن هٽلر وجهه وٺي پولينڊ تي قبضو ڪيو هو يا مسوليني‏ءَ حبش جي ڪمزوري مان فائدو وٺي اتي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي هئي. پوءِ ته پرولتاري انقلاب ۽ ظالم ملڪ گيري ۾ ڪوبه فرق نه آهي.

روس ۾ جڏهن، لينن انقلابي جدوجهد ۾، بي ملڪيت مزدورن سان گڏ ملڪيت رکندڙ هارين کي به شامل ڪيو هو، تڏهن اتي هي سوال وڏي زور شور سان اٿاريو ويو هو ته، ڇا اهڙي قسم جي گڏيل جدوجهد سان، جيڪو انقلاب ايندو، سو اشتراڪي انقلاب به چئي سگهجي ٿو يا نه؟ ڇو ته انهيءَ بعد

"عوامي ڪردار" جي ڪري ٿي فرانس جو جمهوري انقلاب، سرمائيداري انقلاب ۾ تبديل ٿي ويو هو. ۽ جيڪا طاقت باد شاه کان کسي وئي هئي، سا پورهيت عوام جي هٿن ۾ اچڻ جي بدران سرمائيدارن ڏانهن هلي وئي هئي. آخر روس ۾ به ائين ڇو نه ٿيندو: جڏهن ته هتي به مزدورن مان خالص بي ملڪيت طبقي جي بدران گاڏڙ عوام جي ذريعي انقلاب آندو ويو آهي؟

ان جو جواب ڏيندي لينن هي نظريو پيش ڪيو ته، ڪڏهن ڪڏهن "بورژوا جمهوري انقلاب اڳتي وڌي، سوشلسٽ انقلاب جي شڪل اختيار ڪندو آهي." هن روسي انقلاب کي ٻن دورن ۾ ورهايو آهي. پهريون دور فيبروري ١٩١٧ع کان آڪٽوبر ١٩١٧ع تائين (٨ مهينا) هو. جنهن ۾ "سڀني هارين کي پاڻ سان ملائي باد شاهت جي خلاف، زميندارن جي خلاف، جاگيرداري نظام جي خلاف" جدوجهد ڪئي وئي هئي. اهو دور، جاگيرداري نظام مان نڪرڻ ۽ جمهوري انقلاب تائين پهچڻ جي منزل هئي. هن ئي دور ۾ زار کي ختم ڪيو ويو هو ۽ ملڪ ۾ عوام جي طرفان نمائنده آزاد جمهوري حڪومت قائم ڪئي وئي هئي. ٻيو دور آڪٽوبر ١٩١٧ع کانپوءِ جو آهي، جنهن ۾ "غريب هارين، نيم مزدورن ۽ سڀني مظلومن کي پاڻ سان ملائي سرمائيدارن جي خلاف جدوجهد ڪئي وئي هئي، سرمائيدارن ۾ ٻهراڙي جا امير، ڪافي دولتمند هاري ۽ پيا نفع خور به شامل آهن." هن ٻئي دور ۾ روسي انقلاب، سوشلسٽ انقلاب بڻيو هو، جنهن ۾ اقتدار سڌو سنئون پورهيت طبقي يعني بالشويڪ پارٽي جي هٿن ۾ آيو هو.

پر مٿئين منطقي تاويل ڪم نه ڏنو. ڇو ته پهرئين دور ۾ جيڪو انقلاب آيو هو، تنهن ۾ ملڪ جو اقتدار اعليٰ، زار جي بدران عوامي چونڊيل نمائندن جي هٿن ۾ آيو هو: جيئن عام طور تي جمهوري ملڪن ۾ ٿيندو آهي. اها فقط هڪ سياسي قسم جي تبديلي هئي. پر مارڪس ۽ اينجلز جي پڌرين

وضاحتن مطابق، اشتراڪي انقلاب نہ فقط معاشي تبديلين جو نتيجو هوندو آهي. اشتراڪي پيغمبرن جي لکيل تحريرن کي بدلائڻ نہ ممڪن نہ هو، جن جي، صاف تقاضا آهي، تہ اشتراڪي انقلاب سڀ کان اڳ، انهن ملڪن ۾ اچي، جتي جديد سرمائيداري نظام سڀ کان وڌيڪ ترقي ڪئي آهي، ڇو تہ سرمائيداري جو ضد — بي ملڪيت ڪنگال مزدورن جي فوج اتي ئي پيدا ٿي سگهي ٿي. هن نظرئي مطابق اشتراڪي انقلاب برپا ٿيڻ جي اميد سڀ کان اڳ اولهہ يورپ جي ڪنهن ملڪ ۾ ڪئي وئي هئي. اهوئي سبب آهي جو "ڪميونسٽ مينو فيسٽو" جيڪو ١٨٤٨ع ۾ شايع ٿيو هو؛ تنهن ۾؛ سڀ کان پهرئين جنهن ملڪ ۾ اشتراڪي انقلاب اچڻ جي اميد ظاهر ڪئي وئي هئي، سو جرمني هو. مارڪس مئي ١٨٤٩ع ۾ پنهنجي اخبار "نوان رايا گزيٽ" ۾ لکيو هئو تہ، "ريڊ جمهوريت پيرس جي مٿان جهانيون پائي رهي آهي." پر اشتراڪي انقلاب نہ جرمني ۾ آيو ۽ نہ فرانس ۾، نہ برطانيہ ۾ آيو ۽ نہ آمريڪا ۾ — پر آيو تہ روس ۾. اهو هڪ مشڪل سوال هو، جنهن جي توجيہ لاءِ اشتراڪين کي لينن واري "سامراجيت" جي نظرئي کان مدد وٺڻي پئي. چوڻ لڳا تہ مارڪس جنهن سرمائيداري نظام کي نظر ۾ رکي تشريح ڪئي هئي سا هاڻي "سامراجي دور ۾" داخل ٿي وئي آهي. هن زماني ۾ سرمائيداري نظام، قومي ۽ ملڪي حدن مان ٻاهر نڪري، عالمگير نظام جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي يعني سرمائيداري جو عالمگير دور آهي. هينئر صنعتي ملڪ نہ رڳو، پنهنجيون تيار ڪيل شيون ٻاهر موڪلين ٿا، پر نيون بينڪون قائم ڪري پنهنجو سرمايو بہ ٻاهر موڪلي رهيا آهن. اهڙي طرح بينڪي پاليسي سان گڏجي، اهو مالياتي ڦهلاءُ، هڪ عالمگير نظام بنجي چڪو آهي، جنهن ۾ ڪي ڳاڻ ڳڻيا "ترقي يافتہ" ملڪ، دنيا جي وڏي آبادي تي حاوي ٿي ويندا آهن. انهن ڳالهين

جو نتيجو اهو نڪتو آهي، جو ڌار ڌار قومي علائقا ۽ قومي معيشتون، هڪ ئي عالمگير معيشت جي سلسلي جون ڪڙيون بنجي پيون آهن. اڳي ماڻهو سمجهندا هئا تہ، مزدور انقلاب، رڳو ڪنهن ملڪ جي اندروني ترقي جو نتيجو آهي. پر هاڻي اهو خيال ڪافي نہ آهي. هاڻي اها ڳالهہ چڱي طرح سمجهڻ گهرجي، تہ مزدور انقلاب دراصل، سامراجيت جي عالمگير اندروني تضاد جي وڌڻ، يا ڪنهن ملڪ ۾ عالمگير سامراجي محاذ جي زنجير ٽٽڻ جو نتيجو آهي." انهيءَ نظرئـي مطابق لينن اعلان ڪيو تہ، "اهو ضروري نہ آهي تہ انقلاب سڀ کان اڳ ان ملڪ ۾ اچي، جتي صنعت وڌيڪ ترقي ڪئي آهي. سرمائيداري جو مورچو، سڀ کان اڳ اتان ئي ڀڃندو آهي جتي سامراجيت جي زنجير سڀ کان وڌيڪ ڪمزور هوندي آهي."

بهرحال انهيءَ اصول موجب اسٽالن لکي ٿو تہ "١٩١٧ع ۾ عالمگير سامراجي محاذ جي زنجير ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ روس ۾ وڌيڪ ڪمزور ثابت ٿي. اتان ئي زنجير ٽٽي پئي ۽ مزدور انقلاب لاءِ رستو صاف ٿي پيو."

ڪافي تفصيل ڏيڻ کانپوءِ اسٽالن لکي ٿو تہ:-

"اهوئي سبب آهي جو، مزدور انقلاب جي مسئلي جو فيصلو ڪرڻ وقت، ڪنهن ملڪ ۾ مزدورن جي آدمشماري يا ڳاڻيٽي جي هاڻي اها اهميت نہ آهي، جنهن تي ٻي انٽرنيشنل جا ڪتاب پرست ايترو زور ڏين ٿا. اهي ماڻهو اڃا سامراجيت کي سمجهي نہ سگهيا آهن ۽ انقلاب کان وبا وانگر ڀڄن ٿا."(١)

پر مارڪسي دوست، آخر ان جي ڪهڙي توجيهہ ڪندا؛ تہ سامراجي نظام جو ٻيڙڪي ڍهلاءُ، ٻيهر قومي سرمائيداري

---

(١) اسٽالن -، "پرابلمز آف لينن ازم"- صفحو ٣٠، ٣٥ ماسڪو ١٩٤٧ع).

جي حدن ۾ ڇو موتي آيو آهي؟ لينن ڇيو هو ته ”سامراجيت سوشلسٽ انقلاب کان اڳ جي شام آهي.“ هن انهيءَ موضوع تي باقاعدي هڪ ڪتاب لکيو آهي، جنهن جو نالو آهي، ”سامراجيت — سرمائيداري جي آخري منزل.“

پر ٻئي عالمگير جنگ کانپوءِ هاڻي بيٺڪي نظام جو خاتمو ٿي چڪو آهي ۽ سامراجيت جي اونداهي مان سوشلسٽ انقلاب ايرڻ جي بدران ”قومي سرمائيداري“ جي صبح طلوع ٿي رهي آهي. ايتريقدر جو روس به هاڻي عالمگير مزدور تحريڪ جو مرڪز نه رهيو آهي، البته اشتراڪيت جو ”مادرِ وطن“ بنجي ويو آهي. ضرورت آهي ته هاڻي، مارڪسي دوست وري ٻيو ڪو نظريو گهڙي تيار ڪن.

**ابتڙ ڳالهيون:**

جيئن اسان مٿي چئي آيا آهيون، ته مارڪسزم، ڊارون ۽ سندس خليفن جي ڌاهيل ارتقائي نظريي کي تسليم ڪري ٿو، ۽ دنيا ۾ ٿيندڙ واقعن جي توجيه لاءِ انهيءَ نظريي کي استعمال ڪري ٿو. ڪارل مارڪس، ڊارون جي مشهور ڪتاب ”اوريجن آف اسپيشيز“ جو مطالعو ڪرڻ کانپوءِ، فريڊرڪ اينجلز کي خط لکيو هو، ته ڊارون جي تحقيق مان اسان جي جدلياتي نظريي جي تائيد ٿئي ٿي. پر ڊاروني نظريي جو هڪ پهلو، طبقاتي ڪشمڪش جي نظريي جي خلاف هو، تنهن ڪري مارڪس ان کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ڊارون ۽ سندس هم‌خيال سائنسدانن جي دعوىٰ هئي ته ارتقائي قانون مطابق، فطرت ۾ جيڪي به تبديليون ٿينديون رهنديون آهن، سي هميشه تدريجي يعني درجي بدرجي عمل ۾ اينديون آهن. اهڙي طرح فطرت جو سلسلو ڪٿي به ٽٽندو نه آهي. ائين ڪڏهن به نه ٿيندو آهي، ته اوچتو ڪو واقعو ظاهر ٿي پوي. پر اها ڳالهه مڃڻ سان مارڪس جو انقلابي نظريو ٻُٽ رد ٿي وڃي ٿو. اها ڳالهه ثابت ڪرڻ لاءِ، ته فطرت جون سموريون

تبديليون پاڻمرادو ٿينديون رهن ٿيون؛ ويچاري ڊارون کي تدريجي ارتقاء جو اصول گهڙڻو پيو هو. مطلب تہ، ڪنهن خارجي ڪارفرمائي کانسواءِ، ڪائنات جا سمورا ظاهري عمل، تدريجي ارتقاء وسيلي ئي لڳاتار اڳتي وڌي رهيا آهن. پر مارڪس ”مزدورن جي ڊڪٽيٽرشپ“ قائم ڪرڻ لاءِ ايترو انتظار ڪرڻ نٿي چاهيو، يعني تہ، سرمائيداري پاڻمرادو تدريجي عمل وسيلي پاڻهي فنا ٿي وڃي ۽ مزدورن جو اقتدار بہ ڪنهن تدريجي عمل ذريعي، نامعلوم مدت ۾، پاڻمرادو قائم ٿي وڃي. هُو تہ انقلاب جو اڳواڻ هو ۽ هڪ سوسائٽي کي پڇي پورا ڪري يڪدم ٻئي سوسائٽي قائم ڪرڻ لاءِ آتو هو. تنهنڪري هن ان قديم ڊاروينی نظرئي جي، انهيءَ پهلو کي مڃڻ کان صاف نابري واري ڇڏي. هن دعويٰ ڪئي تہ فطرت ۾ اوچتو ڦيرو بہ ايندو آهي مطلب تہ ڪڏهن ڪڏهن فطرت؛ تدريج ۽ تسلسل کي ڇڏي، ڇال هڻي اڳتي وڌي ويندي آهي ۽ ڪنهن اهڙي شيءِ يا جاندار هستي کي وجود ۾ آڻيندي آهي جيڪا شڪل ۽ وصف ۾ پاڻ کان اڳئين شيءِ يا جاندار کان بلڪل ڌار هوندي آهي.(١) ائين برابر آهي، تہ هن بي حد ڪِڙيل فطرت ۾ اهڙن قسمن جون تبديليون ٿينديون ئي رهنديون آهن؛ جيئن تہ جديد تحقيقات مان بہ اهوئي ثابت ٿي چڪو آهي پر انهن کي مڃڻ کانپوءِ، مارڪس جي نظرين ئي اڏيل عمارتون پٽ ٿي ڪريو پون ٿيون. هيگل بہ ائين ئي چيو هو، تہ انهيءَ مفهوم ۾ ارتقائي نظريو بلڪل مهمل آهي. هيگل هن مادي جهان جي پويان، هڪ عامل قوت کي مڃيندو هو؛ هڪ خاص شعور کي، جيڪو چاهي ٿي بجهي هن مادي دنيا کي حرڪت ڏيندڙ آهي. هيگل جي خيالن مطابق تہ، اها ڳالهہ يقين سان چئي سگهجي ٿي تہ، فطرت ۾ اوچتو تبديليون پيدا ٿينديون

---

(١) ڪارل مارڪس - سليڪٽيڊ ورڪس؛ جلد اول صفحو ٧١.

رهنديون آهن، ڇو ته انهن تبديلين کي ظاهر ڪندڙ هڪ اهڙو شعور، موجود آهي جيڪو ڪائنات جي پويان پنهنجي ارادي سان ڪم ڪري رهيو آهي. پر مارڪس ته اهڙي ڪنهن به طاقت کي موري مڃيئي ڪونه ٿو ۽ نپٽ انڪار ڪري ٿو؛ نه پوءِ هو، پنهنجي ان نظريي جي توجيه ڪيئن ڪندو؟ اوچتيون تبديليون، صاف طور تي، ڪنهن خود مختيار شعور جي خبر ڏين ٿيون. سماج ۾ اوچتي تبديلي، جيڪا مارڪس آڻڻ گهري ٿو؛ سا پاڻهي ٿيڻ وارو عمل نه آهي؛ پر پرولتاري طبقو ان مقصد ڪــي آڏو رکي، سرمائيدارن سان ڪشمڪش ڪري ٿو ۽ ان کي وجود ۾ آڻي ٿو. تــه پوءِ ڪائنات ۾ تبديليون آڻيندڙ ڪير آهي؟

مارڪسي دوستن جي مشڪل انهي به ختم ڪانه ٿي ٿئي. حقيقت ۾ اشتراڪي فلسفه جو مثال هڪ منجهيل سُٽَ وانگر آهي جنهن ۾ بيشمار ڳنڍيون پيل آهن ۽ جڏهن به ڪا ڳنڍ کولڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي، ته به ٻي ٻيون ڳنڍيون پئجيو وڃن. روس ۾ جڏهن پهريون پيرو مارڪسي نظريو عملي طور رائج ٿيو تــه هڪ ٻئي نئين مشڪل بــه پيش آئي. ”فطرت ڪڏهن ڇال هڻي، هڪ حالت مان نڪري، ٻئي حالت ۾ پهچي ويندي آهي.“ انهيءَ اصول ڪان ڪم وٺي پورهيت طبقي کي سرمائيدار سان ٽڪرايو ويو، ته جيئن انوقت هلندڙ نظام پڇي پُري ۽ اشتراڪي نظام ۾ تبديل ٿي وڃي. ان نظريي موجب آڪٽوبر واري انقلاب ڪان پوءِ، درحقيقت روس ۾، حقيقي معنيٰ ۾ سچو سوشلزم قائم ٿي وڃڻ گهرجي ها. ۽ قرلت ۽ طبقاتي جنگ جو وجود ختم ٿي وڃڻ گهرجي ها.

مادي حالتن جي بدلجڻ سان سماجي حالتون به بدلجي وڃن ٿيون؛ ان ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ، اسان جا اشتراڪي دوست علم ڪيميا مان دليل آڻيندا آهن. مثال طور، آڪسيجن جي هڪ ماليڪيول ۾ ٻه ايٽم هوندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن

عمل ساں انهن ايٿمن کي ڏي ڪري ڇڏجي ته پوءِ آڪسيجن نه رهندي، ۽ اوزون ٿي پوندي، جنهن جي بوءِ ۽ ٻيون خاصيتون آڪسيجن کان ڌار هونديون آهن. هن دليل جو مطلب هي آهي، ته زار جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيڻ کانپوءِ جڏهن مزدور طبقي اقتدار جون واڳون هٿ ۾ ڪيون، تہ پوءِ يڪدم اشتراڪي نموني جو غير طبقاتي سماج قائم ٿي وڃڻ گهرجي ها. ڇو تہ آڪسيجن ۾ جڏهن گهربل قسم جون مادي تبديليون ڪري ڇڏجن ٿيون، تہ اها پوري طرح اوزون ٿي پوندي آهي، ۽ پوءِ تہ آڪسيجن هوندي ٿي ڪانهي. پر روس ۾ ائين ٿي نہ سگهيو. انقلاب کانپوءِ شروع شروع ۾ تہ انقلابي دوست، جيڪي جوش جذبي ۾ تمتار هئا، سمجهڻ لڳا تہ بس، هاڻي اسين خوابن جي دنيا ۾ پهچي ويا آهيون. هاڻي روس ۾ نہ ڪو ڦُريندڙ آهي ۽ نہ ڪو ڦُرجندڙ؛ نہ ڪو ظالم آهي ۽ نہ ڪو مظلوم. نہ ڪو دٻيل طبقو آهي ۽ نہ ڪو دٻائيندڙ طبقو. پر ڪين جلد ئي معلوم ٿي ويو تہ مادي حالتون بدلجڻ کانپوءِ بہ "غير طبقاتي سماج" وارو سندن خواب پورو ڪونہ ٿيو آهي. الٽندو حڪومت جي هٿن ۾ سياسي طاقت سان گڏ معاشي طاقت بہ اچڻ کانپوءِ مظلوم جي مظلوميت ۽ ظالم جو ظلم ويتر وڌي ويو آهي. فوج ۽ پوليس جون سختيون زار واري زماني کان بہ وڌيڪ ڏکوئيندڙ ٿي ويون آهن. ٿوري گهڻي آزادي، جيڪا اڳي ميسر هئي تنهن جو بہ انت اچي چڪو آهي.

زندگي هرهنڌ غربت، مجبوري ۽ وحشتناڪ ظلم جو شڪار ٿي رهي آهي. اها صاف ثابتي هئي تہ علم ڪيميا جا اصول انساني زندگي سان لاڳو ٿي نٿا سگهن. هڪ عنصر، ايٿمي تبديلين جي ذريعي، ٻئي عنصر ۾ بدلجي سگهي ٿو، پر هڪ انسان جو ذهن جيستائين پاڻ نہ بدلجي، تيستائين فقط مادي حالتون ان کي بدلائي نٿيون سگهن. انسان پنهنجن ارادن جي

نڪميل لاء، ھ گھڻي ـد ڏسي، ڪيئن پيا رستا ڳولهي
ڪڍندو آهي. اهوئي سبب آهي ته روس ۾ جڏهن سوشلسٽ
رياست قائم ٿيڻ کانپوءِ به، ظلم ۽ جبر هلندو رهيو، ۽ ويتر
زار جي زماني کان به وڌيڪ ڏکوئيندڙ ٿي پيو، تڏهن انوقت
جي وڏن وڏن ڪميونسٽن جون پنهنجون دانهون بـ نڪري
ويون. مزدور انقلاب ”چال“ هٿڻ جي ڪوشش ڪندي شايد
ڪنهن اونهي کڏ ۾ وڃي ڪريو هو. تنهن هوندي به اشتراڪي
دوست ڪٿي ٿـا هار مڃين. نهـ پهـ هڪ نئون نظريو گهڙي
ورتائون. لينن اعلان ڪيو تهـ:-

”جڏهن بين جي محنتن مان منافعو حـاصل ڪندڙن
جو تختو اونڌو ڪيو ويندو آهي، ته انوقت به طبقاتي
ڪشمڪش ختم نه ٿيندي آهي، ويتر وڌيڪ تيز ٿي
ويندي آهي.“

مطلب ته سرمائيدارن کي بي دخل ڪرڻ وقت نائين ته
”چال“ جو اصول هو، پر ان کانپوءِ وري اڳئين وانگر
”درجي بدرجي“ جو اصول شروع ٿـي ويو. اهڙي طرح لينن
نه رڳو ان مشڪل جو حل پيش ڪيو، ته انقلاب کان پوءِ
حالتون چو نه بدليون آهن؛ پر ان ڳالهه جي بـ توجيهه پيش
ڪري ويو، تـ مزدور انقلاب اچڻ کانپوءِ چـو، ڪميونسٽ
ڊڪٽيٽرشپ کي گولين هٿڻ ۽ جيل خانن استعمال ڪرڻ جي
ضرورت پيش آئي هئي. روس ۾ اهي حالتون هلندي هلندي اڄ،
اڌ صديءَ کان به مٿي عرصو گذري چڪو آهي. انهي وچ ۾
ڪيترا ماڻهو پيدا ٿيا ۽ مري ويا، ڪيتريون اکيون پٿيون ۽
پورجي ويون، پر اها ”طبقاتي ڪشمڪش“ آهي جا ويران وير
وڌ آهي. ڪنهن جو ناوئي نٿي وٺي. جيڪا ڪشمڪش زار جي
برخلاف شروع ٿي هئي سا، نه ڪرنسڪي جي وڃڻ تي بيٺي
۽ نه ٽراٽسڪي جي لاڏا ب. انجو انت نه بيريا ٿي ٿيو، نه

مولوتوف تي. مالنڪوف به ويو، نه بلگانن به ويو، پر هن جو چيڙو اڃان تائين نه چٽو آهي. هي ته هڪ اڻکٽ سلسلو آهي جنهن جي ابتدا ته شايد تاريخ مان معلوم ڪري سگهجي ٿي پر انتها نه آهيس ٿي ڪانه . هاڻي ڪميونسٽ دوست ٻڌائين، ته روس جو غير طبقاتي سماج 'تدريج' جي اصول تي سفر ڪري رهيو آهي يا "چال" مارڻ ۾ مصروف آهي. جيڪڏهن "تدريج" آهي ته اها ڪيتري ڊگهي آهي. ۽ جيڪڏهن "چال" آهي ته اهو ڪهڙي قسم جو چال آهي، جو اڃا تائين ارتقاء جي منزل به ڪونه مٿي سگهيو آهي. جاگيرداري سماج مان سرمائيداري جمهوريت تائين واري، هڪ يڪي دور کي، روس فقط اٺن مهينن ۾ "چال" هڻي عبور ڪيو هو. پر طبقاتي سماج مان غير طبقاتي سماج تائين پهچڻ واري منزل، (٦٠) سٺ سال لنگهڻ ڪانپوء به ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي.

## سماجي ارتقاء جو نظريو:

اسان مٿي جيڪا گفتگو ڪري آيا آهيون، تنهن مان مارڪسي فلسفه جي ٻن بنيادن جي حقيقت واضح ٿي آهي. ان بحث مان اهو ثابت ٿي ويو آهي، ته انساني تاريخ بابت هي مفروضو غلط آهي، ان لاء ته ڪو لازمي قانون آهي. ساڳئي طرح هي دعوى به غلط آهي، ته سماجي حالتن کي فقط معاشي قانون بدلائڻ مان سڌاري سگهجي ٿو. هاڻي اسين مارڪس جي سماجي ارتقاء واري نظرئي تي گفتگو ڪرڻ چاهيون ٿا.

انساني زندگي جو هي به هڪ اهم سوال آهي، ته سماج کي بهتر طور تي منظم ڪرڻ لاء اصول ڪٿان آڻجن، يا سماجي برائين کي ڪيئن بدلائي چڱايون پيدا ڪجن. انهن جو جواب ڏيڻ لاء مارڪس، ارتقائي نظريو پيش ڪيو آهي. هو چوي ٿو ته جيئن طبعي دنيا ۾، سڀ شيون پاڻمرادو، ادني حالتن کان اعلى حالتن ڏانهن ترقي ڪنديون آهن؛ تيئن انساني

سماج به هڪ تاريخي عمل مطابق ارتقاء ڏانهن وڌي رهيو آهي.
انهيءَ جي ڪري مارڪسزم کي سماجي حرڪت جي سائنس
(سوشل ڊائنامڪس) پڻ سڏجي ٿو. جنهن جو مطلب هي آهي
ته، هي اهو علم آهي جيڪو سماج جي ارتقائي سفر جي تشريح
ڪري ٿو. چيو وڃي ٿو ته مارڪس جي هن نظرئي اچڻ کانپوءِ
انساني تاريخ، جيڪا اڳي راجائن ۽ رائين جي ڪهاڻي هئي
سا هاڻي باقاعده هڪ سائنس جي شڪل اختيار ڪري چڪي
آهي.

مارڪس جي "سائنتيفڪ نقطهٔ نظر" مطابق هن طبعي
دنيا وانگر انساني سماج به ارتقاء جي رستي تي اڳتي وڌي
رهيو آهي ۽ ان ۾ مسلسل ترقي ٿي رهي آهي. سوشلسٽ
تحريڪون، ۽ سرمائيدار ملڪن ۾، سوشلسٽ انقلاب اچڻ،
انهيءَ ارتقائي سفر جا اهڃاڻ آهن، جيڪي سماج کي خراب
حالتن مان هوريان هوريان ٻاهر ڪڍي بهتر حالتن ڏانهن وٺي
وڃي رهيا آهن. اهو خيال گويا ان نظرئي جي ترديد هئي ته
سماج جي سڌاري لاءِ ۽ صحيح قانونن معلوم ڪرڻ لاءِ "خدا
جي طرفان وحي" جي ضرورت آهي. مارڪس ثابت ڪيو ته
ڪنهن به خارجي ڪارفرمائي کان سواءِ، اسانجو سماج پاڻمرادو
پنهنجي اندروني جوڙجڪ جي ڪري، ارتقاء ڪري رهيو آهي.
ان جو هر قدم لازمي طور اڳتي ٿي وڌندڙ هوندو آهي ۽ هو
برابر صحيح طرف ڏانهن وک وڌائيندو رهندو آهي. پر گذريل
هڪ صديءَ جي تاريخ ان نظرئي جي صاف ترديد ڪري ٿي.

سوشلزم جو ٿي مثال وٺو، جيڪو مارڪسي فلسفه مطابق
تاريخ جو هڪ نمايان ارتقائي قدم آهي. سوشلزم مارڪس جو
پنهنجو ايجاد ڪيل نه آهي. هن کان گهڻو اڳ، سوشلسٽ
نظريا يورپ ۾ پيدا ٿي چڪا هئا. پر مارڪسي دوستن جي
خيالن موجب اهو اڻپورو سوشلزم هو، جنهن کي مارڪس اچي
مڪمل ڪيو آهي. ان زماني ۾ سوشلزم جي معنيٰ هيءَ هئي،

ته سرمائيدار طبقي کي اپيل ڪجي ۽ انهن کي مزدورن سان چڱي ورتاءُ ڪرڻ تي آماده ڪجي. پُرامن جدوجهد جي ذريعي معاشي مسئلا حل ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ڪجن. ان زماني جي سوشلسٽ مفڪرن جو مقصد، فقط مزدور طبقي کي آزاد ڪرائڻ نه هو، پر ساري انسان ذات جي آزادي لاءِ به پاڻ دتوڙڻ سندن پروگرام ۾ شامل هو. هو مزدور ۽ ڪارخانيدار کي پاڻ ۾ ٽڪرائڻ جي بدران، هڪ ٻئي سان پيدا ٿيل ڪشمڪش کي ختم ڪرائڻ جا خواهشمند هئا. اهي پيداواري وسيلن تي مڪمل رياستي ڪنٽرول قائم ڪرڻ جي حق ۾ نه هئا، فقط انهن مان ڪن حصن کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ گهرياتون ٿي. هو ”مزدور طبقي جي ڊڪٽيٽرشپ“ جي بدران عوامي جمهوري حڪومت ۾ يقين رکندا هئا. اهي عالمگير انقلاب جي بدران قومي سوشلزم جا علمبردار هئا. اهي مذهب ۽ اخلاق جا مخالف نه هئا، ويتر ان کي انسانيت جي لاءِ نهايت قيمتي وٿ سمجهندا هئا.

پر مٿين سڀني نظرين کي مارڪس باطل چئي ٺڏي ڇڏيو. سوشلزم جي مٿين نظرين کي هن بورژوا ۽ خيالي سوشلزم سڏيو. هن چيو ته اهي ڳالهيون سوشلزم جي نالي تي رجعت پسندي اختيار ڪرڻ وانگر آهن. هن چيو ته سرمائيدار ۽ مزدور جي وچ ۾ ڪو به ناهه نه ٿي سگهي؛ انهن جو پاڻ ۾ ٽڪرائجڻ ضروري آهي، ته جيئن سرمائيدار طبقو فنا ٿي وڃي ۽ مزدور طبقي کي سمورا اختيار هٿ اچن. هو پُرامن ۽ آئين مطابق ڪم ڪرڻ کي موقع پرستي سڏي ٿو. هن وٽ صحيح طريقو فقط اهو آهي ته طاقت استعمال ڪري، سرمائيداري نظام کي پڄي پورا ڪري ڇڏجي. هن ”عوامي حڪومت“ تي ٺٺوليون ڪيون ۽ چيائين ته اها مٺيل نالي ۾ سرمائيدارن جي ئي حڪومت هوندي آهي. هن جي چوڻ مطابق انصاف جي تقاضا اهائي آهي، ته مزدور طبقي جي حڪومت قائم ٿئي ۽ نه ”عوام“

جي. ”عوام“ جي لفظ کي ھُو ھڪ مھمل لفظ سڏي ٿو. ھُو مزدور ۽ ڪارخانيدار جي ڪشمڪش کي گھٽائڻ نٿو گھري، ھيڪاري آخري حدن تائين تيز ڪرڻ چاھي ٿو، تہ جيئن جن کي فنا ٿيڻو آھي سي فنا ٿي وڃن ۽ جن کي جيئرو رھڻو آھي سي جيئرا رھن.

ھن چيو، تہ فقط ڪن ٿورڙن شين تي رياستي ڪنٽرول قائم ڪرڻ سان ڪم نہ ھلندو آھي، دولت جي پيدائش جي سمورن وسيلن تي مڪمل طرح رياست جو ڪنٽرول ھئڻ گھرجي. لينن اھا ڳالھہ ھن ريت چوي ٿو، تہ جيڪڏھن ڪنھن ڪڙمي وٽ ڪجھہ ايڪڙ زمين جا آھن، ۽ ان کي ڇڏي ڏجي ٿو، تہ ان جي معنيٰ اھا ٿي، ملڪ ۾ اڃا تائين ”امڪاني سرمائيدار“ موجود آھي. ھن قوميت کي استحصالي طبقي جو فريب سڏيو آھي ۽ عالمگير انقلاب لاءِ سڄي دنيا جي سرمايہ دار طبقي جي برخلاف، ساري دنيا جي مزدورن کي متحد ٿيڻ جو نعرو ھنيو آھي. ھُن مذھب کي آفيم جو نالو ڏنو آھي جنھن ۾ عوام کي مبتلا ڪري سرمائيدار طبقو ان کي ڦُري ۽ لُٽي ٿو.

جيڪڏھن مارڪس جي نظريئي کي ارتقاءِ يافتہ نظريو چئجي، ۽ ھن کان اڳ وارن فلسفين جي خيالن کي، رجعت پسند نظريو سڏجي، جيئن خود مارڪس پاڻ بہ اھا دعويٰ ڪري ٿو، تہ پوءِ ان جي معنيٰ اھا ٿي تہ انساني تاريخ اڳتي وڌڻ جي بدران، پوئتي ھٽي رھي آھي. ڇو تہ ھاڻي ساري دنيا ۾ عملي طرح اھي ئي نظريا مقبول ٿي رھيا آھن، جن کي مارڪس ھڪ صدي اڳ رد ڪري ڇڏيو ھو.

روس ۾ جيترو ڪجھہ ڪميونزم جي نظريئي کي اختيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، سا پاڻ بہ جيتوڻيڪ مڪمل ڪانہ ھئي، پر جن ٻين ملڪن ۾ اھو نظريو پکڙيو، تن ۾، تہ اھو اڃا بہ پوئتي ھٽندو ويو، تانجو بلڪل پويان ھليو ويو. مارڪس، پاڻ کان اڳين سوشلسٽ مفڪرن جي برخلاف،

سرمائيداري نظام سان آخري ٽڪر کي بيحد ضروري سمجهندو هو. سندس 'ارتقائي سوشلزم' موجب مزدور ۽ سرمائيدار جي وچ ۾ ڪشمڪش کي وڌ ۾ وڌ تيز ڪرڻ گهرجي. پر هاڻي اهو نظريو بدلجي ويو آهي. هاڻي وري ساڳيو پراڻي زماني وارو سوشلزم ظاهر ٿيو آهي. هاڻي ته نهايت زور شور سان تبليغ ڪئي وڃي ٿي ته سرمائيداري ۽ سوشلزم ٻئي پاڻ ۾ گڏجي رهي سگهن ٿا. انهيءَ سلسلي ۾، هڪ ڳالهه نهايت دلچسپ آهي، ته استالن، پنهنجن سياسي مخالفن کي شڪست ڏيڻ لاءِ انهن تي غير ملڪي سامراجين سان ساز باز ڪرڻ جو الزام لڳايو هو، ۽ ٿورو عرصو اڳ خروشيف به پنهنجن مخالفن تي الزام هنيو هو ته هو سرمائيدار ملڪن سان "پُرامن بقاءَ" جا مخالف آهن. تشدد جي ذريعي انقلاب آڻڻ واري نظرئي کي ڇڏي دنيا ڀر ۾ پُرامن انقلاب جو اصول اختيار ڪيو آهي. "سرمائيداري کي قانوني طريقن سان به ماري سگهجي ٿو." هن ڳالهه کي ٻي عالمگير جنگ تائين ماڻهو نهايت رجعت پسند ڳالهه سمجهندا هئا ۽ ان تان ٽوليون ۽ ٽوڪبازي به ڪندا هئا. اهو نظريو هڪڙي جي ڏوهه ۾ 'نجارن' کي "غدار" سڏيو ويو. ساڳئي ڏوهه ۾ هزارين منشويڪن کي بالشويڪ پارٽي مان خارج ڪيو ويو. پر هاڻي سچو سوشلزم موٽي پنهنجي ماڳ تي آيو آهي. ساري دنيا ۾ ڪميونسٽ پارٽين متشدد طريقن واري نظرئي کان توبهه ڪري، قانوني طريقن واري رجعت پسند نظرئي کي اختيار ڪيو آهي. "طبقاتي رياست" جي نظرئي کي ختم ڪرڻ جو زمانو گذري چڪو آهي ۽ اڳوڻو عوامي حڪومت وارو نظريو اج ساري ڪميونسٽ دنيا ۾ تسليم ڪيو وڃي ٿو. ڪميونسٽ ايڪ ڊسمبر ١٨٤٧ع ۾ ڪارل مارڪس جي زور ڀرڻ تي، پنهنجو پراڻو ماٽو "سڀ انسان ڀائر آهن" ڇڏي، نئون ماٽو "دنيا جا مزدورو! هڪ ٿي وڃو." اختيار ڪيو هو. پر هاڻي، وري تاريخ پنهنجو رخ

بدلايو آهي. اڳوڻا ميساريل لفظ وري پيهر لکيا ويا آهن. روس ۾ اشتراڪي نظام "مزدورن جي حڪومت" جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو هو. پر هاڻي چين پنهنجو نالوڻي عوامي چين (ريپبلڪ آف چائنا) رکائڻ پسند ڪيو آهي. پيداواري وسيلن بابت مڪمل رياستي ملڪيت رکڻ جو نظريو، هاڻي فقط ڪتابن ۾ لکيل آهي، باقي دنيا ۾ ڪنهن به هنڌ تسليم نٿو ڪيو وڃي. ايتري تائين جو روس ۾ به اختيار نه ڪيو ويو آهي، جتي انقلاب کي آئي اڌ صدي کان به وڌيڪ عرصو ٿي چڪو آهي. سن ١٨٤٨ع ۾ شايع ٿيل اشتراڪي منشور ۾ قديم سماجي نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ "سيني پيداواري وسيلن کي رياستي ملڪيت" ۾ آڻڻ ضروري بڌايو ويو آهي؛ ان ۾ زمين جي ملڪيت جو خاتمو ۽ وراثت جا سمورا حق منسوخ ڪيا ويا آهن. پر مٿين منشور، جي ڳالهين کي دنيا جي ڪنهن به اشتراڪي ملڪ ۾ اڄ ڏينهن تائين نافذ نه ڪيو ويو آهي ۽ نڪي بظاهر ڪنهن ملڪ جو ارادو، ائين ڪرڻ جو آهي. اٽلندو اشتراڪي ملڪ ڏينهون ڏينهن وڃن ٿا، پنهنجي موجوده مقام کان پوئتي هٽندا؛ جيئن يوگوسلاويا ۾ عملاً ٿيو آهي. بين الاقوامي ڪميونزم کي نه ڀي انٽرنيشنل، پاڻ پنهنجي هٿن سان هميشه لاءِ دفن ڪري ڇڏيو هو. ان کي پيهر ڪمنٽرن (ڪميونسٽ انٽرنيشنل) جي ذريعي زنده ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي، پر اڃا تائين ڪاميابي ڪانه ٿي آهي. مئي سن ١٩٤٣ع ۾ ڪميونسٽ انٽرنيشنل جي ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي جي صدارتي مجلس سفارش ڪئي، ته بين الاقوامي مزدور طبقي جي تحريڪ لاءِ هدايتي مرڪز جي حيثيت سان موجوده "ڪمنٽرن" کي برخاست ڪيو وڃي. انٽرنيشنل جي سيني قومي شاخن انهيءَ تجويز جي تائيد ڪئي؛ ۽ ٢٠ مئي سن ١٩٤٣ع تي ڀي عالمگير جنگ هلي پئي ۽ ان کي ختم ڪري ڇڏيو ويو. پوءِ وري ساڳئي صدي جي اڌ تي ڪامن فارم نالي

سان هڪ ادارو قائم ڪيو ويو، جنهن جي حيثيت عالمي مزدور تحريڪ جي لاءِ هدايتي مرڪز جهڙي بلڪل نہ هئي، البتہ ان کي مرڪز اطلاعات جي حيثيت ضرور ڏني ويئي هئي. پر انقلاب جي وقت کان پوءِ اهو بہ ختم ڪري ڇڏيو ويو. هاڻي هر ملڪ ۾ سوشلزم، اتي جو قومي سوشلزم بڻجي چڪو آهي. مذهب بابت مارڪس جو نظريو، ٻئي عالمگير جنگ ۾ ئي ناڪام ٿي چڪو هو، جيتوڻيڪ اڳي ڪميونزم کي باقاعده، مذهب جي سخت مخالف جي حيثيت سان پيش ڪيو ويندو هو. سن ١٨٧٥ع ۾ سوشلسٽ ليبر پارٽي پنهنجو گوٿا پروگرام ۾ مذهب کي "هڪ ذاتي معاملو" تسليم ڪيو. ان وقت مارڪس ان پروگرام تي تنقيد ڪندي لکيو هو تہ:-

"مزدور جماعت کي تہ ان کان بہ اڳتي قدم وڌائي، انساني ذهن ۽ ضمير کي مذهب جي چنبي مان ڇڏائڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ گهرجن. پر هي ماڻهو (سوشلسٽ) تہ سرمائيدارن ۽ واپارين جي اڳيان ڪو بہ قدم کڻڻ نٿا چاهين."

پر هن زماني ۾ ڪميونسٽ پارٽيون پاڻ، اهوئي قديم زماني وارو نظريو قبول ڪري رهيون آهن. اهي مسلسل اعلان ڪري رهيون آهن، تہ هو مذهب جون مخالف ڪونہ آهن، اهي هر شخص کي آزادي ڏيئي رهيون آهن تہ هو پنهنجي مرضي سان جيڪو عقيدو کپين سو رکن ۽ جنهن نموني گهرجين تيئن عبادت ڪن.

ڪنهن زماني ۾ ڪميونسٽن جي دعويٰ هئي تہ "ڪميونسٽ مينيفيسٽو پڌري ٿيڻ کانپوءِ يوٽوپين سوشلزم جو زمانو ختم ٿي ويو آهي، ۽ مارڪس ۽ اينجلز جي سائنٽيفڪ سوشلزم جو دور شروع ٿيو آهي." پر مختلف واقعن ان دعويٰ کي غلط ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. هاڻي ساري دنيا ۾ مارڪس جي ترقي يافتہ اشتراڪي نظرين جي بدران قديم مفڪرن جا

رجعت پسند سوشلزم وارا نظريا اختيار ڪيا پيا وڃن. هاڻوڪي صورتحال مارڪس جي ڏنل سماجي سائنس واري نظريي کي بلڪل رد ڪري ڇڏيو آهي. ان مان ثابت ٿئي ٿو، ته سماج جو ڪو باقاعده مقرر ٿيل نظام نه آهي، جنهن مطابق هو لڳاتار ارتقاء ڪري رهيو آهي يا هميشه اڳتي وڌندو رهندو آهي. حقيقت هن ريت آهي ته خارجي حالتن سببان ڪڏهن ته معاشرو مٿي اڀرندو آهي ۽ ڪڏهن وري ڏر ونندو آهي. ان مان مارڪس جي هن نظريي جي به ترديد ٿئي ٿي، ته سماج ۾ رجعت پسند نظريا ڪهڙا آهن ۽ ترقي پسند نظريا ڪهڙا.
مارڪس جي سائنٽيفڪ نظريي مطابق ان ڳالهه جي فيصلي جو بنياد سماج جي ارتقائي حالت تي رکيو ويو هو. يعني ته سماج مستقبل ۾ جيڪا شڪل اختيار ڪندو آهي، سا لازمي طور تي ترقي يافته شڪل هوندي آهي، ۽ ماضي واري جنهن شڪل کي ڇڏي ڏيندو آهي، اها لازمي طور تي ناقص صورت هوندي آهي. ان اصول موجب، مارڪس سماج جي باري ۾ گذريل زماني ۾ موجود سڀني نظرين کي رد ڪري ڇڏيو هو. هن جي خيال ۾ جيڪا شيء ڪالهه درست هئي، سا ڪنهن به حالت ۾ اڄ درست ٿي نٿي سگهي. پر هزارين واقعن مارڪس جي انهي نظريي کي رد ڪري ڇڏيو آهي. مارڪس، مستقبل جي سماجي جوڙجڪ بابت جيڪا پيشين گوئي ڪئي هئي، تنهن موجب سماج اها صورت اختيار نه ڪئي؛ اٽلو ماضي ڏانهن موٽ کائي انهن نظرين کي اختيار ڪيو ويو جن کي هڪ سؤ سال اڳ مارڪس غلط چئي چڪو هو.

ان جو مطلب اهو ٿيو ته نظرين جي صحيح يا غلط هئڻ بابت فيصلو ڪرڻ لاء مارڪس جي مقرر ڪيل ڪسوٽي صحيح نه آهي، يعني ته سماج پنهنجي سفر دوران ڪهڙين شين کي اختيار ڪري ٿو ۽ ڪهڙين شين کي رد ڪري ٿو. ان ڳالهه جي فيصلي لاء ڪو ٻيو معيار ڳولهڻو پوندو.

اهو نه هو فقط هڪڙي سوشلزم جو مثال. ان کانسواءِ ٻين مثالن مان به مارڪسي نظرئي جي پنيرائي نٿي ٿئي. مثال طور فرينچ جمهوريت کي ئي کڻي وٺو. ظاهر ۾، نه جمهوري نظام هڪ ارتقائي مرحلو هو، جيڪو انساني تاريخ ۾، شخصي حڪومتن کان پوءِ آيو. پر جون ١٩٥٨ع ۾ فرانس جي قومي اسيمبلي جيڪو فيصلو ڪيو، تنهن مان معلوم ٿئي ٿو نه ٻن سئو سالن جي لاهن چاڙهن کانپوءِ، فرانس جي جمهوريت، وري شخصي نظام ڏانهن واپس موٽ کاڌي آهي. ان فيصلي مطابق جنرل ڊيگال کي اختيار ڏنو ويو هو، ته هُو پارليامينٽ جي مدد کانسواءِ ئي، اڪيلو فرانس تي ڇهن مهينن تائين حڪومت ڪري سگهي ٿو. مخالف پارٽين ڏاڍو هُل هنگامو مچايو، پر قانون سترنهن ڪلاڪن جي اندر اندر منظور ٿي ويو. اسيمبلي ۾ ١٩٩ جي مقابلي ۾ ٣٣١ ووٽن جي اڪثريت سان ۽ سينيٽ ۾ ٢٨ ووٽن جي مقابلي ۾ ٢٦٩ ووٽن جي اڪثريت سان، هڪ فوجي جي حق ۾ ڊڪٽيٽرشپ لاءِ فيصلو ڪيو ويو هو.(١)

مارڪس جي سماجي ارتقاء واري نظرئي مطابق، فرانس، جيڪو شخصي نظام مان نڪري، جمهوري نظام ۾ اچي چڪو هو؛ تنهن کي، گهرجي ائين ها، تہ هو جمهوري نظام مان نڪري پرولتاري نظام ڏانهن وک وڌائي ها، پر ترقي جي بدران ان تنزل شروع ڪري ڏنو. مارڪس، پاڻ به هڪ صدي اڳ هيٺيان لفظ ڇپيا هئا ته:

”ڳاڙهي جمهوريت پيرس مٿان جهانيون پائي رهي آهي.“ پر فرانس جي جمهوريت ”ڳاڙهي“ بنجڻ بدران مورڳو ”ڪاري ڊڪٽيٽرشپ“ ٿي پيئي. اهي سڀ حقيقتون صاف صاف ظاهر

---

(١) ۽ ڇهن مهينن گذرڻ کان پوءِ هڪ نمائشي ڪارروائي ڪري ان غير جمهوري فيصلي کي بہ مستقل حيثيت ڏني وئي.

ڪري رهيون آهن، نه تاريخ جي سفر جو ڪو به مخصوص يا مقرر ٿيل قانون نه آهي. البته ڪو باشعور محرڪ آهي، جيڪو ان کي ڪڏهن اڳتي هلائي ٿو نه ڪڏهن وري پوئتي هٽايو ڇڏي.

# توجيه

سماجي ارتقاء بابت مارڪس جي پيشين گوئين کي، اڄ
هڪ صدي پوري ٿي چڪي آهي. پر جيئن ته اسان پوين
صفحن ۾ نهايت تفص[illegible]سان واضح ڪيو آهي، تـه مارڪس
ڪانپوءِ حالتن؛ عملاً اهڙو رخ اختيار ڪيو جو مارڪسي نظرئي
جي تائيد ته نهيو، اٽلو ان جي ترديد ٿئي ٿي. پر مارڪس جا
سچا پوئلڳ ان واضح حقيقت کي به مڃڻ لاءِ تيار نه آهن.
هي دوست مارڪسي نظرئي جي توجيه پيش ڪن ٿا.

١٩٥٧ع جي شروعات ۾ ڪلڪته ريڊيو، طرفان هڪ
سمپوزيم رکيو ويو هو، جنهن جو عنوان هو، ”ڇا مارڪسزم
جهونو ڪيلينڊر ٿي چڪو آهي؟“ ان مجلس ۾ مختلف ماڻهن
تقريرون ڪيون، جن مان هڪ، ڪوهاٽي يونيورسٽي ۾ اقتصاديات
جو پروفيسر ڊاڪٽر ٿامس به هو. هن صاحب تقرير ڪندي چيو
ته:- ”.... ٿي سگهي ٿو تـه طبقاتي ڪشمڪش، انقلاب ۽
سرمائيداري جي خاتمي بابت اهي پيشين گوئيون، جيڪي
مارڪسي نظرئي مطابق ڪيون ويون هيون؛ سي پراڻيون ڏسڻ
۾ اچن؛ پر انهيءَ حقيقت جو به انڪار نٿو ڪري سگهجي،
ته اڄوڪي دنيا ۾، وڏي پيماني تي دولت جي ذخيره اندوزي
ڪئي پئي وڃي، جنهن جي نتيجي ۾ امير ويتر امير ٿيندا وڃن
۽ غريب وڌيڪ غريب ٿيندا وڃن. اها صورتحال هڪ مستقل
ڪشمڪش ۽ لازمي انقلاب ڏانهن اشارو ڪري پئي. تاريخ

شاهد آهي ته رکيو انهيءَ سبب ڪري ڪيترن ملڪن ۾ انقلاب برپا ٿيا آهن. اهوئي سبب آهي، ته اسان يقين سان نٿا چئي سگهون ته هاڻي انقلابن جو دور لڏي ويو آهي. يا آئنده ڪو انقلاب ايندوئي ڪونه. جيڪڏهن دنيا جي گهڻن ملڪن ۾ اڃا تائين انقلاب نه آيو آهي، ته ان جو مطلب بهرحال اهو نه سمجهڻ گهرجي ته، اتي هاڻي انقلاب اچڻ جو ڪو امڪان ڪونهي. اصل ڳالهه هيءَ آهي، ته انهن ملڪن ۾ قومي پيداوار جي وڌيڪ بهتر ورهاست، جي ذريعي؛ انقلاب کي روڪي ڇڏيو ويو آهي."

"جيڪڏهن حقيقت اهائي آهي، ته پوءِ سوال پيدا ٿئي ٿو ته اهي ڪم خواه سرمائيدارن ڪيا آهن يا حڪومت جي طرفان ڪيا ويا آهن، بهرحال آئنده انقلاب نه اچڻ جي ضمانت آهن. پر جيڪڏهن مارڪسي نظرئي جي سچائي، گذريل انقلابن مان ثابت نه به ٿي ٿئي، ته به انقلاب کي عارضي طور تي روڪي ڇڏڻ سان، اهو نظريو غلط ثابت نٿو ٿئي."

مٿين توجيه جو مطلب اهو آهي ته انقلاب لاءِ مختلف سبب، سماج اندر هميشه به تيار ٿي رهيا آهن. البته ڪن عارضي ڪاروائين جي ڪري انقلاب کي في الحال روڪي ڇڏيو ويو آهي؛ هي توجيه سپ کان اڳ ڪائسڪي پيش ڪئي هئي ۽ پوءِ پين مختلف ماڻهن جي طرفان مختلف لفظن ۾ ورجائي پئي وئي آهي. هي توجيه حقيقت ۾ مارڪسزم لاءِ توجيه نه پر تنسيخ (رد) آهي.

سماجي تبديلين بابت، مارڪس جي ڪيل پيشينگوئين جو بنياد؛ ان نظرئي تي قائم ڪيو ويو آهي؛ ته انساني سماج ۾ جيڪي به واقعات ظاهر ٿيندا رهندا آهن؛ سي بلڪل ساڳئي طرح اٽل قانونن تي ٻڌل هوندا آهن؛ جيئن مادي دنيا ۾ ظاهر ٿيندڙ واقعا، پنهنجن مستقل قانونن تي ٻڌل هوندا آهن. مطلب ته جيئن ڌرتي هڪ مقرر اصول مطابق گردش ڪري رهي آهي

۽ ان کي ڪوبہ روڪي نٿو سگهي، تيئن سماج ۾ بہ ارتقائي تبديليون لازمي تقاضائن وانگر اينديون رهنديون آهن. سماجي تبديلين جو بہ هڪ اٽل قانون آهي، جيڪو انساني مرضي جي ماتحتي کانسواءِ، بلڪل آزاد نموني پنهنجو عمل ڪندو رهندو آهي. ڪنهن بني بشر جي وس ۾ نہ آهي تہ ان ۾ ترجيترو بہ تفاوت پيدا ڪري سگهي. پر ان نظرئي جي ابتڙ، هيءَ توجيه چوي ٿي، تہ انسان ان تبديلي واري قانون تي اثرانداز ٿي سگهي ٿو ۽ ان کي عارضي طور ملتوي بہ ڪري سگهي ٿو.

هيءَ توجيه؛ سماجي تبديليءَ جي قانونن ۾ انساني ارادي جي عمل دخل کي، محدود مدت لاءِ تسليم ڪري ٿي. پر سوال هي آهي تہ جڏهن انقلاب جي وچ وارين منزلن لاءِ توهين انساني عمل جي اثر کي تسليم ڪريو ٿا؛ تہ پوءِ ڇو آخري منزل لاءِ ان ڳالهہ کي نٿا مڃو؟

انقلاب جي وچين منزلن ۾، جيڪڏهن انسان جو ارادو سماجي حالتن تي اثرانداز ٿي سگهي ٿو، تہ پوءِ آخري منزلن ۾ اهو ڇو اثرانداز نٿو ٿي سگهي؟ جيڪڏهن عارضي اقتدار جو نظريو ڪٿي مڃجي؛ تہ پوءِ ان جو مطلب اهو ٿيو، تہ دنيا جون ڪي قوتون تاريخ جي سفر تي اثرانداز ٿين ٿيون ۽ تاريخ جي طاقت کي ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي تابع بہ ڪريو ڇڏين. جيڪڏهن اصل ڳالهہ ائين ئي آهي؛ تہ پوءِ انهن قوتن جي اثر کي ”عارضي“ ڇو سمجهجي؟ آخر ڪهڙي دليل تي اسان مڃيون تہ انهن جو اثر رڳو وقتي آهي؟

مارڪس، تہ سماجي تبديلين جي قانونن تي، انساني عمل جي ڪنهن بہ اثر کي مورڳو مڃي ئي ڪونہ ٿو؛ ۽ مطلق انڪار ڪري ٿو. ۽ توهين وچين عرصي کي ان کان مستثني ڪريو ٿا. سو جيئن وچين مدت لاءِ مارڪس جو اهو مفروضو غلط ثابت ٿيو آهي، بلڪل ساڳئي طرح آخري منزل لاءِ اهو مفروضو غلط ثابت ڇو نہ ٿيندو؟

تنهنڪري ڇڏيو؛ دليل هجيو نه پيش ڪريو.

## مارڪس جي پڌايل حل تي اصولي تنقيد

گذريل صفحن ۾ اسان مارڪس جي فلسفي جو نظري حيثيت سان يعني ٿيوري ٽيڪل حيثيت سان جائزو ورتو آهي. مارڪس جو مٿيون فلسفو، فقط فلسفو نه آهي، پر حقيقت ۾ زندگي جي مختلف مسئلن بابت سندس پڌايل مخصوص حل جي تائيد ۾؛ پيش ڪيل نظريو آهي. مارڪس وٽ زندگي جي سڀني مسئلن جو حل هي آهي، ته دولت جي پيدائش جا سمورا وسيلا اجتماعي ملڪيت ۾ ڏنا وڃن. ان حل کي برحق ثابت ڪرڻ لاءِ هن هڪ فلسفو ٺاهيو، جنهنجو مختصر جائزو اسان مٿي وٺي آيا آهيون.

هاڻي اسين مارڪس جي پڌايل حل تي گفتگو ڪرڻ چاهيون ٿا. هن گفتگو ۾ به ڀاڱا هيون آهن. اول ته اسان علمي ۽ اصولي طرح ان جو جائزو وٺنداسون، ان کانپوءِ عملي دنيا ۾ اهو حل ڪيتريقدر ڪارائتو ثابت ٿيو، ان تي گفتگو ڪنداسون.

لينن لکي ٿو ته، ”سوشلزم کانسواءِ انساني سماج جو ڇوٽڪارو ناممڪن آهي. جنگ، بک ۽ ٻيون سوين آفتون جن وگهي بيشمار انسان تباهه برباد ٿي رهيا آهن، تن کان فقط سوشلزم ئي اسان کي بچائي سگهي ٿو.“ پر حقيقت هن ريت آهي، ته سوشلزم، موجوده خرابين جو جيڪو حل تجويز ڪيو آهي، سو پاڻ به هڪ وڏو ۽ مڪروهه ظلم آهي. آهو ائين آهي جيئن، ڪنهن ماڻهوءَ جي منهن تي ويٺل مک هڪلڻ لاءِ ڏنڊو استعمال ڪجي. ائين ڪرڻ سان مک ته اڏامي ويندي پر ماڻهوءَ جو منهن رتورت ٿي ويندو.

## سياسي جمهوريت کانپوءِ معاشي جمهوريت

سوشلزم زندگي جي مسئلن لاءِ جيڪو حل پيش ڪيو

آهي، سو هيءُ آهي، ته معاشي پيداوار جا سڀ وسيلا هرهڪ ماڻهو جي قبضي مان ڪڍي سوسائٽي جي قبضي ۾ ڏنا وڃن. هن جي چوڻ مطابق زندگي جو سڀ کان وڏو مسئلو معاشي مسئلو آهي. پيا سڀ مسئلا، انهيءَ هڪڙي مسئلي جون شاخون آهن. اينجلز جو مشهور قول آهي ته:-

"انسان کي سڀ کان اڳ، کائڻ لاءِ کاڌو، پيئڻ لاءِ پاڻي، رهڻ لاءِ جاءِ ۽ تن ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو گهرجي. ان کانپوءِ ئي هو سياست، مذهب، سائنس ۽ فنون لطيفه ۾ دلچسپي وٺي سگهي ٿو. تنهن ڪري پيداواري طريقو ئي اهو اصل بنياد آهي، جنهن تي سماجي زندگي جي اڏاوت ٿئي ٿي. ان اساس تي ئي رياستي ادارن، قانوني تصورن، مختلف علوم ۽ فنون؛ تانجو مذهبي عقيدن جي اعليٰ عمارت اڏجي ٿي."(١)

مطلب ته زندگي جي هر سنوار ۽ بگاڙ جي تري ۾، اهميت رکندڙ اصل شيءِ، اهو سوال آهي ته معاش جا وسيلا ڪنهن جي قبضي ۾ آهن؟ جن ماڻهن جي هٿن ۾ اهي معاشي وسيلا هوندا آهن، سي ئي حڪومت ڪندا آهن؛ انهن جي ئي مرضي مطابق قانون ٺهندا آهن؛ اهي ئي مذهبي ۽ اخلاقي معيار ۽ قدر مقرر ڪندا آهن. انهن ماڻهن جي پسند ۽ ناپسند ۽ انهن جي نفعي ۽ نقصان مطابق تمدن جا سڀ شعبا ترتيب ڏنا ويندا آهن. ساڳئي طرح، معاشي پيداوار جا وسيلا جيڪڏهن اڄ جي قبضي ۾ هوندا، ته سماج جا سمورا شعبا ۽ سڀ ادارا سماج جي عام مفاد لاءِ ڪم ڪندا.

پر جيڪڏهن انهن وسيلن تي چند مخصوص ماڻهن جو قبضو ٿي ويندو، ته پوءِ سمورين سرگرمين جو رخ فقط انهن

---

(١) مارڪس جي قبر تي اينجلز جي تقرير- بحواله ڪارل مارڪس سليڪٽيڊ ورڪس- جلد اول، ١٢-

چند هستين جي طرف هوندو ۽ عوام لاءِ ڪا شئي نه هوندي.
سوشلسٽ خيالن مطابق، اهڙي صورتحال اها آهي ته دولت
حاصل ڪرڻ جا سڀ وسيلا چند سرمائيدارن جي قبضي ۾ وڃي
چڪا آهن ۽ ٻيا سڀ ماڻهو فقط انهن جا غلام بنجي چڪا
آهن. ٿورڙا ماڻهو عيش ۾ آهن ۽ گهڻا ماڻهو افلاس جي عذاب
۾ گرفتار آهن.

ڪميونسٽ مينيفيسٽو ۾ لکيل آهي ته:-

”پرولتارين جي نظر ۾ قانون، اخلاق ۽ مذهب
سڀ جا سڀ بورژوا جا ڦهلايل وهم آهن، جن جي
پويان انهن جا وڏا مفاد لڪل آهن.“

مارڪسي تعليم مطابق ان خرابي جي اصل پاڙ ذاتي
ملڪيت جو قانون آهي، جنهن جي ڪري هڪ شخص کي
موقعو ملي ٿو، ته هو دولت جي خزانن کي پنهنجي ملڪيت
۾ آڻي، ٻين کي محروم ڪري ۽ اهڙي طرح هو سماج ۾
اهڙي حيثيت حاصل ڪري وٺي ٿو جنهن ۾ سڀ شيءِ هن
لاءِ هجي ۽ ٻين لاءِ ڪجهه به نه هجي. ان جو علاج اهو آهي،
ته ذاتي ملڪيت کي ختم ڪري ڇڏجي ۽ رزق جا سمورا
وسيلا ساري عوام جي ملڪيت ۾ ڏجن. اهڙي طرح رزق جي
خزانن تان، انهن چند ماڻهن جي ٺيڪيداري پاڻهي ختم ٿي
وينديءَ ۽ زمين جي دولت، زمين تي رهندڙ سڀني انسانن کي
ملي ويندي.

ڪميونزم جي پيش ڪيل ان حل جي پويان جيڪو
فلسفو ڪم ڪري رهيو آهي، بلڪل ساڳيو فلسفو اڳوڻين
شخصي حڪومتن جي برخلاف، جمهوريت جو نالو وٺي اختيار
ڪيو ويو هو. انوقت هي نظريو پيش ڪيو ويو هو ته سياسي
اختيار زندگي ۾ اصل اهميت رکن ٿا، اهي جنهن جي هٿ ۾
هوندا آهن، اهو ٻين کي پنهنجو غلام بڻائي ڇڏيندو آهي، ۽
سماج جي سمورن ادارن کي سماجي خدمت جي بدران پنهنجي

خدمت لاءِ مجبور ڪندو آهي. تنهنڪري عام پبلڪ کي،
حقيقت ۾ آزاد ڪرائڻ لاءِ ضروري آهي ته سياسي اختيار چند
ماڻهن جي هٿن ۾ نه هجن، پر عوام جي هٿن ۾ هجن. انهن
جي چوڻ مطابق سياسي اختيار فقط عوام جو حق آهي، تنهنڪري
شاهي خاندان جي چند افراد جي بدران حڪومت عوام جي
هٿن ۾ هئڻ گهرجي. هن وقت ماڻهن مٿان جيڪي ظلم ٿي
رهيا آهن ۽ هڪ محدود طبقي کي زندگي جي هر شعبي ۾
جيڪي سهوليتون حاصل ٿيون آهن؛ اهو ان ڪري ٿيو آهي
جو، سياسي اقتدار انهن چند ماڻهن جي قبضي ۾ اچي ويو آهي.
جيڪڏهن اقتدار عوام جي قبضي ۾ ڏنو وڃي، ته ظلم پاڻمرادو
ختم ٿي ويندو. جان ڪالوين (١٥٠٩-٦٤ع) جمهوري حڪومت
جو حامي هو. هن جو خيال هو، ته اهڙي حڪومت ۾
مخالفت ۽ ڪشمڪش ختم ٿي ويندي. چو ته عوام پاڻ حاڪم
هوندا، تـه پوءِ مخالفت ڪير ڪندو؟ ڪير ڪنهن تـي ظلم
ڪندو؟ ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته، جيئن اشتراڪي
دوست معاشي اقتدار کي سماج جي ملڪيت ۾ ڏيڻ چاهين ٿا،
تيئن هي صاحب، سياسي اقتدار کي سماج جي ملڪيت ۾ ڏيڻ
جا علمبردار هئا. هيءَ تحريڪ وڏي زور شور سان، سترهين
صدي عيسوي ۾، فرانس ۾ برپا ٿي هئي ۽ آخرڪار ساري دنيا
تي ڇانئجي وئي. ڇا سياسي اقتدار عوامي ملڪيت ۾ ڏيڻ وارو
اصول ڪامياب ٿيو؟ ان جو جواب اسين ڪجهه ڏيون. خود
اشتراڪي دوست تسليم ڪن ٿا تـه اهو اصول بلڪل ناڪام
ٿيو. الٽو جمهوريت پاڻ، شهنشاهي نظام جي هڪ بدليل صورت
بنجي پيئي. جمهوريت جي ناڪامي بابت اشتراڪي لٽريچر ۾
ڍگهيون تفصيلون ڏنل آهن. اينجلز هن مسئلي تي بحث ڪندي
لکي ٿو ته، ”روسو جو ’معاهده عمراني‘ هڪ خوني حڪومت
جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو.“

لينن چوي ٿو ته:-

”جڏهن جاگيرداري جو تختو اونڌو ٿيو، ۽ آزاد سرمائيدار سماج خدا جي زمين تي قائم ٿيو، تڏهن اها ڳالهه ظاهر ٿيڻ ۾ دير ڪانه لڳي، ته هي آزادي، مزدورن لاءِ جبر ۽ استحصال جو هڪ نئون نظام ڪٺي آئي آهي.“

جڏهن ڳالهه ائين ٿي آهي؛ ته پوءِ چونه اسين سمجهون ته ڪارل مارڪس واري ”معاشي جمهوريت“ جي به ساڳئي پڇاڙي ٿيندي، جيڪا هن کان اڳ روسو واري ”سياسي جمهوريت“ جي ٿي چڪي آهي. جڏهن ته ٻنهي جو فلسفو ساڳيو آهي ۽ ٻنهي وٽ مقصد ماڻڻ لاءِ طريقو به ساڳيو آهي؛ ته پوءِ ٻنهي جي پڇاڙي ڇو ڌار ڌار ٿئي؟ جڏهن ته ٻنهي جي منطق به ساڳئي آهي، ته پوءِ ٻنهي جو نتيجو به ساڳيو ظاهر ٿيڻ گهرجي.

جمهوريت ۽ اشتراڪيت، ٻئي غير طبقاتي سماج ۾ يقين رکن ٿا، ٻنهي جو مقصد، هڪ اهڙو معاشرو پيدا ڪرڻ آهي، جتي ننڍ وڏائي نه هجي، جتي سڀني کي هڪجهڙا موقعا ملن. فرق رڳو سو ايترو آهي، ته ٻئي، مختلف طريقن سان ان ڪم کي پورو ڪرڻ چاهين ٿا. انساني بناوت جا هي ٻئي نظريا، جيتوڻيڪ هڪ ٻئي جا دشمن آهن، پر حقيقت ۾ ٻنهي جي فڪري طرز بلڪل ساڳئي آهي. جمهوريت جو چوڻ آهي، ته سماج ۾ طبقا پيدا ٿيڻ جو سبب اهو آهي، ته اقتدار عوام جي ملڪيت ۾ نه هوندو آهي. فقط چند ماڻهن جي هٿن ۾ هوندو آهي، جيئن ته حاڪم يا بادشاهه وغيره ۽ باقي ٻيا سڀ ماڻهو رعيت هوندا آهن. تنهنڪري جمهوريت جو نعرو آهي ”حڪومت ساري عوام جو حق آهي. ان تي عوام جو ئي قبضو هئڻ گهرجي.“

جيتوڻيڪ مٿين ڳالهه نظري لحاظ کان ڪيتري به

دلڪش هجي، پر اها به حقيقت آهي ته ملڪي انتظام سڀئي هڪ ئي وقت ۾ نٿا ڪري سگهن، تنهنڪري اقتدار بهرحال ڪن ٿورڙن ماڻهن جي هٿن ۾ ڏيڻو پوندو. اهوئي سبب آهي جو، جمهوريت اليڪشن جو طريقو اختيار ڪيو، جنهن جي معنيٰ آهي ته، عوام پنهنجي مرضي سان، پنهنجو حاڪماڻو حق چند شخصن جي حوالي ڪري ٿو، ته جيئن اهي حاڪميت جي حق کي عام ڀلي لاءِ استعمال ڪن. پر مارڪسي بزرگن جي پنهنجي قول مطابق، عملاً ٿيو ائين جو، جيڪي چند ماڻهو، عوام جي ووٽن سان چونڊيا ويا هئا، سي نسلي بادشاهن جي جاءِ تي ”چونڊيل شهنشاه“ بڻجي عوام جي ڪنڌ تي چڙهي ويهي رهيا. بلڪل ساڳئي طرح مارڪسزم جو چوڻ آهي ته، سماج ۾ طبقا پيدا ٿيڻ جو سبب، اهو آهي ته روزي حاصل ڪرڻ جا وسيلا، عوام جي بدران ڪن ٿورڙن ماڻهن جي هٿن ۾ هوندا آهن، جيڪي مالڪ بڻجي انهن تي قبضو ڄمائي ويهندا آهن ۽ باقي ٻيا ماڻهو انهن شخصن جي نوڪري يا مزدوري ڪندا آهن. تنهنڪري مارڪسزم نعرو هنيو ته، ”پيداواري وسيلن تي عوام جو حق آهي، ان تي عوام جوئي قبضو هئڻ گهرجي.“ پر هتي به وري ساڳيوئي سوال پيدا ٿئي ٿو، جيڪو سياسي جمهوريت بابت پيدا ٿيو هو. يعني ته عام طرح، ”پيداواري ذريعا ساري عوام جا آهن“، چوڻ سان، حقيقت ۾ اهي عوام جي ملڪيت ۾ اچي ڪونه ٿا وڃن؛ پر ان جي انتظام لاءِ به ڪن ٿورڙن ماڻهن کي ئي مقرر ڪرڻو پوندو؛ جيڪي عام ڀلي لاءِ پيداوار ۽ ورڇ جو بندوبست ڪن. مارڪسزم جي قول مطابق، ”اهي ٿورا شخص“، پورهيت طبقي جا نمائندا هوندا، جيڪي سڀني جي مفاد لاءِ پيداواري وسيلن جو انتظام ڪندا. هي نوان لفظ ۽ نوان عنوان آهن، پر ڳالهه اها ساڳي آهي جيڪا جمهوريت چئي هئي. البته هتي انهن ”ٿورن شخصن“ جي اختيارين کي تمام گهڻو وڌايو ويو آهي.

اِهي سياست سان گڏوگڏ، هڪ هڪ ماڻهوءَ جي روزيءَ جا به ذميوار آهن. جمهوريت ته پنهنجن "چونڊيل نمائندن" کي فقط "سياسي خداوند" بنايو هو، پر مارڪسزم ته پنهنجن "مزدور نمائندن" کي "سياسي خداوندي" سان گڏ "ان داتا" جو رتبو به بخشيو آهي. مارڪسي نظريي جو خلاصو هي آهي، ته معاشي تنظيم جو ڪم سرمائي وٽان نڪري سياست جي هٿ ۾ اچي وڃي. مطلب ته هي نظريو لنبدي کي ته ماري ٿو پر ارڙ بلا کي ڇيڪ ڇڏي ٿو. يعني هي نظريو مسئلي کي حل ته نٿو ڪري، الٽو وڌيڪ منجهائي ڇڏي ٿو.

مارڪسي دوست، موجوده بورژوا جمهوريت تي سخت تنقيدون ڪن ٿا. سندن چوڻ آهي ته جمهوري نظام، ظاهري طرح دعويٰ ڪري ٿو ته، هي عوامي حڪومت جو نظام آهي؛ جيڪي عوام کان ووٽ وٺي اقتدار هٿ ڪن ٿا. پر ڇا اشتراڪيت وٽ اجتماعي ملڪيت جو نظام هلائڻ لاءِ، ان جمهوري طريقي کان سواءِ ڪو ٻيو طريقو آهي؟ جمهوريت پارليماني طريقو اختيار ڪيو آهي، اهو پنهنجي دعويٰ مطابق ته عوامي نظام آهي، پر حقيقت ۾ سندس عمل بالواسطه ٿئي ٿو. ان ۾ مختلف معاملن جا فيصلا ڪرڻ وقت سڀ ماڻهو سنئون سڌو حصو نٿا وٺن، پر پنهنجن نمائندن جي وسيلي ان ۾ شريڪ ٿيندا آهن. ساري آبادي ۾ ڪي مخصوص ماڻهو ووٽر هوندا آهن. ۽ اهي ورڻي چند ماڻهن کي چونڊي اسيمبلي ۾ موڪليندا آهن. انهيءَ مجلس مان به ورڻي ڪي ماڻهو چونڊيا ويندا آهن، جيڪي ڏي حڪومت هلائيندا آهن. اهڙي طرح عملاً حڪومت جا سمورا اختيار بلڪل ٿورڙن ماڻهن جي هٿن ۾ جمع ٿي ويندا آهن. بلڪل ساڳيو طريقو خود ڪميونزم اختيار ڪيو آهي. اشتراڪي حڪومتون، يا ٻين لفظن ۾ مزدورن جون حڪومتون، مارڪس جي قول مطابق آبادي جو ٨٠ سيڪڙو حصو آهن. پر هتي اها صورتحال ڪانهي (۽ نه ڪي

حقيقت ۾ ممڪن نہ آهي) جيڪا يونان ۾ ننڍين ننڍين شهري حڪومتن جي هئي، جتي اجتماعي معاملن بابت فيصلي جي وقت سارو شهر هڪ هنڌ اچي ڪٺو ٿيندو هو. ان ڪري هتي بہ اهو ساڳيو نمائندن وارو بالواسطہ طريقو اختيار ڪيو ويو آهي. پارليماني نظام جو جوڙجڪ ئي اهڙو آهي جو، چوڻ ۾ تہ اها ساري عوام جي حڪومت هوندي آهي، پر عملاً اها فقط هڪ شخص يا ڪن ٿورن شخصن جي حڪومت هوندي آهي. ۽ وري جيڪڏهن ان نظام سان اشتراڪيت جي اصولن کي بہ شامل ڪجي ٿو، تہ پوءِ تہ ان ۾ مڪمل مرڪزيت اچيو وڃي. اشتراڪي سماج جي نوعيت يا اصليت کي ٿورن لفظن ۾ بيان ڪجي تہ هيئن چئي سگهجي ٿو، تہ:-

"اشتراڪي حڪومت ۾ اقتدار پوري طرح پورهيت طبقي جي هٿن ۾ هوندو آهي، يعني ڪميونسٽ پارٽي جي هٿن ۾، يعني اسٽالن جي هٿن ۾ هوندو آهي."

مارڪسي دوست چون ٿا تہ اشتراڪي نظام ۾ اهي، خرابيون پيدا ٿي نٿيون سگهن، جيڪي جمهوري نظام ۾ آهن. چو تہ جمهوري نظام جيڪي تبديليون تجويز ڪيون آهن، سي حقيقي تبديليون نہ آهن، پر هڪ ظالماڻي نظام فقط پنهنجو چولو مٽائو آهي. زندگي ۾ اصل اهميت معاشيات کي حاصل آهي. معاشي وسيلا جن ماڻهن جي هٿن ۾ هوندا آهن، آهي ئي آخرڪار سيني معاملن جا ڌڻي ٿي ويندا آهن جمهوري تحريڪ، معاشي وسيلن کي تہ ذاتي مالڪن جي هٿن ۾ ئي رهڻ ڏئي ٿي، صرف سياست کي عوامي ملڪيت بہ آڏڻ جو نعرو هڻي ٿي. ظاهر آهي تہ اها تبديلي بي معنيٰ آهي، چو تہ جڏهن اختياريون سڀ افراد جي قبضي ۾ هجن، تہ پوءِ حڪومت جي شڪل بدلائڻ سان ڪجهہ بہ نٿو ٿئي. نتيجو اهو ٿيندو آهي تہ جيڪو طبقو ان وقت معاشي اختيارين تي قابض هوندو آهي، سو ئي پنهنجي حيثيت سان فائدو وٺي سياسي اختيارين تي بہ قبضو

ڪري ونندو آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي ڇٽي ته، ڪميونزم مورڳو انهيءَ شاخ کي ٿي ڪپيو ڇڏي جنهن مان، موقع پرست ماڻهو اڳتي هلي فائدو وٺن. جڏهن، ڪنهن ملڪ ۾ معاشي وسيلا ”عوام جي ملڪيت“ ۾ ڏجن ٿا، ته سياسي اختيار پاڻيهي عوام جي قبضي ۾ اچي ويندا آهن ۽ عوام کي حقيقي معنيٰ ۾ آزادي نصيب ٿيندي آهي. پر مٿين تاويل صحيح نه آهي. اها ته حقيقت ۾ فقط هڪ مغالطو آهي.

ڪنهن به سماج ۾ خرابيون ڇو پيدا ٿينديون آهن؟ رڳو ان ڪري جو سماج ۾ ڪن ماڻهن کي، ٻين ماڻهن جي پيٽ ۾ وڌيڪ اختيار ۽ موقعا ملي ويندا آهن. جيڪڏهن سماج جا سڀ فرد هڪجهڙا هجن ته پوءِ ظاهر آهي ته ڪنهن کي به، ٻئي تي برتري ڪانه هوندي ۽ پوءِ ظلم يا ڦرمار جو سوال ئي پيدا نه ٿيندو. مطلب ته ”اختيارن جي مرڪزيت“ ئي اهو اصلي سبب آهي، جيڪو سماج ۾ بي انصافي جو ڪارڻ بنجي ٿو. انهيءَ ڪري مارڪسي دوست انفرادي ملڪيت جي مخالفت ڪندا آهن. ڇو ته ان نظام ۾ هڪ شخص کي اهو موقعو ملندو آهي ته هو ٻين کان وڌيڪ معاشي وسيلا پاڻ وٽ گڏ ڪري سگهي، ۽ سماج ۾ نابرابري پيدا ڪري، پنهنجي اُچي حيثيت مان فائدو وٺي ۽ آخرڪار پاڻ کان ڪمزورن تي ظلم ڪرڻ لڳي. ”ڪميونسٽ مينی فيسٽو“ ۾ مارڪس اينجلز ٻنهي سرمائيداري جمهوري نظام تي تنقيد ڪندي لکيو آهي ته:-

> ”پيداواري وسيلن کي مرتڪز ڪري دولت کي افراد جي قبضي ۾ ڏيڻ جو لازمي نتيجو سياسي مرڪزيت آهي.“

اختيار جي انهيءَ مرڪزيت کي ختم ڪرڻ لاءِ، مارڪس؛ اقتدار کي سماجي ملڪيت ۾ وٺڻ جو نعرو هنيو. پر جيڪا شڪل هن تجويز ڪئي آهي، ڇا ان سان سڀ اختيار سچ پچ ته عوام کي ملي ويندا آهن؟ ۽ ڇا سماج کي ”مرڪزيت“ جي

لعنت کان نجات ملي ويندي آهي؟ ڪنهن به شيءِ جو فقط نالو رکڻ سان، حقيقت بدلجي ڪانه ٿي وڃي. موجوده جمهوري نظام دعويٰ ڪري ٿو، ته هن سياسي اختيار عوام جي هٿ ۾ ڏنل آهن. پر اشتراڪي صاحب ان دعويٰ کي تسليم نٿا ڪن ۽ عملي طرح جمهوري نظام جو تجزيو ڪري ڏسن ٿا، ته حقيقت ۾ اختيارن جو مالڪ ڪير آهي. ساڳئي طرح اشتراڪي دوستن جي دعويٰ کي به عملي دنيا ۾ جانچي ڏسڻو پوندو، ته حقيقت ۾ اهو ڪهڙي صورت اختيار ڪري ٿو. حقيقت هن ريت آهي ته جيئن سرمائيدار سماج ۾ پيداوار جي وسيلن کي حرڪت ڏيڻ جو اختيار، چند سرمائيدارن کي حاصل هوندو آهي، تيئن اشتراڪي سماج به مجبور آهي، ته انهن وسيلن کي حرڪت ڏيڻ جو اختيار چند ڪامريڊن کي سونپيو وڃي. ٻنهي نظامن ۾ فرق صرف ايترو آهي، ته هڪڙي هنڌ، انفرادي ملڪيت جي نالي ۾ اختيار گڏ ڪجن ٿا ۽ ٻئي هنڌ ساڳيو عمل اجتماعي ملڪيت جي نالي ۾ ٿئي ٿو. اهڙي طرح رڳو شڪلين ۾ فرق آهي، باقي اصل خرابي — مرڪزيت — ٻنهي هنڌن موجود آهي. پوءِ ڀلا، جمهوريت جي "عوامي نظرئي" جي جيئن ڀڄائي ٿي، سا ساڳئي ڀڄائي مارڪسزم جي "مزدور نظرئي" جي ڇو نه ٿيندي؟، جڏهن ته مارڪسزم ۾ "مرڪزيت" واري خرابي ٻيڻ ٿي موجود آهي. لينن، روس جي موجوده اشتراڪي نظام کي "اسٽيٽ سوشلزم" جو نالو ڏنو هو. پر اسٽيٽ سوشلزم، وڌيڪ صحيح لفظن ۾ "اسٽيٽ ڪيپيٽلزم" آهي.

روسي ڪميونسٽ پارٽي جي ويهين ڪانگريس ۾، اسٽالن بابت جيڪي اعتراض اٿاريا ويا هئا، تن مان ان ڳالھ جو رد ٿئي ٿو، ته معاشي وسيلن کي عوامي ملڪيت ۾ ڏيڻ سان، حقيقت ۾ اختيار به عوام جي هٿن ۾ اچيو وڃن. جيڪڏهن ائين هجي ها، ته اسٽالن جڏهن عام ڀلائي جي ڪمن کان

نابري واري هئي، تڏهن عوام هن کي برطرف ڪري ڇڏين ها. اٿين هرگز نه ٿئي ها جو هو وڏا ظلم ڪرڻ ڪانپوءِ به پنهنجي حياتي جي آخري گهڙي تائين، ملڪ جو والي هجي، ها، ۽ روس جي وڏي ڪان وڏي ماڻهوءَ ۾، تنهنجو ڪميونسٽ پارٽي جي سيڪريٽري ۾ بــ ايتري جرائت ڪانــ هئي، جو اسٽالن جي ڪرتوتن تي آڱر به ڪٽي سگهي.

## اجوري ۽ غلامي جو نظام

مارڪسي مفڪر موجوده ملڪيتي نظام کي "اجوري تي غلامي" جو دور سڏين ٿا، جنهن ۾ انسان ظاهري طرح نه آزاد هوندو آهي، پر پنهنجي پيٽ قوت لاءِ مجبور هوندو آهي، تــ ڪنهن سرمائيدار وٽ اجوري تي ڪم ڪري. اهــي چون ٿا، ته موجوده سرمائيدار سماج، غلامي جون ته پوريون سڀ زنجيرون ٽوڙي چڪو آهي. پر سرمائيدارن جي سرڪٽ، اڄ به مزدورن جي ڳچي ۾ پيئي آهي. قانون جي نظر ۾ ته سرمائيدار ۽ مزدور جا حق هڪجهڙا آهن، پر جيئن تــ پيداوار جا سمورا وسيلا سرمائيدارن جي قبضي ۾ آهن؛ سو جنهن طبقي جي هٿن ۾ سماج جا پيداواري وسيلا هوندا آهن، اهو طبقو، حاڪم ٿــي ويندو آهي، ۽ باقي پيا سڀ ماڻهو، انهن جا محتاج ٿي ويندا آهن. ڪنهن به سماج ۾ پيداواري وسيلن جو سرمائيدارن جي هٿن ۾ اچڻ، اها معنيٰ رکي ٿو، تــ ڪي ڳاڻ ڳڻيا ماڻهو، ساري سماج تي قابض آهن. مطلب ته نه رڳو ڪوئلي، تيل، اناج، ڪپڙي، سيمينٽ وغيره تي انهن جي ٺيڪيداري آهي پر اجتماعي زندگي جا سمورا اختيار به ان کي ڏي ملڪيل آهن. يعني پريس، اخبارون، ريڊيو، تعليمي ادارا، سينيمائون، ليڪچر هال، مطلب ته هر شي انهن جي هٿن ۾ اچيو وڃي، جن جي وسيلي سياسي رايا ۽ خيالات ايرن تا ۽ پين تائين پهچن ٿا. اهڙي طرح هڪ انسان جي جسم کان وٺي سندس دماغ تائين، سارو وجود

سرمائيدار جي مٺ ۾ هوندو آهي ۽ هو جمهوريت جي سهڻي عنوان هيٺ پنهنجي ڊڪٽيٽرشپ ماڻهن مٿان مسلط ڪندو آهي.

موجوده جمهوري نظام بابت مارڪسي مفڪر وڏي زور شور سان اها ڳالهه چون ٿا، پر حقيقت هن ريت آهي، جو اهي سڀ ڳالهيون جمهوريت کان وڌيڪ، اُن نظام تي لاڳو ٿين ٿيون، جيڪو هي دوست، جمهوريت ڪانپوءِ برپا ڪرڻ گهرن ٿا. جيئن جمهوريت اختيارن کي هڪ مخصوص جماعت جي هٿن ۾ جمع ڪري ٿي، تيئن سوشلزم به سڄو اختيار هڪ مخصوص پارٽي جي هٿن ۾ ڏيئي ڇڏي ٿو. پوءِ آخر "مزدور حڪومت" کيئن "عوامي حڪومت" کان ڌار ڇئبي؟ جمهوري تحريڪ اهو نعرو هنيو هو، ته "شاهي طبقي جي بدران عوام جي حڪومت" هئڻ گهرجي. پر جڏهن انهيءَ نعري کي عملي جامو پهرايو ويو، تـه توهان جي بقول عوام جا چند "نمائندا" سڄورن اختيارن ۽ وسيلن جا ڌڻي ٿي پيا، ۽ عوام جي حالت ۾ ان ڪانسواءِ ڪوبه ڦيرو نه آيو، ته اهي هڪ آقا جي غلامي مان نڪري ٻئي آقا جي غلامي ۾ اچي ويا. بلڪل ساڳيءَ طرح اشتراڪيت جو نعرو آهي، "سرمائيدار طبقي جي بدران مزدورن جي حڪومت"، پوءِ ڀلا اُئين چوڻ ٺيندو، ته اشتراڪي انقلاب کان پوءِ جن "مزدور نمائندن" جي هٿن ۾ رياستي اقتدار ۽ مُعاشي وسيلا ايندا، سي آخرڪار ڊڪٽيٽر بڻجي ويندا، ۽ جبر ۽ استحصال جو هڪ نئون نظام قائم ڪندا؟ موجوده بورژوا طبقي بابت، مارڪس ۽ اينجلز لکيو آهي، ته ان طبقي "مذهبي ۽ سياسي پردي ۾ لڪل استحصال کي، هڪ کليل، بي غيرت، سڌو ۽ وحشي استحصال ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي."(١) مٿيون تنقيدون جيترېقدر "بورژو انظام" تي لاڳو ٿين ٿيون، ان کان وڌيڪ، خود اشتراڪي نظام تي

---

(١) ڪميونسٽ مينيفيسٽو.

ڏهڪيو اچن. جمهوري معاشيات ۾ هڪ ماڻهو کي صرف معاشي تڪليف ٿيندي آهي. پر اشتراڪي معاشيات ۾ هڪ ٻيو نقصان به ٿيندو آهي، سو اهو ته معاشي تڪليف ۾ تمدني عذاب جو به اضافو ٿي ويندو آهي. سرمائيداري نظام ۾ ته ماڻهو آزاد هوندو آهي، ته پنهنجي مرضي سان ڪو به ڌنڌو اختيار ڪري. پر اشتراڪي نظام ۾ ماڻهوءَ کي آفيسن جا چڪر ۽ ڪامورا شاهي جو شڪار به ٿيڻو پوي ٿو. وهنوار ۽ سرڪاري ڪامورن جي ذريعي معاشي جوڙجڪ ۾، زمين آسمان جو فرق آهي. پهرئين حالت ۾ ماڻهو آزاد هوندو آهي، ته هو جيڪو ڌنڌو وٺيس، اختيار ڪري- جيترو وقت وٺيس، اوترو ڪم ۾ لڳائي. هو جڏهن به ڪو ڪمڪري ٿو يا ڪنهن دڪان تان وکر وٺي ٿو، ته انوقت هن جو معاملو ٻئي ماڻهوءَ سان برابري جي بنياد تي طئي ٿيندو آهي، ٻنهي سان هرهڪ، ٻئي کان پنهنجي ضرورت جي شئي وٺي ٿو ۽ سندس ضرورت جي شئي ڏئي ٿو. اهڙي طرح ٻنهي جي وچ ۾ معاملو برابر سطح تي هوندو آهي. پر سرڪاري جوڙجڪ ۾ هر ماڻهو محسوس ڪندو آهي ته هن جي مٿان، ڪي ٻيا ماڻهو آهن، جيڪي هن جا خدا بنيل آهن. هو جيڪو به معاملو طئي ڪرڻ چاهي ٿو، سو پاڻمرادو نٿو ڪري سگهي. ان لاءِ هن کي پنهنجي مٿان، هڪ صاحبِ اختيار شخص کان اجازت وٺڻ ضروري آهي. اهڙي طرح معاملو ٻن برابر حيثيت رکندڙ ماڻهن جي وچ ۾ نٿو رهي، پر ٻن اهڙن ماڻهن جي وچ ۾ ٿئي ٿو؛ جن مان هڪ بي وس آهي ۽ ٻيو وسوارو. هڪڙو اجازت گهرڻ وارو ۽ ٻيو اهو جنهن جي صحيح سان اجازت ملندي آهي.

حقيقت ۾ ”اجوري تي غلامي“ جو لفظ جيڪڏهن صحيح معنيٰ ۾ ڪنهن نظام تي لاڳو ٿئي ٿو، ته اهو اشتراڪي معاشرو آهي. جمهوري معاشري ۾ ماڻهو، اجوري تي ڪم نه ڪري ٿو، پر هو ان لاءِ مجبور نه هوندو آهي. هو جيڪڏهن

چاهي تہ مزدوري ڇڏي ڏي، ۽ واپار ڪري يا پيو ڪو آزاد ڌنڌو ڪري، تہ ڪري سگهي ٿو. پر اشتراڪي معاشري ۾، رزق ملڻ جي ٻي ڪا بہ واٽ نہ هوندي آهي، سواءِ ان جي تہ ماڻهو يا تہ سرڪاري نوڪري ڪري يا وري ڪنهن سرڪاري ڪارخاني ۾ وڃي مزدوري ڪري. تنهن ڪان سواءِ جمهوري معاشري ۾ ماڻهو پوءِ بہ آزاد هوندو آهي؛ جڏهن تہ اشتراڪي معاشري ۾ هڪ مڪمل سياسي ۽ معاشي آمريت هن مٿان مسلط هوندي آهي. ”مزدورن جي ڊڪٽيٽر شپ“ دراصل نالو آهي، سيني ماڻهن کي مزدور بنائي انهن مٿان ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪرڻ جو.

## اجتماعي ملڪيت جو عجيب نظام

ذاتي ملڪيت جي نظام جي برخلاف مارڪسزم جو سڀ کان وڏو دليل هيءُ آهي، تہ ان ۾ آخرڪار دولت ڦري گهري چند ماڻهن جي هٿن ۾ اچي گڏ ٿيندي آهي. ۽ اهي دولتمند ايڏا تہ طاقتور ٿي ويندا آهن، جو سمورين سياسي ۽ معاشي سرگرمين تي ڇانئجي ويندا آهن. حڪومت جون پاليسيون بہ انهن ماڻهن جي مفاد ۾ استعمال ٿينديون آهن، نتيجو نہ رڳو اهو نڪرندو آهي جو ملڪ جا باشندا، سرمائيدارن جا غلام بنجي ويندا آهن، پر سرمائيدار پنهنجي مفاد لاءِ ڪوشش ڪندي، دنيا جو امن بہ تباہ ڪري ڇڏيندا آهن. جنهن جو نمايان مثال ٻي عالمگير جنگ آهي. ١٩١٤ع واري لڙائي کان پوءِ سيني ملڪن جي پاڻ ۾ معاشي جنگ شروع ٿي وئي. هر ملڪ جي حڪومت، پنهنجي ملڪ جي سرمائيدارن جي دٻاءُ هيٺ ٻين ملڪن جي خلاف فيصلا ڪيا، ٻين ملڪن جي مال تي ڳرا محصول وڌا ويا، جنهن جي نتيجي ۾ تاريخ جي سڀ کان ڌڪائيندڙ جنگ — ٻي عالمگير جنگ — لڳي. هڪ ڪميونسٽ اديب

جي لفظن ۾، ”سرمائيدارن جي مفاد جي ٽڪر جو نالو ٻي عالمگير جنگ آهي.“

موجوده سرمائيداري نظام جي خلاف مارڪسزم جون اهي سڀ ڳالهيون بلڪل صحيح آهن. پر انهيءَ مشڪل جو علاج، جيڪو هن ٻڌايو آهي، سو پاڻ، انهيءَ برائيءَ جو بدترين مثال آهي، جنهنڪي ختم ڪرڻ جي هو هام هڻي ٿو.

توهان هڪ - هٽي ختم ڪرڻ لاءِ عام پبلڪ کي ملڪيت جي حق کان محروم ڪريو ٿا. پر پوءِ، ڪاروبار ۽ ٻين اڪيچار ادارن کي هلائڻ لاءِ ۽ زندگي جي ضرورتن جو سامان ميسر ڪرڻ لاءِ؛ بهرحال توهان کي ڪونه ڪو انتظام ته ڪرڻو پوندو. اهو انتظام ملڪ جا سڀ باشندا ته هڪ ڏي وقت ۾ ڪري نٿا سگهن، تنهنڪري اهو ڪم ضرور مخصوص ماڻهن جي حوالي ڪرڻو پوندو. اهي منتظم، قدرتي طور تي، اهي ڏي ماڻهو هوندا جن جي هٿن ۾ حڪومت جون واڳون هونديون. هاڻي جيڪي ماڻهو سياسي اختيارن جا اڳيئي مالڪ آهن، تن کي توهان هينئر معاش ۽ روزگار جو ٺيڪو به سونپي رهيا آهيو. مطلب ته، ٻه ڌار ڌار اختيار جيڪي اڳي واپارين ۽ سياسي ليڊرن ۾ ورهايل هئا، تن کي توهان هاڻي فقط هڪ ٽولي يعني سياسي ليڊرن جي حوالي ڪرڻ چاهيو ٿا. سوال هي آهي ته، اهي نوان منتظم جڏهن، هوريان هوريان سمورن اختيارن تي قبضو ڪري وٺندا، ۽ ٺڪر پور جي ورهاست کان وٺي خيالن جي اشاعت تائين، هر شيءِ تي انهن جو قبضو ٿي ويندو؛ ته ڇا اڳوڻي هڪ هٽيءَ کان به وڌي ۽ خطرناڪ هڪ هٽي پيدا ڪانہ ٿينديءَ؟، جنهنڪي ختم ڪرڻ لاءِ توهان؛ ماڻهن کي ملڪيت ۽ آزاد روزگار کان محروم ڪيو هو ۽ کين سرڪاري نوڪر بڻائي ڇڏيو هو. هڪ هٽيءَ جو مطلب، جيڪڏهن، اهوئي آهي ته ڪن ٿورن ماڻهن جي هٿن ۾ گهڻن ماڻهن جو رزق هجي، ته پوءِ، ڇا اها هڪ هٽيءَ نہ ڇئبي،

جنهن ۾ چند سياسي ليڊر ساري ملڪ ۾ اٿي ۽ ٺٺي جا
ٺيڪيدار بڻجي وڃن؟ نه ڪنهن کي ٻئي ٻاري ڪرڻ جي اجازت
هجي ۽ نه وڻج واپار جي. ڪٿي ڪمائڻ سڀ سرڪار جي موڪل
ڪانسواءِ نه هجي. ساري ملڪ ۾ فقط هڪڙو ئي ڏاتار هجي،
جنهن جي دربار مان رزق جي ورهاست ٿئي. اها هڪ هٿي
جن ماڻهن جي هٿ وس هوندي آهي، اهي جيڪڏهن بگڙي
پون ته سڄي ملڪ کي جيل خانو بڻائي ڇڏين. انهن ٺيڪيدارن
جي هٿ ۾ رڳو هڪ صنعت يا ڪارخانو نه هوندو آهي، پر
ملڪ جا سمورا پيداواري وسيلا انهن جي قبضي ۾ هوندا آهن.
پريس ۽ تعليمي ادارا به انهن جي اختيار هيٺ هوندا آهن، ته
هر قسم جي نوڪرين جو حق ۽ پگهارون مقرر ڪرڻ به انهن
جي وس ۾ هوندو آهي، اهڙي طرح جنهن کي گهرن ۽ جيترو
گهرن تنهن کي تيترو ڏين جنهن کان چاهين، تنهن کان کسي
وٺن. اهي جيڪڏهن ڪاوڙجي پون ته ساري ملڪ ۾ ڪٿي به
روزگار نه ملي سگهي، ڇو ته هر قسم جو روزگار هنن جي
هٿ وس هوندو آهي. اهي جنهن جو حقو پاڻي بند ڪن، سو
ڪٿان به پنهنجو پيٽ پالي نٿو سگهي، ڇو ته رزق جون
ڪنجيون سڀ انهن وٽ هونديون آهن. اهي خواه ڪيترا به
ويڙهل وهائين ۽ ظلم ڪن، پر ڪا اخبار انهن جي خلاف آواز
اٿاري نٿي سگهي، ڇو ته سڀ پريسون هن ٺيڪيدار جي هٿ
۾ هونديون آهن. اهڙي طرح سڏاري جو مطلب فقط هي آهي،
ته برلا ۽ ٽاٽا کي ختم ڪري چند وزير يا گورنر انهن جي
جاءِ والارين. آئون ائين نٿو چوان ته توهان برلا ۽ ٽاٽا کي
زنده ڇڏيو پر اها کهڙي ڏاهپ آهي ته ننڍن ۽ بي اختيار
سرمائيدارن کي ختم ڪري هڪڙو سڀ کان وڏو سرمائيدار
پنهنجي ڪنڌ تي مسلط ڪريو ۽ اهو به اهڙو سرمائيدار جنهن
جا اختيار لامحدود آهن، جنهن جي خلاف هڙتال ڪرڻ يا
جنهن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪرڻ اوهان جي وس کان ٻاهر

هجي. اڄ جيڪڏهن سيٺ رام ڪرشن ڈالميا ڪا ارڏائي ڪري
ته پوليس کيس گرفتار ڪري ٿي، پر وزير يا گورنر جيڪڏهن
ڪا زيادتي ڪري ته انهن کي ڪير گرفتار ڪري سگهي ٿو؟
ڇو ته وارنٽ ڪيڻ وارو خود هن جو نوڪر آهي. پوءِ ڪنهن
کي جرائت آهي ته انهن تي ڪا ڪاروائي ڪري سگهي.
حقيقت اصل ۾ اها آهي، ته اجتماعي ملڪيت جو نظام، انفرادي
ڦرلٽ جي بدترين شڪل آهي. مطلب ته اهي ڦورو، جيڪي
اڳا تائين فقط پنهنجي دولت جي زور تي ڦريندا هئا، تن کي
موقعو ڏنو وڃي ته اهي پنهنجين ڪاروائين لاءِ قانون جي حمايت
به حاصل ڪن، ۽ فوج ۽ پوليس جي مدد سان وڏيڪ منظم
نموني ڦر جو ڪم ڪري سگهن.

اشتراڪي حل جو ٻيو فائدو اهو ٻڌايو وڃي ٿو ته ان
سان بين‌الاقوامي دنيا ۾ امن قائم ٿي ٽوو. برڏريندڻ رسل ڇيو
آهي، ته ”سوشلسٽ انقلاب عالمگير امن ڏانهن ويندڙ هڪ واٽ
آهي.“

پر مارڪسي حل جي معنيٰ سواءِ ان جي ٻي ڪابه نه
آهي، ته جيڪي ڪوٺ يا واهڻ عليحده عليحده ڌاڙيلن جو شڪار
هئا، تن کي هاڻي هڪ ئي وڏي ڌاڙيل جي حوالي ڪجي ٿو،
ته جيئن کيس تيئن انهن سان تعدي ڪري. عالمي امن قائم
ڪرڻ جي ان تدبير جو مطلب هي آهي، ته فقط چند ڪامريڊن
جي هٿن ۾ ساري دنيا جي انسانن جون قسمتون ڏيئي ڇڏجن،
جيئن هينئر ڪي ڪامريڊ، سوشلسٽ ملڪن جي باشندن جا
والي بڻيا ويٺا آهن. جيڪڏهن سوشلزم، انهيءَ معنيٰ ۾، امن
ڏانهن ويندڙ واٽ آهي، ته پوءِ هٽلرزم ۽ بوناپارٽزم به امن طرف
ويندڙ واٽون هيون، ڇو ته انهن جو به مقصد اهوئي هو، ته
دنيا جي سڀني قومن تي هڪ شخص يا هڪ پارٽي جو اقتدار
ٿاڦيو وڃي. جيڪڏهن اشتراڪي سماج پيدا ٿيڻ سان جهيڙا جهٽا
۽ ڇڪتاڻ ختم ٿي وڃي ٿي، ته پوءِ روس ۽ يوگوسلاويا جي

وچ ۾ ڪشمڪش ڇو ٿي؟ مشرقي جرمني جي مزدورن، ماسڪو جي خلاف بغاوت ڇو ڪئي؟، جنهن جي نتيجي ۾ انهن کي ٽينڪن هيٺان چيپاٽيو ويو هو. پولينڊ ۽ هنگري جا عوام ڇو ”روسي برادري“ ۾ شامل ٿيڻ کان پاسو پيا ڪن. اها ڳالهه ان جي ثابتي آهي ته ”اشتراڪي برادري“جو طلسم فولادي غلامي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي جتي ٻه اهو لوهي شڪنجو ڍرو ٿو ٿئي، ته قومون ڀڄي نڪرڻ لاءِ ڦٿڪن ٿيون. ۱۹۵۷ع جي وچ ڌاري ڪميونسٽ چين جي صدر مائوزي تنگ هڪ تقرير ڪندي چيو هو ته، ”ڪميونسٽ سوسائٽي ۾ به اختلاف ٿي سگهن ٿا.“ هي عالمي ڪميونزم جي ناڪامي جو سرڪاري اعلان آهي. مائوزي تنگ، ڪميونزم ۾ اختلافن جو امڪان ظاهر ڪري، هڪ پاسي ته پنهنجي ملڪ جي، روس کان ڌار حيثيت کي واضح ڪيو آهي. ته ٻئي پاسي نرم لفظن ۾ اها حقيقت به مڃي ويئي آهي، ته ڪميونزم جو نانگ، نيشنلزم جي ڏيڏر کي هضم نه ڪري سگهيو آهي. هن جيترا به ڏيڏر ڪاڏا آهن، سي سڀ سندس پيٽ ۾ ٽپ پيا ڏين ۽ نڪري ڀڄڻ جون ڳهتيون پيا ڪاچين. هاڻي ڪميونسٽ دنيا کي پاڻ ۾ ملائي رکڻ لاءِ ضروري آهي، ته سندن اختلافن کي تسليم ڪجي ۽ ڪميونزم کي عالمي برادري بڻائڻ جي نظريي کي تياڳجي، ان ۾ نيشنلزم لاءِ جاءِ پيدا ڪجي.

## هڪ هٿيءَ ڇو؟

اجتماعي ملڪيت جو نظام هڪ هٿيءَ کانسواءِ قائم ٿي ڪري نٿو سگهجي ۽ اهائي شيءِ سندس ناڪامي جو وڏي ۾ وڏو ثبوت آهي. مطلب ته ’هن‘ نظام ۾ پنهنجي ڪابه اهڙي ڪشش ڪانهي، جنهنڪري ماڻهو ان ڏانهن مائل ٿين. انجي ڪاميابي جو دارومدار فقط ان تي آهي ته ماڻهن کي ان ڏانهن مائل ٿيڻ تي مجبور ڪري ڇڏجي. آزاد معيشت ۾ شين تيار

ڪرڻ جا ڪيترائي ڪارخانا هوندا آهن. اتي ڪنهن ٻه ڪارخاني هلڻ لاءِ ضروري هوندو آهي ته اهو ڪارخانو پنهنجي بهترين ڪارڪردگي سان عوام جي نظر ۾ پنهنجو پاڻ کي مقبول بنائي. آزاد معيشت ۾ ڪنهن ٻه ڪارخاني جي ڪاميابي جو مطلب اهو هوندو آهي ته هن ٻين ڪارخانن جي ڀيٽ ۾ پنهنجو پاڻ کي مٿيرو ثابت ڪيو آهي. پر اجتماعي ملڪيت جو نظام، آزاد مقابلي کان ٻڇي ٿو. اهو جڏهن ٻه ڪاروبار کي پنهنجي هٿ ۾ ڪٺي ٿو تڏهن عام پبلڪ لاءِ ان ۾ حصو وٺڻ حرام ڪري ڇڏي ٿو، اهڙي طرح عام ماڻهن کي مجبور ڪري ٿو ته اهي پنهنجين ضرورتن لاءِ نه رڳو هن وٽ اچن، پر ٻئي ڪنهن ٻه پاسي موڙ کائو نه وڃن. عام طرح جڏهن ٻه واپاري کو ڪاروبار شروع ڪندو آهي، ته ان جو مطلب اهو هوندو آهي ته، انهيءَ ڪاروبار ۾ ٻين گهٽن واپارين سان گڏ هڪڙي واپاري جو واڌارو ٿيو آهي. پر حڪومت هڪ اهڙو واپاري آهي، جيڪو ٻين سڀني واپارين جي دڪانن کي تالا هڻيو، پنهنجو دڪان کولي ٿو. جيڪڏهن اها ڳالهه سچي آهي، ته سرڪاري ڪاروبار، ذاتي ڪاروبار جي ڀيٽ ۾ عوام لاءِ وڌيڪ بهتر ۽ مفيد هوندو آهي، ته پوءِ ته مورڳو ان جي ضرورت نه آهي ته حڪومت پوليس ۽ فوج پاڻ سان وٺي واپار ڪري؛ ان کي بي خوف ٿي کليل مقابلي جي ميدان ۾ اچڻ گهرجي. پوءِ جيڪو طريقو ماڻهن لاءِ وڌيڪ چڱو هوندو، ماڻهو پاڻهي ان ڏانهن خريداري لاءِ ڀڄندا ايندا ۽ مخالف پاڻمرادو فنا ٿي ويندا.

معاشي دنيا ۾ ان هڪ هئيءَ جو مطلب اهو ساڳيو آهي، جيڪو سياسي دنيا ۾ ڊڪٽيٽرشپ جو آهي. هٽلر جرمني ۾ حڪومت هٿ ڪندي ئي، ٻين سڀني سياسي پارٽين کي ختم ڪري ڇڏيو، ته جيئن اليڪشن ۾ ڪابه پارٽي سندس مقابلي ۾ اچي ئي نه سگهي. سڄي ڏيهه ۾ فقط هڪڙي نازي پارٽي هجي، جنهن جا نمائندا اليڪشن جي موقعي تي ٿاڦي ڇڏجن

۽ ماڻهو مجبور ٿي پنهنجا ووٽ انهيءَ هڪڙي پارٽي جي بيلٽ باڪس ۾ وجهن. دنيا ۾ اڄ ڪوبہ، هٽلر جي انهيءَ هڪ هٽيءَ واري سياست کي پسند نٿو ڪري. پر معاشيات ۾ ُسوشلسٽ هڪ هٽيءَ' کي ترقي پسند ۽ مضبوط نظريو سڏجي پيو. جڏهن تہ ٻنهي ۾ ڪوبہ فرق نہ آهي، سواءِ ان جي تہ هڪڙي هند ملڪ کي سياسي قيد خانو بڻايو وڃي ٿو، ۽ ٻئي هنڌ معاشي قيد خانو. ۽ دنيا پهرئين نظرئي کي برو سڏي ٿي، ڇو تہ ان جي غلطي سڀني جي اڳ ظاهر آهي، پر ٻئي نظرئي جي آجيان ڪري ٿي، ڇو تہ ان جي غلطين تي اڃا تائين ديوار چين جو پردو پيل آهي.

ڇيو وڃي ٿو، تہ اجتماعي نظام ۾ هڪ هٽي پاڻ ڇاڻي پيدا ڪانہ ٿي ڪجي، پر اها ان نظام جي نتيجي ۾ لازمي طور تي پيدا ٿئي ٿي. جڏهن حڪومت زندگي لاءِ ضروري شين جي پيداوار جا سمورا وسيلا پنهنجي هٿ ۾ ڪندي آهي، تہ پوءِ ٻين ماڻهن لاءِ موقعو ڪٿي بچندو آهي جو اهي ڪو ڪاروبار ڪري سگهن. مطلب تہ حڪومت ماڻهن کي مقابلي کان روڪي تہ ڪانہ ٿي، پر اهڙيون حالتون پيدا ڪري ٿي جو ماڻهو پاڻهئي اڳتي نہ وڌندا آهن. ان کي جيڪڏهن توجيہ ڪجي تہ اهڙي توجيہ تہ هر قسم جي ظلم بابت بہ ڪري سگهجي ٿي. بدترين ڊڪٽيٽرشپ جي باري ۾ چيو وڃي ٿو تہ، ان ماڻهن کي خيالات جي آزادي کان روڪيو ڪونہ هو، پر انهن مختلف ذريعن تي بندش ڪيو هو، جتان خيالن جو اظهار ڪيو وڃي ٿو. اهڙي طرح سياسي پابندي بہ ڇاڻي ٻجهي هڪ هڪ ماڻهوءَ تي ڪانہ وڌي ويئي هئي، پر حڪومت جي مختلف عملن جي لازمي نتيجي طور پابندي پٺيهي لاڳو ٿي ويئي هئي.

بہرحال موجوده سوشلسٽ ملڪن ۾ ڪٿي بہ اجتماعي ملڪيت جو نظام پنهنجي آخري ۽ مڪمل شڪل ۾ نافذ نہ ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ ماڻهن لاءِ پاڻمرادو ڪم ڪرڻ ناممڪن

تي پيو هجي. ان ڪري انهن ملڪن ۾ چڙهي ٻجهي منع
ڪجي ٿي. سوشلسٽ ملڪن ۾ روس هڪ اهڙو ملڪ آهي،
جتي اهو نظام سڀ کان وڌيڪ نافذ ڪيو ويو آهي. پر اتي به
اجا تائين رهائشي گهرن، بچت ڪيل رقمن ۽ گهريلو ضروري
سامان تي ذاتي ملڪيت جو حق تسليم ڪيو ويو آهي. انجو
مطلب هي آهي، ته ماڻهو جيڪڏهن چاهي ته پنهنجي گهر ۾
مشين تيار ڪري سامان ٺاهڻ شروع ڪري سگهي ٿو. روسي
دستور جي قلم نمبر ۷ موجب اجتماعي فارمن سان تعلق رکندڙ
هر ڪٽنب کي حق ڏنو ويو آهي ته، ”ان آمدني کان سواءِ
جيڪا هن کي اجتماعي فارم جو هڪ رڪن هئڻ جي حيثيت
سان ملي ٿي، پنهنجي گهر جي پرسان هو ”ٿورو زمين ٽڪر
پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ“ ۽ ”ننڍا اوزار“ رکي سگهي ٿو.
ساڳئي دستور جي قلم نمبر ۹ موجب هارين ۽ دستڪارن کي
حق ڏنو ويو آهي، ته ”هو پنهنجا ننڍا ننڍا ڪم ڪاروبار رهندي“
به ڪري سگهن ٿا. البته انهن ڪمن ۾ فقط انفرادي محنت
جو استعمال هئڻ گهرجي. ڪنهن اهو حق نه آهي ته هو ٻين
جي محنت مان فائدو وٺن. مطلب ته روس ۾، دستور مطابق، ان
ڳالهه تي روڪ پيل آهي ته صنعتي ڪاريگر، پنهنجي فرصت
جي وقت گڏجي ڪم ڪن، يا ڪنهن ٻئي شخص کي پاڻ
وٽ مزدور رکن، واپار يا ڪاروبار ڪن. اهو حق فقط حڪومت
کي حاصل آهي، ۽ ڪنهن به فرد کي حاصل نه آهي.

## فريب ۽ بيوقوفي

برٽرينڊ رسل چيو آهي ته، ”تاريخي ارتقاء بابت مارڪس
جا خيال، ممڪن آهي، ته غلط هجن. نه به جيڪو سياسي ۽
اقتصادي نظام هن پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، سو
تي سگهي ٿو ته ايترو چڱو هجي جيترو سندس پوئلڳ سمجهن
ٿا.“ اهو موجوده زماني جي سوشلسٽ مفڪرن جو عام لاڙو آهي.

هي صاحب مارڪس جي نظرين تي بڪو يقين نٿا رکن ڇو ته
انهن جون سائنٽيفڪ بنيادون بيحد ڪمزور آهن. پر انهن نظرين
جي لازمي نتيجي طور هُن سماجي فلاح جا جيڪي اصول پيش
ڪيا هئا، تن کي تسليم ڪن ٿا. ڇو ته موجوده پريشانيءَ جي
حالتن ۾ ان کان سواءِ ڪين ٻيو ڪو حل نظر نٿو اچي.
موجوده سماج ۾ ماڻهن جي وڌندڙ خود غرضي ۽ آپي شاهي ۽
ڦُرلٽ انهن کي عام ماڻهن کان مايوس ڪري ڇڏيو
آهي. اهي سمجهن ٿا ته ماڻهن کي وعظ ۽ نصيحت سان انصاف
لاءِ آماده نٿو ڪري سگهجي. معاش جا موقعا عوام جي هٿن
۾ ڏيڻ جو مطلب هي آهي ته، موجوده ڦرلٽ کي لڳاتار
جاري رکجي. تنهنڪري انهن کي خيال ٿيو ته، زندگي جي
لاءِ ضروري شين جي تياري ۽ ورهاست جو ڪم، عام ماڻهن
کان کسي حڪومت کي سونپجي؛ جيڪا سڀني کي انصاف
سان شيون ورهائي ڏي. پر ڪين اها ڳالهه وسري ويئي ته
حڪومت به ته، عوام مان ٿي ڪن ماڻهن جو نالو هوندي آهي.
اهي ماڻهو مريخ مان ته ڪونه لهي ايندا آهن. اتي زمين تي ٿي
رهندڙ آهن. اهو طريقو، جنهن جي ذريعي سرڪاري ماڻهو
چونڊجي اقتدار تائين پهچندا آهن، سو آهي، اليڪشن. اليڪشن
جو ڪم نوان ماڻهو ناهڻ ڪونهي، البته اها معاشري مان چونڊ
ماڻهو ڪڍي ٻاهر ڪ دي آهي. ڪنهن به معاشري جا نمائندا،
ان معاشري جي اخلاقي حالتن جا به نمائندا هوندا آهن. ائين
نه آهي ته چونڊيل ماڻهو پنهنجي معاشري کان ڌار ڪا شيءِ
هوندا آهن يا انهن جون خاصيتون چونڊجڻ کان پوءِ ميٽجي
ٻيون ٿي وينديون آهن. سماج ۾ موجود جن ماڻهن کان توهان
کي هينئر، خطرو محسوس نٿي ٿو، جڏهن ته؛ اهي بي اختيار
آهن. پر ساڳين ماڻهن کان توهان کي، ان وقت خطرو محسوس
ڇو نٿو ٿئي؟، جڏهن اهي اليڪشن ذريعي چونڊجي سياسي
اختيار ٻڻ حاصل ڪندا آهن. ڇا ان جو مثال ائين نه آهي؛ ته

سماج کي ڪن غير قانوني قسم جي ڌاڙيلن کان ڇڏائي؛ اهڙن ڌاڙيلن جي حوالي ڪيو ويو وڃي، جن کي قانوني طرح ڌاڙا هڻڻ جو اختيار آهي.

عام ماڻهن جي پيٽ ۾، حڪومتن کان، توهان آخر ڪهڙي دليل تي چڱائي جي اميد رکو ٿا؟ ڇا حڪومت جو ڪردار، عوام جي ڪردار کان ڌار هوندو آهي؟ ڪنهن به ملڪ ۾ عام ماڻهو جيڪا حيثيت رکندا آهن، بين‌الاقوامي دنيا ۾ ساڳئي حيثيت مختلف حڪومتن جي هوندي آهي. پوءِ ڇا اهي حڪومتون، عالمي پليٽ فارم تان بدلجي ويندڙ يون آهن؟ ڇا سندن ڪردار منجهي پيو تي پوندو آهي، ان ڪردار کان جيڪو ان قوم جي ماڻهن جو پنهنجي ملڪ اندر هوندو آهي؟ انهيءَ حالت ۾، ڪنهن ملڪ جو نظام بدلائڻ ائين آهي، جيئن سرمائيدارن کي ختم ڪري ان جي جاءِ تي عهديدار مقرر ڪري ڇڏجن.

حقيقت ۾ اهي ماڻهو جيڪي مارڪس جي فلسفي کي مچڻ کان سواءِ ئي ”اجتماعي ملڪيت“ جي اصول کي هڪ معاشي حل جي حيثيت ۾ قائم ڪرڻ گهرن ٿا؛ سي مارڪس جي ڏنل فريب ۾ ويتر بيوقوفي جو اضافو به ڪن ٿا. اهي سڀ مارڪس جي دعويٰ کي دليلن کان سواءِ ئي تسليم ڪن ٿا. سندن مثال اُئين آهي جيئن ڪو شخص ڪنهن ٻئي ماڻهو کي ڏوهاري نهرائي، پر جڏهن ڪيس خيال ٿئي ته عدالت ۾، هو اها ڳالهه ثابت ڪري نه سگهندو، ته پوءِ قانون کي به ٺي گاريون ڏيئي، اُن شخص کي پاڻ ئي پنهنجن هٿن سان ماري ڇڏي. مارڪس جو ڏنل ”سياسي ۽ اقتصادي نظام“ به هڪ غير معمولي ۽ انتهاپسند عمل آهي، جنهن کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ، هُن پنهنجي ئي تاهيل ”تاريخي فلسفه“ کان ڪم ورتو آهي. هاڻي مارڪس لاءِ ته ڇئي سگهجي ٿو ته، غلطي سان ڏي کئي، هن کي اهڙا نظريا قائم ڪيا، جيڪي هنجي

ڪم ڪي تاريخ جي برخلاف قدم کڻڻ وقت، برحق ثابت ڪن ٿا. پر جيڪي ماڻهو اندروني فلسفي کي نظرانداز ڪري، فقط ان جي نتيجن کي اختيار ڪرڻ چاهين ٿا؛ سي آخر ڪهڙي دليل تي ائين ڪن ٿا؟ مارڪس جي فلسفي کي پاسيرو رکي، فقط سندس معاشي پروگرام کي اختيار ڪرڻ جو توهان کي ڪهڙو حق آهي؟ جيڪڏهن توهان مارڪس جي هن قول کي نٿا مڃيو، ته "قانون، اخلاق ۽ مذهب سڀ بورژوا جا ڦهلايل فريب آهن؛ جن جي مدد سان هو پنهنجي مفادن جي سنڀال ڪري ٿو"، ۽ جنهن جي ذريعي هن ذاتي ملڪيت کي ختم ڪرڻ وقت، اعتراضن جا جواب ڏنل هئا؛ ته پوء اها ڳالهه نه مڃڻ ڪانپوء؛ توهان کي ڪهڙو حق آهي ته ماڻهن کان سندن ذاتي ملڪيتون کسي وٺو، جن جا هو قانوني، اخلاقي ۽ مذهبي طرح جائز مالڪ آهن. هتي ائين چوڻ ٺيڪ نه آهي، ته "اسين ملڪيتن جو معاوضو ڏيئي، انهن کان وٺنداسون." سوال هي آهي ته، ملڪيت ڏان هٿ کڻڻ، ماڻهن جي پنهنجي مرضي سان هوندو يا قانون اها ڳالهه طئي ڪندو؟ جيڪو معاوضو ڏنو ويندو سو حڪومت مقرر ڪندي يا اصل مالڪ پاڻ مقرر ڪندو؟ جيڪڏهن 'ڪاٽا منڊي ۽ وڪرو قيمت' پڻ ڇڏي ڏيئون، حڪومت پاڻ طئي ڪندي ۽ اصلي مالڪن جي مرضي جو خيال نه رکيو ويندو، ته پوء اهو کليو کلايو جبر آهي؛ جنهن لاء، مارڪسي فلسفي کي رد ڪرڻ ڪانپوء، توهان وٽ ڪوبه جائز سبب نٿو رهي؟ توهان جڏهن مارڪس جي "قدرِ زائد" واري نظرئي کي نٿا مڃيو، ڇو ته علم اقتصاديات موجب اهو غلط ثابت ٿي چڪو آهي؛ پر اهوئي ساڳيو نظريو آهي جنهن جي ذريعي مارڪس، سرمائيدارن جي برخلاف پنهنجي سخت ڪاروائي کي برحق ثابت ڪري ٿو. هاڻي ان ڳالهه کي رد ڪرڻ ڪانپوء، اوهان کي ڪهڙو حق پهچي ٿو ته، اوهين ڪن ماڻهن کي "سرمائيدارن" جو نالو ڏيئي سندن ڪمائي تي زوري

قبضو ڪريو؛ جڏهن ته ان ڳالهه کي معاشي دليلن سان توهان پاڻ غلط ثابت ڪري چڪا آهيو. توهان مارڪس جي هن نظريي کي به نٿا مڃيو، ته ”قديم سماج جي ڪک مان جديد سماج، طاقت جي مدد سان پيدا ٿئي ٿو.“ توهان چئو ٿا ته، اسين تشدد کانسواءِ ئي، پُرامن طريقن سان سماج ۾ معاشي انقلاب برپا ڪنداسين. پر پُرامن انقلاب جي باري ۾ اڄ ڏينهن تائين ڪيل تجربو اهو آهي ته، ان ۾ خوشحال طبقو نون نون نالن سان عوام تي غالب ٿي ويندو آهي. پوءِ ڀلا! توهان جو پُرامن انقلاب ڪيئن ان مان بچي سگهي ٿو؟ اسين ائين چئو نه سمجهون، ته توهان جو پُرامن طريقن سان سوشلزم برپا ڪرڻ وارو نعرو، هڪ دوکو آهي، جنهن جي وسيلي توهان پنهنجا اختيار وڌيڪ وسيع ڪرڻ چاهيو ٿا؟ جڏهن توهان مارڪس جي ان نظريي کي نٿا مڃيو، ته معاشي حالتن کي بدلائڻ کانپوءِ رياست پاڻهي فنا ٿي ويندي، ۽ اهوئي نظريو آهي؛ جنهن جي ذريعي مارڪس انهن اعتراضن جو جواب ڏئي ٿو، ته سوشلسٽ نظام اندر رياست جي هٿن ۾ عظيم اختيار اچڻ کانپوءِ ظلم ڪونه وڌندو، ويتر گهٽبو ويندو ۽ آخرڪار ختم ٿي ويندو. ان نظريي کي رد ڪرڻ کانپوءِ، توهان کي ڪهڙو [illegible] آهي، ته رياست جي هٿن ۾ اهڙا عظيم اختيار ڏيئي ڇڏيو، جيڪي ڪنهن شهنشاهه کي به ڪڏهن نه هٿ آيا هوندا، جڏهن ته توهان وٽ اهڙو ڪوبه دليل نه آهي، ته اهي اختيار لازمي طور تي صحيح نموني استعمال ٿيندا ۽ ڪڏهن به غلط رخ اختيار نه ڪندا؟ جڏهن توهان مارڪس جي ان نظريي کي نٿا تسليم ڪريو ته، انساني ذهن ۽ فڪر يا اخلاق ۽ عادتون سندس معاشي زندگي جو عڪس هونديون آهن. مارڪس ته انهيءَ نظريي جي ذريعي ثابت ڪري ٿو ته انسان جون سموريون اخلاقي توڙي معاشرتي، يا سياسي خرابيون فقط پيداوار جي طريقن مٽائڻ سان ٺيڪ ٿي وينديون. ان نظريي کي رد ڪرڻ کانپوءِ، توهان وٽ آخر

ڪهڙو دليل آهي جنهن سان ثابت ڪري سگهو ته، ملڪيتي نظام بدلائڻ کانپوءِ، ڦرلٽ بالڪل ختم ٿي ويندي؟ ان نظرئي کي تياڳڻ کانپوءِ، ملڪيتي نظام جي تبديليءَ کي اٿيندڙ طبقي جي تبديلي نه چئي سگهجي ٿو، پر ان کي سماجي سڌاري جو نالو نٿو ڏئي سگهجي. توهان مارڪس جي طبقاتي نظرئي کي نٿا مڃيو. توهان جي خيال ۾ پيداواري وسيلا ڪنهن به طبقي کي ملڻ جي بدران عوام جي هٿ ۾ هئڻ گهرجن؛ جڏهن ته، اهوئي اهو نظريو آهي؛ جنهن جي ذريعي مارڪس ثابت ڪري ٿو ته، سماج جا اڪثر ماڻهو ڪيئن انصاف ۽ خوشحالي ماڻي سگهن ٿا. جمهوريت جي گذريل سئو سالن جي تاريخ ثابت ڪري ٿي ته "عوامي حڪومت هڪ بي معنيٰ لفظ آهي. هي ته سراسر لفظن جي ڏوڪيبازي آهي، جنهن جي وسيلي خوشحال طبقو، محروم طبقي کي ڦري لٽي ٿو. ڇو ته، سماج ۾ جڏهن، طاقتور ۽ ڪمزور، ٻه، قسم جا طبقا موجود هوندا آهن، ته اهڙي صورتحال ۾ عوامي نظام بنائڻ جي معنيٰ آهي، ڪمزورن مٿان طاقتور طبقي کي مسلط ڪرڻ. انهيءَ ڪري مارڪس چيو هو ته، "عوام جو فائدو" نه پر "پورهيت طبقي جو فائدو"، يعني ان طبقي جو فائدو ٿيڻ گهرجي، جيڪو حقيقت ۾ فائدي کان محروم آهي. پر طبقاتي نظرئي کي تياڳڻ کانپوءِ اوهان وٽ آخر ڪهڙو دليل آهي جنهن تي توهان جو "عوامي نظريو" حقيقت ۾، عوام جي فائدي جو سبب ٿئي؟ ۽ انجو انجام اهو نه ٿئي، جيڪو اڄ ڏينهن تائين هن نظرئي جو ٿيندو پئي رهيو آهي.

حقيقت هن ريت آهي ته، جيڪي صاحب، مارڪس جي فلسفي کي، سندس مڪمل نظام کان ڌار ڪري، فقط معاشي حل جي حيثيت سان اختيار ڪن ٿا، اهي ايترو به ذهن نٿا رکن، جيترو مارڪس جو پنهنجو ذهن هو. مارڪسزم جون نظرياتي بنيادون ڇڏي ڏيڻ کانپوءِ، اهو حل بلڪل مهمل ۽

بي معنيٰ ٿيو پوي. مارڪس جي معاشي حل جو مقصد، سماج کي ڦورمار کان بچائڻ ۽ هر طرح جي استحصال کان پاڪ ڪرڻ آهي. سوال هي آهي ته، سماج جي اندر، ڪنهن ٽولي کي، اهو موقعو ڪيئن ٿو ملي، ته هو پاڻ جهڙن ٻين انسانن تي ظلم ڪري ۽ انهن کي پنهنجي ڦرلٽ جو شڪار بنائي؟ ان جو اصل سبب فقط هي آهي ته، ٻين جي ڀيٽ ۾، هن وٽ اختيار گهڻا هوندا آهن. ٻين وٽ جيڪا شئي گهٽ هوندي آهي، سا هن وٽ گهڻي هوندي آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته، اختيارن جو هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ يا مرڪزيت اها شئي آهي، جيڪا عوام جي مقابلي ۾ وڏن ماڻهن کي ظالم ۽ لٽيرو بنائي ڇڏيندي آهي. ڇا اشتراڪي نظام ۾ ان ”مرڪزيت“ کان نجات ملي سگهي ٿي؟ اشتراڪي اصولن موجب جيڪو سماج پيدا ٿيندو آهي، تنهن ۾ اختيارن جو فرق ختم ٿي ويندو آهي. ڇا اتي سماج جي سيني ماڻهن کي هٿين خالي ڪري ڇڏيو آهي، ۽ ڪنهن لاءِ به اهو موقعو نه هوندو آهي ته هو، جيڪڏهن چاهي ته ٻين جو استحصال ڪري سگهي؟ حقيقت نه رڳو ان جي ابتڙ آهي، پر اجتماعي ملڪيت جي نظام ۾ مرڳو مرڪزيت جو عمل پنهنجي آخري چوٽيءَ کي پهچي ويندو آهي. سماج جي بااختيار اداري کي عام حالتن ۾ جيترا اختيار ملڻ هوندا آهن. اجتماعي ملڪيت جي نظام ۾ انهن کان گهڻو وڌيڪ اختيار، ان جي هٿ ۾ هوندا آهن. اهڙي حالت ۾، جيڪڏهن سوشلسٽ نظام جا متولي بگڙجي وڃن، ته سوشلسٽ سماج جو حال، پڪ سان ان کان وڌيڪ ابتر ٿي ويندو، جيڪو جمهوري نظام جي متولين جي بگڙجڻ سان جمهوري نظام جو ٿيندو آهي. ان انديشي کي خود سوشلسٽ بزرگن به محسوس ڪيو آهي. اشوڪ مهتا چوي ٿو:

”سوشلسٽ اقتصاديات جو لاڙو مرڪزيت ڏانهن

هوندو آهي. تنهنڪري ان جي سياست جو جمهوري ۽ غير جمهوري مرڪوز هجڻ ۽ سنسڪرتي جو آزاد پرست هجڻ نهايت ضروري آهي."(١)

پر ڪنهن ماڻهوءَ جي هٿن ۾ اختيار ڏيڻي ڇڏڻ ڪانپوءِ، اها اميد رکڻ ته، هو انهن کي هميشه چڱي مقصد لاءِ استعمال ڪندو، فقط خوش فهمي آهي. جيڪڏهن جمهوري نظام ۾ اهو ممڪن نه آهي ته، اشتراڪي نظام ۾ ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو، جتي اختيارن جي مرڪزيت اڃا به وڌيڪ هوندي آهي.

مارڪس ان مونجهيل سٽ کي هيئن سمجهايو آهي. هن دعوىٰ ڪئي آهي ته معاشي حالتن مٽجڻ سان انسان به مٽجي ويندا آهن. شعور جي چڱائي يا مٺائي، ۽ انسان جي چڱي ٿيڻ يا بري ٿيڻ جو مدار ان ڳالهه تي آهي ته، هو ڪهڙي قسم جي معاشي ماحول ۾ رهي ٿو. نظريو جيتوڻيڪ مٿين سوال جو هڪ مڪمل جواب ڏئي ٿو، پر اهو نظريو پاڻ ايتريقدر ته مهمل آهي جو، ان کي پنهنجي اصلي صورت ۾ ڪو اهڙو ماڻهو ئي قبول ڪري سگهي ٿو جيڪو جذبات ۾ انڌو ٿي چڪو هجي. اهوئي سبب آهي جو، سوشلسٽ مفڪرن يا ته ان کي بلڪل نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي يا وري ڇڪي تاڻي ان جي اهڙي ته توجيه ڪئي اٿن جو نظرياتي لحاظ کان، ٿي سگهي ٿو، ته ان ۾ ڪا سچائي هجي، پر جواب جي لحاظ کان ان جي اهميت بالڪل ختم ٿي وڃي ٿي، جنهن لاءِ مارڪس ان کي جوڙيو هو.

(١) جمهوري سوشلزم- صفحو ٢٢٣.

# مارڪسي حل جا تجربا

زندگي جي اڪيچار مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ مارڪس پنهنجو هڪ معاشي حل پيش ڪيو آهي. گذريل صفحن ۾ اسان ان تي اصولي گفتگو ۽ عقلي بحث ڪري، اها ڳالهه ثابت ڪئي آهي، ته مارڪس جو ٻڌايل اهو حل، هڪ اهڙي تجويز آهي جنهن ۾ ڪنهن به چڱائي جي اميد رکڻ عبث آهي.

هاڻي اسين چاهيون ٿا ته، ان "حل" تي ڪيل تجربن جو وچور توهان جي اڳيان پيش ڪريون، ته جيئن هيلتائين جا نتيجا توهان کي معلوم ٿي وڃن.

## پاڻ ڏوهه باسڻ

گذريل صفحن ۾ اسان اشتراڪيت تي گهڻو ڪري نظري يا اصولي گفتگو ڪئي آهي، جنهن مان اها ڳالهه پڌري پيت ثابت ٿي ويئي آهي تہ، اشتراڪيت؛ هڪ نظريي جي حيثيت ۾ ناڪام ٿي چڪو آهي. هن نظرئي جون نهايت سخت خرابيون پهرئين ئي تجربي ۾، بلڪل کلي طرح ظاهر ٿي چڪيون آهن. اشتراڪيت جو پهريون تجربو اشتراڪي مفڪرن ۽ ليڊرن؛ روس ۾ ڪيو هو. روس نہ رڳو اشتراڪيت جي پهرئين ليبارينٽري آهي؛ پر حقيقت ۾ اهو ملڪ اشتراڪيت جو پهريون مقام پڻ آهي؛ جتي اهو نظريو هميشه لاءِ دفن ٿي چڪو آهي. هيئر ان ناليءَ سان دنيا جي ڪن حصن تي جيڪو نظريو موجود آهي، تنهن جي حيثيت اُئين آهي، جيئن

جمهوريت جي. جمهوري تحريڪ جڏهن شروعات ۾ ارڙهين صدي عيسوي ۾ فرانس اندر برپا ٿي، تڏهن اها هڪ نظرئي جي حيثيت ۾ هئي. جمهوريت دعويٰ ڪئي هئي ته زندگي جو صحيح ترين نظريو جمهوريت ئي آهي ۽ ان جي ذريعي ئي انسانيت جا اڪيچار مسئلا حل ٿي سگهن ٿا. پر هينئر جمهوريت، پنهنجن ابتدائي اصولن کان گهڻو هٽي چڪي آهي، ۽ گهڻو منجهي وئي آهي. اڳوڻي جمهوريت مورڳو آهي ئي ڪونه. هينئر جمهوريت فقط هڪ اهڙو سياسي هٿيار آهي، جنهن جي مدد سان ڪي چالاڪ قسم جا ليڊر عوام‌الناس تي پنهنجي خدائي قائم ڪن ٿا. ساڳئي طرح اشتراڪيت به هاڻي اهو اصلي نظريو نه آهي، پر هڪ سياسي حربو آهي، جنهن جي ذريعي ڪي "منهن ۾ موسيٰ ۽ اندر ۾ ابليس" قسم جا ماڻهو ڌرتي جي ٽهائي تي رهندڙ، اٽڪل ٽوي ڪروڙ انسانن جي ڳاڙي تي چڙهيو ويٺا آهن. اشتراڪي نظام بابت اهي حقيقتون هاڻي "سرمائيدارن طرفان پروپيگنڊا" نه رهيون آهن، پر انهن حقيقتن جي تصديق، (ويهين ڪانگريس ڪانپوءِ) روسي ليڊرن پاڻ به ڪئي آهي. هن نظام ۾ ڪو به ماڻهو هڪ پيرو سو اقتدار ۾ اچي وڃي، باقي پوءِ سندس عذاب کان انسانيت کي ڇڏائڻ وارو ڪير به نه هوندو آهي؛ سواءِ ملڪ‌الموت جي. اهوئي سبب آهي ته، اسٽالن کي نه ته معزول ڪرڻ جي ڪنهن ۾ طاقت هئي ۽ نه ئي سندس حياتي ۾ هن جي خلاف ٻڙڪ ٻاهر ڪڍڻ جي ڪنهن ۾ همت هئي. اٽلو سندس اياڪاري ۾ هن جي ظلمن کي "تاريخ جا عظيم انصاف" جي حيثيت ۾ پيش ڪيو ويو هو. هن جي باري ۾ چيو ويو هو ته، "اسٽالن، ڪلاسيڪل ڪميونزم جو سچو پوئلڳ آهي"، پر سندس مرڻ پڄاڻان، خود پريس تسليم ڪيو ته اسٽالن تاريخ جو وڏي ۾ وڏو ظالم شخص هو. سندس حڪومت جي، "پڇاڙي وارن ڏينهن ۾ هن جي خود پسندي نفرت جوڳي شڪل اختيار ڪري

چڪي هئي. هن پنهنجو پاڻ کي پارٽي ۽ عوام کان مٿڀرو بڻائي ڇڏيو هو. مرڪزي ڪاميٽي جي راءِ تي غور ڪرڻ بنهن ڇڏي ڏنو هئائين. هن هڪ مڪمل آمريت تي عمل ڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو.(١)"

روسي ڪميونسٽ پارٽي جي سيڪريٽري اول، مسٽر خروشيف، اسٽالن جي وفات کانپوءِ پارٽي جي ويهين ڪانگريس (فيبروري ١٩٥٤ع) ۾ هڪ تقرير ڪئي، جنهن ۾ هن اسٽالن جا ڏوهه هڪ هڪ ڪري ڳڻايا هئا. هيءَ هڪ ٻئي تقرير هئي جنهن جا ڪجهه فقرا هيٺ ڏجن ٿا:-

"هڪڙو ماڻهو آهي، جيڪو سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو، سڀ ڪجهه ڏسي سگهي ٿو، هرهڪ کان واقف آهي. هر ڪم ڪري سگهي ٿو. هن کان ڪابه چُڪ ڪانه ٿي ٿئي. ڪنهن به ماڻهو ۾ اهڙيون صفتون مڃڻ، ان کي خدا بڻائڻ آهي. ۽ اسان جو اسٽالن بابت ڪيترن سالن تائين اهوئي عقيدو هو. سندس مرڻ کانپوءِ انهن ڳالهين جي ترديد، هاڻي سينٽرل ڪاميٽي ڪئي آهي."

"اسٽالن، پنهنجا خيال ٻين کي سمجهائڻ ڪونه چاهيندو هو، البته زوري مڃارائڻ جو ڏانءُ ايندو هوس ۽ ماڻهن کان پنهنجي لاءِ انڌي عقيدي رکڻ جو مطالبو ڪندو هو. جنهن ماڻهو هن جي تابعداري نه ڪئي يا سندس خيال سان اختلاف ڏيکاريو، تنهن کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو ويندو هو. سترهين پارٽي ڪانگريس کانپوءِ، خاص طور تي پارٽي جا وڏا وڏا ليڊر ۽ ڪارڪن سندس ڇڙواڳي جو بک ٿي ويا."

"اسٽالن 'عوام دشمن' جو اصطلاح ايجاد ڪيو

---

(١) سوويٽ ليڊر پهرئين جون ١٩٥٦ع

هو؛ جنهن جو مطلب پاڻمرادو اهو ٿي ويو هو تہ، هڪڙي ماڻهوءَ جي راءِ کي، خواہ اها صحيح هجي يا غلط، لازمي طور قبول ڪرڻو آهي. هن اصطلاح جي وسيلي، اهو ممڪن ٿي ويو هو تہ، ڪوبہ ماڻهو جيڪو، ڪنهن بہ نموني اسٽالن جي تائيد نٿو ڪري، يا جنهن جي باري ۾ شڪ ٿي وڃي تہ، هو ائين نٿو ڪري، تہ ان جي برخلاف، هر قسم جو ظلم اختيار ڪري سگهبو هو، ۽ هر قسم جي تشدد کي قانوني حيثيت حاصل ٿي ويندي هئي. "عوام دشمن" جي اصطلاح ڪانپوءِ ڪنهن بہ معاملي ۾ بحث مباحثو ڪري ڪنهن نتيجي تي پهچڻ يا ڏار راءِ اختيار ڪرڻ، عملي طرح ناممڪن بنجي پيو هو. اهڙن ڏوهارين تي جوڳو قدم کڻڻ لاءِ هڪ قانوني نڪتو رکيو ويو هو، سو هو اعتراف (CONFESSION) جو، جيڪو جسماني تڪليفون پهچائي ڪرايو ويندو هو."

"فقط هڪڙي ماڻهوءَ جي من مستيءَ، ٻين عملدارن کي بہ چڙواڳ بنائي ڇڏيو هو. بيشمار ماڻهو گرفتار ڪيا ويا، هزارين ماڻهو جلاوطن ڪيا ويا ۽ ڪنهن بہ عدالتي تحقيقات يا ڪاروائي کانسواءِ سزائون ڏنيون ويون. تنهنڪري عام طور تي بدامني ۽ هراس ڦهلجي ويو هو ۽ ماڻهو مايوس ٿي ويا هئا."

"ٿورو عرصو اڳ، خاص طور تي بيريا جي ٽولي جو صفايو ڪرڻ کان پوءِ، سينٽرل ڪاميٽي ڪيترن واقعن جي تحقيقات ڪئي؛ جيڪي ان ٽولي؛ پنهنجي زماني ۾ جڙتو ٺاهيا هئا. ان تحقيق جي روشني ۾ اسٽالن جا ڪيترا وحشتناڪ واقعا ظاهر ٿيا. ان مان

اها به خبر پيئي ته، استالن پنهنجي لا محدود اختيارن جو بيحد غلط استعمال ڪيو هو. هُو سينٽرل ڪاميٽي جي نالي سان ڪاروايون ڪندو هو، پر ڪاميٽي جي ميمبرن مان ڪنهن ڪان به ڪا صلاح نه وٺندو هو ۽ نه ڪي ڪاميٽي جي پولٽ بيورو وارن سان مشورو ڪندو هو. اڪثر ڪري، بيحد اهم معاملن ۾ به پنهنجا ذاتي فيصلا مڙهيندو ۽ انهن جي واسطيدارن کي اطلاع به ڪين ڏيندو هو."

"جنگ کانپوءِ ستن سالن تائين ڪابه ڪانگريس ڪانه سڏائي ويئي هئي."

"اهو واضح ٿي چڪو آهي ته ڪيترن ماڻهن کي ١٩٣٧-٣٨ع ۾ "دشمن" جو لقب ڏنو ويو هو، پر حقيقت ۾ اهي دشمن ڪين هئا. نه اهي جاسوس هئا ۽ نه پيچ ڊاهه ڪرڻ وارا. اٽلو انهن مان گهڻا تڻا نهايت وفادار ڪميونسٽ هئا. انهن کي هرويرو بدنام ڪيو ويو هو ۽ پوءِ کين سخت جسماني عذاب ڏيئي انهن کان مختلف وڏا ڏوهه باسارايا ويا هئا انهي ۽ زماني جو هڪ واقعو آهي ته پارٽي جي سنٽرل ڪاميٽي ۽ جا ١٣٩ ميمبر، جيڪي چوڏهين ڪانگريس ۾ چونڊيا ويا هئا، تن مان ٩٨ ميمبرن کي يعني ستر سيڪڙو ميمبرن کي گرفتار ڪري گوليون هنيون ويون هيون. اها ويڌن رڳو سينٽرل ڪاميٽي جي ميمبرن سان ڪانه ڪئي وئي هئي، پر ارڙنهين پارٽي ڪانگريس جي وفد جي ميمبرن سان به ساڳيو ويل وهايو ويو هو. انهن مان اڪثر ميمبرن يعني ١٩٦٦ مان ١١٠٨ ميمبرن کي 'انقلاب دشمن' ڏوهن جي الزام هيٺ گرفتار ڪيو ويو هو."

”نفرت انگيز بهتان ۽ ڏوهي ڪاروائين جو هڪ شرمناڪ مثال ايڪهي (EIKHE) جو واقعو آهي، جيڪو سينٽرل ڪاميٽي جي پولٽ بيورو جو اميدوار هو. هو ڪميونسٽ پارٽي جو هڪ سرڪردو رڪن هو. ١٩٠٥ع کان وٺي پارٽي جو ميمبر هو. ڪامريڊ ايڪهي کي ٢٩- اپريل ١٩٣٨ع تي گرفتار ڪيو ويو. هن جو ڏوهه اهو هو تہ هن سرڪاري سامان ۾ گهوٻي هنئي آهي. ايڪهي تي مقدمو قائم ڪري جيڪي ثابتيون پيش ڪيون ويون هيون سي وحشتناڪ ڪوڙن جا نهايت مڪروه مثال آهن. ايڪهي کي سخت جسماني عذاب ڏيڻ مجبور ڪيو ويو تہ، هو اهي ڏوه بسامي ۽ هڪ اهڙي دستاويز تي صحيح ڪري جنهن کي جاچ ڪندڙ ڪاتي جي ججن تيار ڪيو هو. ان دستاويز موجب ايڪهي کان سواءِ ڪيترن ٻين پارٽي جي اعليٰ ڪارڪنن کي عوام دشمن سرگرمين ۾ سوگهو ڪيو ويو هو. ٤ فيبروري تي ايڪهي کي گولي هڻي ماريو ويو. اهڙا ٻيا بہ ڪيترا مقدما هئا جن ۾ رکيو ڪوڙا بهتان ۽ جڙتو ڳالهين کي بنياد بنايو ويو هو.“

”جڏهن اسٽالن ڪنهن شخص بابت ائين چئي ڇڏيندو هو تہ، هن کي گرفتار ڪيو وڃي، تہ انهيءَ وقت ان ڳالهہ تي ايمان آڻڻ ضروري ٿي پوندو هو، تہ اهو شخص ضرور ”عوام دشمن“ آهي. انهن ڏينهن، بيريا جو ٽولو رياستي حفاظت جو ذميوار هو. اهو ٽولو گرفتار ڪيل ماڻهن کي ڏوهاري بنائڻ لاءِ، متن مڙهيل ڪوڙن الزامن کي صحيح ثابت ڪرڻ ۾، ڏاڍو قوت هوندو هو. انهن جي ثابتي ڪهڙي هئي؟ اها هئي ڏوهن جو ”[illegible] نامو“ جنهن کي جاچ ڪندڙ ڪاتي

جو جج يڪدم منظور ڪري ڇڏيندو هو. يلا اهو ڪيئن هو؟ —. ته ڪو ماڻهو اهي ڏوهه ياسي جيڪي هن ڪيا ئي نه هجن. ان لاءِ فقط هڪڙو طريقو هو — يعني جسماني تڪليفون — ڏيئي هن تي دٻاءُ وڌو ويندو هو ۽ سخت عذابن ۾ پيڙيو ويندو هو. ڪيس ناقابل برداشت تڪليفون پهچائي اڌ مئو ڪري ڇڏيندا هئا. اهڙي طرح هن کان خطرناڪ ڏوهن جي اقرارنامي تي صحيحون وٺندا هئا.“

”اسٽالنجين فلمن ۾ ادبي تخليقن جو فقط هي مقصد هو ته، اسٽالن جو پروپيگنڊا ڪجي ۽ سندس شان ۾ قصيدا پڙهجن. ان سلسلي ۾ فلم ”برلن جي شڪست“ جو مثال ڏئي سگهجي ٿو. هي فلم گذريل جنگ ۾ روسين جي مقابلي ۾ آيل جرمنن جي شڪست بابت آهي. پر حالت اها آهي جو سڄي فلم ۾ فقط اسٽالن جي ڪردار کي اڀاريو ويو آهي. هڪ منظر ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته هو هڪ هال ۾ ويٺو آهي ۽ حڪم پيو جاري ڪري. اتي بيٺون ڪيتريون ڪرسيون خالي پيل آهن. هڪڙي ماڻهوءَ کانسواءِ سڄي هال ۾ ٻيو ڪوبه نه آهي. سوال آهي ته فوجي ڪاتو ڪيڏانهن ويو آهي؟ پوليٽيڪل بيورو ڇا پيو ڪري، حڪومت ڪهڙن ڪمن ۾ رُڌل آهي؟ اهي سڀ ماڻهو ڪيڏانهن هليا ويا آهن ۽ ڪهڙن ڪمن ۾ قابل آهن جو ڏسڻ ۾ ئي نٿا اچن. فلم ۾ انهن بابت ڪجهه به ٻڌايل نه آهي. اسٽالن اڪيلو سمورو ڪم ڪري رهيو آهي. هن کي ڪنهن به ماڻهوءَ تي ڀروسو نه آهي. هو ڪنهن کان به صلاح نٿو وٺي. هن فلم ۾ هر شيءِ غلط رنگ ۾ ڏيکاري وئي آهي. ڇو؟ فقط اسٽالن جي مشهوري

لاءِ، حقيقتن جي بلڪل ابتڙ.“
(نيويارڪ ٽائيمز- ۵ جون ١٩۵٦ع)[*]

هن تقرير ۾ اسٽالن جي جن ڪڌن ڪرتوتن ۽ ڏهڪائيندڙ ڏوهن جو اعتراف ڪيو ويو آهي تن، ڪميونزم جي مومنن کي ڪاپاري ڌڪ هنيو آهي. اهوئي سبب آهي جو، انهن واقعن جي شايع ٿيڻ کانپوءِ ساري دنيا ۾ ڪيترا ڪميونسٽ ميمبر پارٽي تان استعفائون ڏيئي ڌار ٿي چڪا آهن. آمريڪا جو مشهور ڪميونسٽ اديب هارڊ فاسٽ به انهن استعيفا ڏيندڙن مان هڪ آهي، جيڪو گذريل ڏهن سالن کان پارٽي جو هڪ اهم رڪن هو. هو پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکي ٿو ته:-

”خروشچيف جي مخفي تقرير جي شايع ٿيڻ کان گهڻو اڳ مون ۽ ڪميونسٽ پارٽي جي ٻين گهڻن ميمبرن محسوس ڪيو هو ته عالمي ڪميونسٽ تحريڪ ۾ ڪا خطرناڪ خامي موجود آهي. اهڙين ٻين ڳالهين مون ۾ ۽ ٻين ڪيترن دوستن ۾ هڪ تبديلي ڏانهن

---

[*] ان سلسلي ۾ هي ڳالهه ذڪر جوڳي آهي ته ”گريٽ سوويٽ انسائيڪلو پيڊيا“ جو نئون ايڊيشن ١٩۵٨ع ۾ ماسڪو مان شايع ٿيو آهي. ان ۾ اسٽالن جي سرڪاري سوانحعمري فقط ڇهن (٦) صفحن تي لکيل آهي؛ جڏهن ته ان کان اڳ واري ايڊيشن جيڪا اسٽالن جي حياتي ۾ شايع ٿي هئي تنهن ۾ اسٽالن لاءِ ٤٦ صفحا وقف ڪيا ويا هئا. هاڻوڪي ايڊيشن ۾ اسٽالن جي زندگي جي ڪن گوشن جي تعريف ڪندي، سخت تنقيد به ڪيل آهي. هن ۾ لينن جي آها مشهور تحرير به ڏنل آهي جنهن ۾ لينن، اسٽالن کي ”اڻ گهڙيو، وهمي ۽ پنهنجن ساٿين جو بي وفا“ سڏيو آهي.

(بحواله اسٽيٽس مين (دهلي) ١٨. فيبروري ١٩۵٨ع)

لاڙو پيدا ڪيو. پر ان هوندي به اسين خروشچيف
جي مخفي رپورٽ جي آنشي ۽ جهنمي انڪشاف لاءِ
تيار نه هئاسين. انهيءَ دهشت جو خيال ته اسانجي
ذهن ۾ اصل هوئي ڪونه. ۽ اهڙا ايذي ته هولناڪ
هئي جو سوويت يونين جي دشمنن طرفان لڳايل الزام
ان کان گهٽو گهٽ هئا. منهنجي دل نفرت ۽ حقارت
سان پرجي وئي. آئون ان احساس جي ڪري بيحد
رنج ۽ غم ۾ مبتلا ٿي پيو هوس، ته چو هيلتائين
آئون اهڙي ڪنور ۽ خوني کيل جي تائيد ڪندو
پئي رهيو آهيان. بين وانگر مون کي به احساس ٿيو
ته اسين تاريخ جي هڪ ناقابل بيان دوکي جو شڪار
ٿيا آهيون.“(١)

خروشچيف جي مٿين رپورٽ، جنهن جا ڪي فقرا اسان
هيٺئر نقل ڪيا آهن، تنهن جي پڌري ٿيڻ تي فرانس جي
ڪميونسٽ پارٽي، سوويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي کان
مطالبو ڪيو ته اسٽالن ڏانهن جيڪي ڏوه منسوب ڪيا ويا
آهن، تن جي مڪمل نظرياتي وضاحت ڪئي وڃي. ان تي
سوويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي جي سينٽرل ڪاميٽي هڪ
باقاعده بيان جاري ڪيو، جيڪو ”سوويت لئينڊ“جي ١٥ جولاءِ
١٩٥٦ع واري شماره ۾ هڪ ضميمي جي صورت ۾ شايع ٿيو
آهي. بيان ۾ ان سوال جي وضاحت ڪئي وئي آهي ته، ”آخر
اهو ڪيئن ٿيو جو اسٽالن جي ڊڪٽيٽرشپ، پنهنجن ڪڌن
ڪرتوتن سميت سوويت اشتراڪي نظام ۾ پيدا ٿي پيئي ۽
اتين پڪڙجي وئي؟“ هي سڄو بيان تضادن سان پريو پيو آهي.
ان جو خلاصو هي آهي ته، اسٽالن ازم جي پيدا ٿيڻ جو سبب،
سوويت سماجي نظام نه آهي؛ پر ان جي سموري جوابداري

---

(١) ماهوار رسالو ”تحريڪ“ جون ١٩٥٧ع

خود استالن تي آهي، جيڪو اشتراڪي رياست جو وزير اعظم بنجڻ کانپوءِ، سماجي خدمت ڪرڻ جي بدران؛ پنهنجي ذات جي پوڄا ڪرائڻ ۾ لڳي ويو هو ۽ پنهنجو پاڻ کي عوام کان مٿيرو سمجهڻ لڳو هو.

پر سوال هي آهي ته، جڏهن اشتراڪي دوستن جي پنهنجي دعويٰ مطابق، روس ۾ لئينڊڊ طبقو ختم ڪري ڇڏيو ويو هو؛ جڏهن انهي جي پيداواري وسيلن تي سماجي ملڪيت قائم ٿي چڪي هئي؛ جڏهن سوويت نظام هيٺ حڪومت سمورا اختيار ڪنهن هڪ شخص جي هٿن ۾ نه، پر ساري پورهيت طبقي جي هٿن ۾ هئا؛ ته پوءِ آخر ڪيئن، هڪڙو شخص سمورن اختيارن تي قابض ٿي ويو؟ اجتماعي ملڪيت جي نظام اندر، انفرادي ملڪيت واريون برايون ڪيئن پيدا ٿي پيون؟ ڇا اشتراڪيت جي مخالفن جو اهو اعتراض صحيح آهي، ته اشتراڪي نظام؛ ڊڪٽيٽرشپ جي هڪ بدترين شڪل آهي، جنهن کي سهڻن نظرين جو چولو پارايو ويو آهي؟ ڇا اشتراڪي نظام ۾ به اقتدار عوام جي هٿن ۾ نه هوندو آهي؟ بلڪ هڪ شخص جي هٿن ۾ هوندو آهي، جيڪو اتفاق سان رياست جو حاڪم چونڊجي ويندو آهي؟ ڇا "مزدور ڊڪٽيٽرشپ" ان جو نالو آهي ته ساري آبادي کي مزدور بنائي ڇڏجي ۽ انهن مٿان فقط هڪ شخص کي ڊڪٽيٽر بنايو وڃي.

روسي ڪميونسٽ پارٽيءَ، ان واقعي جي جيڪا توجيه ڪئي آهي، سا مارڪسي نظرئي جي بلڪل ابتڙ آهي. ڇو ته ان توجيه مطابق استالن جي بگڙجڻ جا سبب خود سندس ذات ۾ ئي موجود هئا ۽ نه وقت جي مادي ماحول ۾. ويهين صديءَ جي شروعات ۾، لينن ۽ سندس ساٿين؛ نارود نڪن (روس جو هڪ اشتراڪي ٽولو) جي ان ڪري مخالفت ڪئي هئي ته "سندن خيال موجب تاريخ جو مدار، سماجي طبقن ۽ انهن جي وچ ۾ ٿيندڙ ڪشمڪش تي نه آهي؛ پر انهن خاص ماڻهن

(HEROS) ني آهي، جن جي پويان عوام اکيون پوري هلندا آهن.*(١) پر اڄ ناروڊنڪن جي ان غلط ۽ رجعت پسند نظرئي کي، اسٽالن ازم جي تاويل ۽ تشريح ۾ پيش ڪيو ويو وڃي.
انهن دوستن کان جيڪڏهن پڇجي ته، هٽلر ڇو جرمني جو ڊڪٽيٽر بڻجي ويو هو؟، ته هو ائين جو ڀڌڻ ته ائين نه چوندا، ته ڊڪٽيٽرشپ جا جيوڙا هٽلر جي پنهنجي دماغ ۾ پيدا ٿيا هئا، يا هٽلر جي ڊڪٽيٽرشپ فقط شخصي ڪردار هو، جنهنڪري هو جرمني جي مٿان مسلط ٿي ويو هو. اهي دوست هميشه ائين ئي چوندا رهن ٿا تہ، ڊڪٽيٽرشپ جا سبب ان پيداواري طريقي ۾ هوندا آهن، جيڪو ان ملڪ ۾ هلندڙ هوندو آهي. تنهنڪري هٽلر جي ظالم حڪومت، سندس انفرادي عمل جو نتيجو ڪانہ هئي، پر اها اصل ۾ پيداواري ۽ مٿاستا جي طريقن جو لازمي نتيجو هئي، جيڪي انوقت جرمني ۾ رائج هئا. هٽلر دراصل ڪو شخصي ڪردار نہ هو، پر جرمني ۾ ظالم پيداواري طريقن، پنهنجي حفاظت لاءِ هٽلر جو روپ اختيار ڪيو هو، مارڪس جو سڄو فلسفو اهوئي آهي تہ، انسان تہ فقط وقت جي مادي حالتن ۾ هڪ رانديڪو هوندو آهي. مارڪسي مفڪر هميشہ، تاريخ جي ان تصور تان ئي توليون ڪندا رهندا آهن تہ، انسان پنهنجي ارادي سان حالتون بڻائي يا بگاڙي سگهي ٿو. پر روس ۾، پيداواري تقسيم جي نظام ۾ تبديلي ڪرڻ کانپوءِ جڏهن اها ساڳئي صورتحال پيدا ٿئي ٿي، تڏهن ان جي جوابداري هڪ فرد تي وجهي ڇڏين ٿا، تہ جيئن اشتراڪي پيداواري طريقي کي ڪو ميار نہ ڏئي سگهي. ڳالهہ صاف پيئي آهي، تہ اهو واضح واقعو ان جي صاف صاف ثابتي هئي، تہ مارڪس جو نظريو غلط آهي تہ، انسان جو ذهن ۽ ڪردار اهڙوئي بڻجي ويندو آهي، جهڙو سندس مادي ماحول؛

---

(*) هسٽري آف دي بالشويڪ پارٽي، صفحو ١٢-١٣.

يا اشتراڪي پيداواري طريقي ۾ به ساڳئي طرح ظلم ۽ استحصال وارو نظام جاري رهندو آهي، جيئن سرمائيدار سوسائٽي ۾ هوندو آهي. نه نه جڏهن، روس ۾، مارڪس جي نظرئي مطابق، معاشي حالتون بدلجي ويون هيون، ته پوءِ اتان ڊڪٽيٽرشپ ڪيئن ۽ ڇو ختم ڪئي وئي هئي؟

هڪ چوٿائي صديءَ کان به وڌيڪ عرصي تائين روس جي باري ۾ پروپيگنڊا ڪيو ويو آهي، ته اتي ملڪيتون ساري سماج جي قبضي ۾ ڏنيون ويون آهن، روس ۾ هڪ انسان جي هٿان، ٻئي انسان جو استحصال ختم ٿي ويو آهي، رياست، ظلم ۽ جبر جو هٿيار نه آهي پر عوام جي خدمتگار آهي، روسي حڪومت ۽ روسي رعيت جا حق بلڪل هڪجهڙا آهن. پر جڏهن پردو هٽيو، ته خبر پئي، ته اهو سڀ فقط ڪوڙو پروپيگنڊا هو. اسٽالن، جيڪو انهيءَ ساري عرصي ۾ ان نظام جو حاڪم اعليٰ هو، سو پاڻ اول درجي جو ظالم ۽ خود غرض ثابت ٿيو. بيريا، مالوتوف، مالنڪوف، شيپلوف، ڪگانووچ، زيڪوف ۽ ٻيا ڪيترا ماڻهو، جيڪي اسٽالن سان گڏ ان نظام کي هلائي رهيا هئا، سي سڀ جا سڀ انسانيت ۽ سماج جا دشمن ثابت ٿيا. انگلينڊ يا آمريڪا ۾ جيڪڏهن ڪا حڪومت ائين ڪري ها، ته پبلڪ ۾ طوفان ڪڙو ٿي وڃي ها. پر اشتراڪي نظام انهن ظالمن کي ايترا ته اختيار عطا ڪري ڇڏيا هئا، جو دنيا ۾ سڀ کان وڏي ملڪ اندر ڪا هڪڙي زبان به اهڙي ڪانه هئي، جيڪا ان جي خلاف آواز اٿارڻ جي جرئت ساري سگهي، ۽ نه ڪي پريس ان بابت ڪو مضمون شايع ڪري سگهي. سوويٽ يونين جي ائين ڪانگريس ۾، (جيڪا ڊ ۲ نومبر ١٩٣٦ع ۾ ٿي هئي) جڏهن اسٽالن اعلان ڪيو ته "روس ۾ انسان جو استحصال ختم ٿي چڪو آهي"، تڏهن ڪافي دير تائين حاضرين تحسين جون تاڙيون وڄائيندا رهيا ۽ آفرين جا نعرا هڻندا رهيا. اسٽالن

جي حياتي تائين اهو حال هو؛ جو روس ۾ هر تقرير جي پڇاڙي ۾، هيٺيان لفظ ضرور چئبا هئا:-

”استالن زنده باد، استالن زنده باد“

تقرير جي اها پڇاڙي مقرر جي ڪاميابي لاءِ ضمانت هوندي هئي. جو نه انهن لفظن چوڻ ڪانپوءِ دير تائين لڳاتار تاڙيون وڄنديون هيون ۽ خوشي وچان آپ ڏاريندڙ نعرا نه لازمي هئا. پر اهو ساڳيو استالن پنهنجي وفات ڪان ٿي سال پوءِ؛ قاتل، لٽيرو ۽ اناڙي سياستدان جي لقبن سان نوازيو ويو. ٣٥ سالن تائين اهوئي اعلان ڪيو ويندو ويو ته، ”سوويٽ طرز حڪومت تاريخ جو بهترين طرز حڪومت آهي.“ (١) ”سوويٽ يونين ۾ سارو اقتدار جائز مالڪن يعني پورهيتن جي هٿن ۾ آهي.“

”٢٠ ڪروڙ سوويٽ عوام؛ انساني تاريخ ۾ اهو پهريون عوام آهن، جيڪي پنهنجي آزاد ملڪ اندر سموري دولت جا پاڻ پوري طرح مالڪ ٿيا آهن“ پر جڏهن مٿان پيل ڍڪ لٿو ته، خبر پيئي ته، ان کان وڌيڪ خراب نظام، حڪومت، شايد تاريخ ۾ ڪڏهن به وجود ۾ نه آيو هو.

ڪميونزم جا ڪي عقيدتمند، هي دليل ڏين ٿا ته، استالن برابر انقلاب سان غداري ڪئي؛ پر ان جي ڪري اشتراڪي اصولن جي سچائي تي بهتان هڻڻ صحيح نه آهي. نظريو ڌار شيءِ آهي ۽ ان کي مڃڻ وارن جو ڪردار بلڪل ڌار شيءِ آهي. جيڪڏهن ڪنهن نظرئي کي مڃيندڙ ماڻهو خراب ٿي وڃن ته ان جي ڪري اصل نظرئي جي غلط هجڻ بابت ڪيئن فيصلو ڪري سگهجي ٿو؟

اها ڳالهه پنهنجي جاءِ تي بلڪل صحيح آهي. پر ان دليل سان سندن نظرئي جي تائيد ماڳهين ڪانه ٿي ٿئي؛ هڪ

---

(١) سوويٽ ڊيما ڪريسي اينڊ بورژوا ڪريسي، صفحو ٤.

اهڙو نظريو، جيڪو هرهڪ فرد جي ڪردار کي خود ان فرد جي ارادي ۽ سمجهه جو نتيجو چوي ٿو، تنهن جي نظر ۾ هڪ فرد، اهڙي عمل ڪري ٿو، جيڪو هو پاڻ ڪرڻ چاهي ٿو. سو اهڙي نظريي بابت ائين چوڻ بلڪل صحيح آهي ته، ان نظريي کي مڃيندڙ جيڪڏهن خراب ٿي پون ته ان ۾ نظريي جو ڪوبه ڏوهه نه ڇاڪاڻ، ڇو ته اهو نظريو، هر فرد کي، هڪ بااختيار هستي تسليم ڪري ٿو. ان نظريي جي نظر ۾ هر فرد ايتري سڌاري سگهي ٿو، جيترو هو ان نظريي کي اختيار ڪندو. پر مارڪسزم ته ان جي بلڪل ابتڙ نظر آيو آهي. مارڪسزم مطابق، شعور بذات خود ڪا شيءِ نه آهي، اهو ته فقط ماحول مان ئي جنم وٺي ٿو. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته، ماڻهو جيڪو به عمل ڪري ٿو، سو انهيءَ ڪري نٿو ڪري ته، هو پنهنجي آزاد مرضي ۽ شعور سان ائين ڪرڻ چاهي ٿو. پر اهو عمل انڪري ڪري ٿو ته، ان وقت جون مادي حالتون کيس ائين ڪرڻ لاءِ مجبور ڪن ٿيون.

ٻيريون نظريو چوي ٿو ته، ”انسان کي بدلائڻو اٿو ته سندس فڪر ۽ سوچ کي بدلايو.“ پر ان جي برعڪس مارڪس چوي ٿو ته، ”انسان کي بدلائڻو اٿوَ ته، سندس معاشي حالتن کي بدليو.“ ٻهرئين حالت ۾ چڱائي پيدا ڪرڻ لاءِ انسان جي لاڙن ۽ تصورن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي، ته جيئن انسان پنهنجن ارادن ۽ ڪوششن کي غلط ڏس ۾ وڃڻ کان روڪي، صحيح ڏس ۾ هلائي. ان جي ابتڙ مارڪسزم جي خيال ۾ انساني سڌاري جو طريقو اهو آهي ته، معاشي حالتن کي بدلائي ڇڏجي. هن جي خيال ۾ معاشي حالتن مان ئي شعور ۽ ارادو ڦٽي ٿو. تنهن ڪري جڏهن معاشي حالتون بدلائبيون، ته شعور پاڻمرادو بدلائجي ويندو. سو جڏهن ڪنهن علائقي ۾ موجود معاشي حالتون ۽ وهنوار جا طريقا مٽي ڇڏجن ته، اتي جي انسانن کي پاڻهي بدلجي وڃڻ گهرجي.

جيڪڏهن معاشي حالتن جي تبديلي کانپوءِ به ماڻهو نٿا بدلجن ته اهو سمجهو ته، خود اهو نظريو ئي غلط آهي؛ جنهن مطابق سماجي سڌاري لاءِ معاشي حالتن کي بدلائڻ جو پروگرام بنايو ويو هو. اها فرد جي خرابي نه، پر خود نظريي جي غلط هجڻ جي ثابتي آهي. ٻهرئين قسم جي نظريي موجب، معاشرتي نظام ۾ جيڪڏهن ماڻهو جو سڌارو نه ٿئي، ته چئبو ته، ماڻهن پوري طرح نظريي کي قبول نه ڪيو آهي. يعني سندن ارادن تي اڃا تائين ان نظريي جي حڪمراني قائم نه ٿي آهي. اهي انانيت ۽ خودپرستي جا شڪار آهن. پر انجي ابتڙ مارڪسي نظريي تحت قائم ڪيل نظام ۾، جيڪڏهن ماڻهن جو سڌارو نٿو ٿئي ته، ان خود نظريي جو رد ٿئي ٿو. ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته، نه رڳو مادو، شعور کي پيدا نٿو ڪري، پر شعور، مادي کان ڌار، هڪ مستقل وٿ آهي، جيڪا خود مادي تي به اثرانداز ٿئي ٿي.

هتي اهو چئي سگهجي ٿو ته؛ مارڪسزم شعور کي بلڪل مادي مان پيدا ٿيل عنصر تسليم نٿو ڪري، پر هو شعور کي هڪ بلڪل ڌار حيثيت رکندڙ شئي به مڃي ٿو، جيئن ته اها ڳالهه مارڪس جي وفات کانپوءِ، سندس ڳهاٽي دوست فريڊرڪ اينجلز، پنهنجي ٢١- سيپٽمبر ١٨٩٠ع واري خط ۾ مسٽر جوزف بلاڪ ڏانهن لکي هئي. پر هيءَ تاويل اختيار ڪرڻ سان ته مارڪسزم جو مورڳو بنياد ئي ڪمزور ٿيو وڃي. مارڪس دعويٰ ڪئي هئي ته، انساني تاريخ ۾؛ ٻهريون پيرو اها ڳالهه ممڪن ٿي آهي، جو انسان ۽ انسان جي وچ ۾ لڳاتار هلندڙ ڪشمڪش ۽ قرلت جي دستور کي، هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو ويو آهي. يعني ته، انهيءَ معاشي نظام کي بدلائي ڇڏيو ويو آهي، جيڪو هڪ دائمي فساد جو سبب بڻيل آهي، ۽ جنهن ۾ هڪ طويل عرصي کان وٺي ويچارو انسان پنهنجي ڏکن ڀري زندگي گذاري رهيو آهي. هن جي خيال ۾ انفرادي

ملڪيت کي اجتماعي ملڪيت جي شڪل ڏيڻ سان خود انسان جو اخلاق ۽ ڪردار به بدلجي ويندو آهي. پر جيڪڏهن ان سان تبديلي ڪان پوءِ به انسان جو شعور نه بدلجي، جيئن ته اينجلز ۽ ٻين اشتراڪي مفڪرن، مارڪس جي نظرئي جي توجيه ڪندي چيو آهي. يا جيڪڏهن اشتراڪي سماج ۾ به، انسان کي بدلجڻ جو موقعو نه ملي سگهي، ته پوءِ هو ساڳئي طرح ڦرلٽ جون اهي ڳالهيون سوچيندو، جيڪي هو ڪنهن غير اشتراڪي نظام ۾ جيڪر سوچي. ان صورتحال ۾ اشتراڪي نظام ۾ استحصال ختم ٿي وڃڻ جي ڪڏهن به اميد ٿي رکي سگهجي. انساني شعور کي هڪ ڌار حيثيت ڏيڻ جي معنيٰ اها ٿي ته ملڪيتي نظام کي بدلائڻ ڪان پوءِ انسان جي سرڪشي جو امڪان آهي ۽ اهو به امڪان آهي ته هن جهڙا ٻيا ماڻهو وچهه وٺي سماج جي ڪنڌ تي چڙهي وڃن؛ جيئن هٽلر جرمني تي مسلط ٿي ويو هو. مارڪس جمهوري نظام کي، رد ڪري ڇڏيو هو ڇو ته، ان ۾ هڪ فرد لاءِ نوان نوان نالا ۽ نيون نيون شڪليون اختيار ڪري اقتدار تي قابض ٿيڻ جو موقعو هوندو آهي. پر جڏهن اشتراڪي نظام ۾ به ماڻهن لاءِ ساڳئي قسم جا موقعا هجن ۽ جيڪڏهن اهي چاهين ته عوام جي ڪنڌ تي سوار به ٿي وڃن ۽ پنهنجي زندگي جي آخري لمحي تائين به سماج تي آقا وانگر حڪم پيا هلائين؛ ته پوءِ ٻنهي نظامن ۾ ڪهڙو فرق ٿيو؟

حقيقت هن ريت آهي ته، مارڪس جي نظرئي کي جيڪڏهن، خود سندس لفظن مطابق، نيٺ انهيءَ شڪل ۾ مڃجي، جيئن هن چيو هو ۽ چاهيو هو ته پوءِ مختلف ملڪن ۾ ٿيل تجربا ان کي ڀٽ رد ڪن ٿا. پر جيڪڏهن ان کي اينجلز ۽ ٻين مفڪرن جي تشريح مطابق مڃجي، ته پوءِ به ڪنهن به تجربي جي ضرورت نه آهي، اها تشريح خود ان نظرئي کي پاڻ ئي رد ڪري ٿي.

## مزدور ۽ سرمائيدار جو ڪردار

سرمائيدار طبقو، مارڪس جي شريعت ۾، بلڪل اهڙا حيثيت رکي ٿو، جيڪا خدائي شريعت ۾ شيطان جي آهي. هو سرمائيدار طبقي کي بلڪل ختم ڪرڻ گهري ٿو. ڇو ته هن جي نظر ۾ سموريون برائين جي پاڙ اهوئي طبقو آهي. هو سماجي انتظام جو سمورو ڪم پورهيت طبقي جي حوالي ڪرڻ جو علمبردار آهي. پر "سرمائيدار" آهي ڪير؟ اها ڳالهه اڃا تائين واضح ٿي نه سگهي آهي. مارڪس، نهايت زورشور سان دعويٰ ڪري ٿو ته، انساني تاريخ ٻن طبقن ۾ ورهايل آهي ۽ صنعتي انقلاب کان پوءِ ته، اها ورهاست بلڪل واضح ٿي چڪي آهي. هڪ پاسي اهي ماڻهو آهن، "جن وٽ سڀڪجهه آهي"، (HAVES) ۽ ٻئي پاسي اهي ماڻهو آهن، "جن وٽ ڪجهه به نه آهي" (HAVE-NOTS). پر ڇا اها ڳالهه ايتري سولي ۽ صاف آهي، جيتري مارڪس بيان ڪري ٿو؟ ڇا سچ پچ به ماڻهن جي وچ ۾ اهڙو ڪو سنڌو موجود آهي؟، جنهن بابت چئي سگهجي ته ان جي هڪڙي پاسي سرمائيدار آهن ۽ ٻئي پاسي غير سرمائيدار. "ڪميونسٽ مينيفيسٽو" ۾ سرمائيدار طبقي کي انساني آبادي جو فقط ڏهه سيڪڙو ٻڌايو ويو آهي. اشتراڪي مفڪرن، اشتراڪيت جي جابر ۽ ظالم هئڻ بابت مختلف الزامن جو جواب ڏيندي، چيو آهي ته تاريخ جي گذريل دورن ۾ اقليت (ٿورن) هميشه اڪثريت تي ظلم ڪندي رهي آهي. هاڻي جيڪو مزدور انقلاب ويجهو اچي رهيو آهي، تنهن ۾ اڪثريت، اُن اقليت کي پنهنجو زيردست ڪري رکندي. پر جڏهين روس ۾ عملي طرح "محروم طبقي" کي ختم ڪرڻ جي مهم شروع ڪئي وئي، تڏهن اها مهم نه ته زار کي هٽائڻ کانپوءِ بند ٿي ۽ نه ئي جاگيردارن ۽ ڪارخانيدارن کي ختم ڪرڻ کانپوءِ بيٺي. الٽو ان جو گهيرو وڌيڪ وسيع ٿيندو ويو. تانجو ملڪ جي اڪثر آبادي جيڪا ننڍين ننڍين

زمين تڪرن جي مالڪ هارين جي هئي، تن سڀني کي آخري ۽ "امڪاني سرمائيدار" جو نالو ڏيئي ڪاڻن اهي پنهنجون ٻه ڪسيون وييون، نه رکيو ايترو، پر خود جدلياتي فلسفي جي مومنن، يعني ڪميونسٽ پارٽي جي بيشمار ميمبرن کي "سرمائيدارن جا چاڙتا ثابت ڪيو ويو، ۽ انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ، وڏي پيماني تي "صفائي" جي مهم جاري ڪئي وئي. گذريل ٻن عالمگير جنگين جي وچ واري دور ۾، سوويٽ روس جي اندر، پندرنهن لکن کان ويهن لکن تائين پارٽي جي ميمبرن جو صفايو ڪيو ويو. ١٩٢١ع ۾ لينن، مرڪزي ڪاميٽي کي مشورو ڏنو، ته پارٽي کي سمورن "بدمعاشن، نوڪرشاهي ذهنيت رکندڙن، بي ايمان ۽ ڪچن ڪميونسٽن" کان پاڪ ڪيو وڃي. سو ١٩٢١ع ۾ مرڪزي ڪاميٽي جي فيصلي پٽاندر، وڏي پيماني تي مائٽهن کي پارٽيءَ مان ڪڍڻ جو انتظام ڪيو ويو، جنهن ۾ اٽڪل هڪ لک ستر هزار ميمبر خارج ڪيا ويا. اهو تعداد ان وقت پارٽي جي ڪل ميمبرن جو ٢٥ سيڪڙو هو.(١)

ٻين ڪميونسٽ ملڪن جو احوال به ساڳئي قسم جو ئي آهي. پوءِ سرمائيداري جي جيوڙن اتي بس نه ڪئي؛ پر اهي مائٽهو، جن کي "اشتراڪي سورمن جو لقب مليو هو" ۽ جن گذريل چاليهن سالن کان وٺي هڪ هڪ سرمائيدار کي ڳولهي ڳولهي ختم ڪيو هو، تن بابت جڏهن ڳالهيون پڌريون ٿيون ته، خبر پيئي ته، اهي صاحب به بورژوا لوڪ آهن. ستالن، مولوتوف، بيريا، ڪگانو وچ ۽ ڪيترين ٻين اعليٰ شخصيتون، پورهيت طبقي جون دشمن ۽ سرمائيدارن جون ايجنٽ ثابت ٿيون آهن. ايتريقدر جو اڌ صديءَ کان وٺي هلندڙ مارومار ۽ "عظيم اشتراڪي تعمير" جي موجودگي ۾ به ڪميونسٽ سرزمين

---

(١) هسٽري آف دي ڪميونسٽ پارٽي (B) صفحو ٢٤٦، (بمبئي ١٩٤٦ع).

اندر "سرمائيداري جا بچيل عنصر" اچا تائين آهن ۽ ڪهڙي خبر ته ان سرمائيداري جي بچيل عنصرن واري فهرست ۾ سياڻي ڪير ڪير ڪميونسٽ ليڊر ۽ وزير ظاهر ٿيندا رهندا.

مارڪسزم ۾ اهو تمام وڏو تضاد آهي ته، هڪ پاسي ته هو سرمائيدار طبقي کي قتل لائق سمجهي ٿو، ڇو ته اهو سماج جو دشمن آهي؛ ۽ ملڪي انتظام جي سموري جوابداري مزدور ليڊرن جي حوالي ڪرڻ گهري ٿو، ڇو ته هن جي خيال ۾ مزدور طبقو ئي سماج جو سڀ کان وڌيڪ ترقي يافته طبقو آهي، ۽ هو زبردست جدلياتي شعور رکي ٿو. هن کي تاريخ اهڙي جاءِ تي اچي بيهاريو آهي جتي هو "پنهنجو پاڻ کي آزاد ڪرائڻ سان گڏ ٻئي ساري سماج کي به آزاد ڪرائي سگهي ٿو." ۽ اهڙن باشعور مزدورن ۾ ڪميونسٽ پارٽي وري اُئين آهي جيئن ڪير مان نڪتل مکڻ. هيءَ پورهيت طبقي جو اڳيون دستو آهي. هيءَ مزدورن جي طبقاتي تنظيم جي اعليٰ ترين شڪل آهي. ان ۾ مزدور طبقي جو بهترين عنصر جمع ٿيل هوندو آهي، تنهنڪري اهائي حقيقت ۾ لائق ۽ فائق جماعت آهي جنهن جي هٿن ۾ سماجي معاملن جون واڳون ڏيڻ گهرجن. پر ٻئي پاسي مارڪسزم جا علمبردار، پاڻ پنهنجي عمل سان مسلسل اهو ثابت ڪندا رهيا آهن، ته اشتراڪي نظريي جي اها تشريح صحيح نه آهي. يعني ته مزدور طبقو ۽ ڪميونسٽ پارٽي؛ ٻئي بلڪل اعتبار جوڳا نه آهن، جيئن ظالم سرمائيدارن جو طبقو هوندو آهي. حقيقت هن ريت آهي ته مزدورن جي معصوميت تيستائين برقرار رهندي آهي، جيستائين اهي بيوس هوندا آهن. ساڳيءَ طرح ڪميونسٽن جي اصلي حقيقت به فقط تيستائين لڪل هوندي آهي، جيستائين سندن سيرت ظاهر ٿيڻ جو موقعو ايندو آهي. جتي به اهڙو ڪو موقعو ايندو آهي، ته پوءِ اهي ڪنهن به طرح، سرمائيدارن کان گهٽ ظالم ثابت نه ٿيندا آهن.

سپ کان اڳ، مارڪس جي زماني ۾ مختلف اشتراڪين ۽ مزدور ليڊرن جا مثال ونون ٿا. اهي جيتوڻيڪ پورهيت طبقي جا وڪيل ۽ سوشلسٽ زندگي جا علمبردار هئا، پر مارڪس ۽ اينجلز انهن تي تنقيدون ڪيون آهن. چيو اٿن تہ، اهي سرمائيدارن جا پٺتي آهن، ۽ نظرئي باز ۽ رجعت پسند آهن. انهن ظالم ڪامورن ۽ وقت جي حاڪمن سان سازباز ڪئي آهي. اهي مزدورن جي بدران پنهنجي ذات جا گهڻگهرا آهن. اهي بورژوا تي تنقيد تہ ڪن ٿا پر "عملي سياست ۾ مزدورن تي جبر ڪندڙن جا حامي آهن. اهي پنهنجن ذاتي مفادن خاطر، سرمائيدار طبقي سان ڳالهين ۾ نهيو وڃن، انهن جي اشتراڪيت جو آخري تصور فقط هي آهي تہ، مزدورن کي مطمئن ڪري، کين سرمائيدارن سان جنگ ڪرڻ کان روڪجي، تہ جيئن سرمائيدار بي ڊپا ٿي سندن ڦرلٽ جاري رکي سگهن. ٻي انٽرنيشنل — يعني مزدور طبقي جي بين الاقوامي جماعت، جيڪا ۱۸۸۹ع ۾ قائم ٿي هئي، تنهن ۾ ساري دنيا سان مزدور اچي گڏ ٿيا هئا. اشتراڪي صاحبن جي قول مطابق، پهرئين عالمگير جنگ جي موقعي تي ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهن کي ڇڏي ٻين سڀني نمائندن مارڪسي نظرين سان "غداري" ڪئي هئي ۽ هو ڦورو، لٽيرن سرمائيدارن جا چاڙتا بنجي پيا هئا. انهن پورهيت طبقي جي عالمي مفادن جي برخلاف ڪم ڪيو هو ۽ "نهايت شرمناڪ طريقي سان" تنظيم کي ختم ڪري ڇڏيو هئائون. انهن "موقع پرستي" جي واٽ اختيار ڪئي هئي ۽ "سياسي سودي بازي" جي گندي کيل ۾ مبتلا ٿي پيا هئا. سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي — روسي مزدورن جي جماعت — جيڪا انقلاب کان اڳ لينن جي اڳواڻي ۾ قائم ٿي هئي، تنهن سان هڪ وڏو ٽولو جيڪو جيتوڻيڪ منشويڪ (اقليت) سڏبو هو پر اهو اڌ کن هيو. ۱۹۱۲ع ۾ جيڪا چوٿين دور (زار جي زماني جي روسي پارليامينٽ) منعقد ٿي هئي ان ۾ منشويڪ جا نمائندا ۽،

بالشويڪ جا صرف ٦ شريڪ ٿيا هئا. جون ١٩١٧ع ۾ سڄي ملڪ جي سوويتن جي پهرين ڪانگريس منعقد ٿي. ان ڪانگريس ۾ بالشويڪن جي مقابلي ۾ منشويڪ نمائندا گهڻا هئا. ان ڪانگريس جي حالت اها ٿي جو ان وقت هلندڙ هر قسم جي اهم مسئلي تي مارڪسزم کان پنهنجو منهن موڙي ۽ آخرڪار انقلاب دشمني جي واٽ ورتي وئي. پارٽي جي ٻي ڪانگريس (لنڊن ١٩٠٣ع) ۾ اهي سڀ ماڻهو هڪ ٽولي جي شڪل ۾ ظاهر ٿيا ۽ پراگ ڪانفرنس (١٩١٢ع) ۾ کين پارٽي مان خارج ڪيو ويو. روس جا چوٽي جا ليڊر جن لينن سان گڏجي "عظيم اشتراڪي انقلاب" لاءِ سخت جاکوڙ ڪئي هئي ۽ جيڪي ڪميونسٽ پارٽي جي اعليٰ ترين عهدن تي مقرر ڪيا ويا هئا، تن "غداري" ڪئي ۽ اهڙا اهڙا ته ڏوهه ڪيائون جن جي سزا قتل هئي. انهن ۾ "روس ۾ مارڪسزم جو باني" جارج وي پليخنوف، لينن کانپوءِ بالشويڪ پارٽي جو سڀ کان وڏو ليڊر ٽراٽسڪي، ڪميسارن جي ڪاميٽي جو صدر ڪامانيف، ڪمنٽرن ۽ سينٽ پيٽرزبرگ سوويٽ جو صدر زينوويف، پراودا اخبار جو چيف ايڊيٽر ۽ ڪمنٽرن جي انتظامي ڪاميٽي جو ميمبر بخارن، ٽريڊ يونين ڪائونسل جو صدر ٽومسڪي جهڙا ماڻهو شامل هئا. اهي سمورا صاحب پنهنجين مٿين حيثين کان سواءِ پولٽ بيورو جا رڪن پڻ هئا. انهن کانسواءِ ٻيا بيشمار مزدور، هاري ۽ ڪميونسٽ، خود اشتراڪي بيان مطابق "غدار" ۽ "عوام دشمن" ثابت ٿيا هئا. لينن کانپوءِ روسي ڪميونسٽ پارٽي جي اعليٰ ترين ليڊرن مان ڪو هڪڙو به غداري کان نه بچيو هو. ساڳيو حال ٻين انهن سڀني ملڪن جو به ٿيو آهي، جتي ڪميونزم عملاً قائم ٿيو آهي. ڪميونسٽ ملڪن ۾ فقط هڪڙي حاڪم کانسواءِ هرهڪ جي وفاداري ۾ شڪ ڪيو ويندو آهي ۽ ڪنهن به وقت ان کي خطرناڪ ڏوهن جي الزام ۾ گرفتار ڪري سگهبو آهي ۽ جڏهن وقت جي صاحب اقتدار

شخص جو اقتدار ختم ٿيندو آهي ته پوءِ معلوم ٿيندو آهي ته هو پاڻ به سڀ کان وڏو غدار هو.

اهي آهن اشتراڪي ملڪن جا حال، جن کي خود اشتراڪي صاحب وڏي زورشور سان نشر ڪندا رهن ٿا. پر هي صاحب اهي ڳالهيون ڪندي وسريو وڃن، ته اهڙي طرح هو پاڻ: پنهنجي نظرئي جي ترديد ڪري رهيا آهن. سندن اهي ڳالهيون ثابت ڪنديون آهن، ته خودغرضي ۽ ڦرلٽ ۾ مزدور طبقو ۽ ڪميونسٽ پارٽي جا ميمبر به ڪنهن طرح سرمائيدارن کان گهٽ نه آهن. جنهن جاءِ تي هيٺئر سرمائيدار طبقو آهي، اتي جيڪر هنن صاحبن کي ٻيهاريو وڃي ته هوند اهي سرمائيدارن کان به گهڻا وڌا ظالم ۽ ڦورو ثابت ٿين. سو اهڙن بي اعتبار ماڻهن جي هٿن ۾ سمورن ڪمن جي چارج ڏيڻ سان، ڪيئن بهتر نظام پيدا ٿي سگهي ٿو؟

## سياسي جبر

وري ان تضاد جو، سڀ کان وڌيڪ دلچسپ پهلو اهو آهي ته، اشتراڪي ملڪن مان هنڌان هنڌان روز ”انقلاب دشمن“ سرگرمين جون اطلاعون ٻڌڻ ۾ اينديون رهنديون آهن، جن جي نتيجي ۾ بيشمار ماڻهو جيل ۽ ڦاسي جي سزا جا حقدار بڻجي ويندا آهن. ٻئي پاسي جڏهن اتي چونڊون ٿينديون آهن ته سمورا سرڪاري اميدوار سؤ سيڪڙو ووٽ حاصل ڪري ڪامياب به ٿيندا آهن. جيڪڏهن اتي جا جيڪي ماڻهو، حاڪم طبقي جا مخالف آهن، تن جون مخالفتون تڏهن ظاهر ٿينديون آهن جڏهن سندن دشمن ڪامياب ٿي وڃن وڃن عهدن تي پهچي ويندا آهن، پر اڳ ۾ جڏهن ڪين قانوني طرح پنهنجن دشمنن کي هٽائڻ جو موقعو ملندو آهي، تڏهن اهي صاحب پنهنجون مخالفتون هڪ پاسي رکي، ٻيهر ساڳين دشمنن کي سؤ سيڪڙو ووٽ ڏئي ڪين اڪثريت سان ڪامياب بنائيندا آهن. اوهان اخبارن

۾ پڙهندا هوندا تہ فلاڻي ڪميونسٽ ملڪ ۾ هڪ وزير جي
گهر تي بم اڇلايو ويو آهي، يا "ڪميونسٽن کي ماريو" جا
نعرا لڳايا ويا آهن. پوءِ ڪميونسٽ ريڊيو اعلان ڪندو آهي
تہ ملڪ ۾ هڪ "انقلاب دشمن تنظيم" سان تعلق رکندڙ ٽولو
پڪڙيو ويو آهي، جيڪو مختلف شهرن ۽ صوبن ۾ خفيہ ڪم
ڪري رهيو هو. انهن جو مقصد ڪميونسٽ حڪومت جو تختو
اونڌو ڪرڻ ۽ ڪميونسٽ ليڊرن کي قتل ڪرڻ هو. توهان
پڙهندا ۽ ٻڌندا هوندا تہ هزارين ماڻهو سال بسال اشتراڪي جنت
مان ڀڄي نڪري رهيا آهن. وڏا وڏا ڪامريڊ، جن بابت ڪجهہ
عرصو اڳ عوامي ليڊر هئڻ جا اعلان ڪيا ويا هئا، تن کي
سازشن ۾ ڏوهاري ثابت ڪري، ڦاسي چاڙهي ڇڏيندا آهن.
يا وري اهي پاڻهئي "پارٽي سان غداري ڪرڻ جو ڏوهہ ٻاسي"
خودڪشي ڪري ڇڏيندا آهن. توهان پڙهندائي رهندا هوندا
تہ ڪميونسٽ عهديدار، جيڪي اڳي عوام جي حمايت سان
چونڊيا ويا هئا، تن کي خطرناڪ سازشن جي الزام هيٺ گرفتار
ڪري گولي هڻي وڌي آهي. انهن ملڪن ۾ "صفائي" جي
هڪ لڳاتار مهم هلندي رهندي آهي، جنهن جو مطلب اهو آهي
تہ ملڪ ۾ اهڙا ماڻهو تمام گهڻا موجود آهن، جيڪي ڪميونزم
جا مخالف آهن ۽ هاڻي انهن کي ختم ڪيو پيو وڃي. هڙتالون
۽ بغاوتون ٿينديون ٿي رهنديون آهن. ڪميونسٽن جي خلاف
مظاهرا ٿيندا رهندا آهن. حڪومت جي برخلاف وڏيون وڏيون
سازشون پڪڙبيون آهن، جن ۾ اهو انڪشاف ٿيندو آهي تہ
هي سازش گذريل "٣٠ سالن کان لڪ ڇپ ۾ ڪم ڪري
رهي هئي." هزارين لکين ماڻهن کي ان ڏوهہ ۾ جهليو ويندو
آهي ڇو تہ اهي انهيءَ اسڪيم جا مخالف هوندا آهن جيڪا
ڪميونسٽ پارٽي ملڪ ۾ رائج ڪرڻ چاهيندي آهي. اهي
سموريون ڪارروائيون ڪنهن بہ آزاد ملڪ جي ڀيٽ ۾
ڪميونسٽ ملڪن ۾ تمام گهڻيون ٿينديون آهن. انهن ملڪن

۾ سرڪاري طور تي چونڊن جا جيڪي نتيجا ظاهر ٿيندا، تن ۾ هميشه اهوئي لکيل هوندو آهي ته "ڪميونسٽ پارٽي جي اميدوارن کي ٩٩٫٥٢ سيڪڙو ووٽ مليا آهن." (١) ١٩٤٧ع ۾ روس جي مختلف صوبن ۾ سپريم سوويٽ جون جيڪي چونڊون ٿيون هيون، تن ۾ ٩٩٫٧٩ سيڪڙو ووٽرن حصو ورتو هو؛ انهن مان ڪميونسٽ پارٽي جي اميدوارن کي — جن ڪانسواءِ ڪميونسٽ ملڪ ۾ ٻيو ڪوبہ اميدوار هوندو ئي نہ آهي — ٩٩ سيڪڙو ووٽ مليا. ساڳئي سال سپريم سوويٽ جي صدارتي چونڊن ۾ سئو سيڪڙو ووٽ استعمال ڪيا ويا هئا، جيڪي سڀ استالن جي حق ۾ ڏنا ويا هئا. نالي ماتر بہ ڪو سيڪڙو ووٽ اهڙو نہ هو، جيڪو نہ ڏنو ويو هجي يا استالن جي مخالفت ۾ ڏنو ويو هجي.

سوويٽ يونين جي دستور جي قلم نمبر ١٢٥ ۾ روسي شهرين کي تقرير ۽ تحرير يا جلسي ۽ جلوس جي آزادي ڏني وئي آهي. قلم‌نمبر ١٢٦ ۾ اهو حق بہ ڏنو ويو آهي تہ هو پنهنجون انجمنون ٺاهي سگهن ٿا. ۽ سياسي جماعتون بہ جوڙي سگهن ٿا. پر اڄ تائين، اني جي شهرين انهي‌ء حق‌کي حڪومت جي خلاف استعمال نہ ڪيو آهي. جڏهن پڇجي ٿو تہ روسي شهري ائين ڇو نٿا ڪن؟ تڏهن جواب ملي ٿو تہ، اني جي ماڻهن‌کي "بنيادي طور تي" حڪومت جي پاليسين سان ڪوبہ اختلاف نہ آهي؛ تنهنڪري ان حق کي حڪومت جي خلاف استعمال ڪرڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. هڪ پاسي تہ اهو اعلان ڪجي ٿو؛ تہ ٻئي پاسي وري هزارين لکين ماڻهن‌کي حڪومت جي خلاف لڪل ڪاروائين جو ڏوهاري ثابت ڪري، جيلن ۾ وڌو وڃي ٿو، يا گولين هيٺ ماريو وڃي ٿو. ڪميونسٽ

---

(١) سوويٽ ڊيماڪريسي اينڊ بورژوا ڊيماڪريسي صفحه ٤٣، ٤٠
(ماسڪو ١٩٥٠ع)

ملڪن ۾ جيڪي ماڻهو حاڪم طبقي جا مخالف آهن، تن کي شايد اهتري ڳالهه جي به خبر نه آهي ته جڏهن جمهوري ۽ قانوني طريقن مطابق حڪومت جي خلاف ڪارروائي ڪرڻ ممڪن آهي، نه پوءِ ڇاڻي واڻي خفيه اسڪيمون تيار ڪرڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ، پاڻ پنهنجن هٿن سان پنهنجن اسڪيمن کي فنا ڪرڻ آهي. ويتر پنهنجو پاڻ کي موت جي منهن ۾ وجهڻ آهي. اهي ماڻهو پريس هوندي به پريس جي ذريعي پنهنجن خيالن جو پرچار نٿا ڪن، جلسن ۽ تقريرن ۾ پنهنجو آواز نٿا اٿارين، چونڊن جهڙي قانوني طريقي کي به استعمال ڪري حڪومت بدلائڻ لاءِ ڪوشش نٿا ونن. عام حالتن ۾ ته اهي سڀ طريقا سندن ڪاميابي جا گس آهن. پر ڪمال آهي! جو هو ڄاڻي ٻجهي به سازشن ۽ خفيه تنظيمن جهڙي طريقو اختيار ڪن ٿا، ته جيئن حڪومت کين غير قانوني ڪارروائين جي ڏوهه ۾ سوگهو ڪري نابود ڪري ڇڏي. زندگي ۽ موت — ٻئي رستا صاف ڏسجن پيا، پر هي ماڻهو اهڙا ته احمق آهن جو خبر هوندي به موت جو رستو پسند ڪن ٿا.

اهو آهي دراصل سڀ کان وڏو تضاد، جنهن ۾ سمورا ڪميونسٽ ملڪ مبتلا آهن. جن ملڪن ۾ ڪميونسٽ انقلاب ڪامياب ٿيو آهي، ته اتي تجربي ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته، ڪميونزم اصل ۾ دنيا جو بدترين سماجي نظام آهي، جنهن کان وڌيڪ بڇڙو نظام اڄ تائين ڪنهن به ايجاد نه ڪيو آهي. انهن ملڪن ۾ رهندڙ پبلڪ سخت عذاب ۾ ڦاٿل آهي ۽ ڪميونسٽ شڪنجي کي پڄي پورا ڪرڻ لاءِ آتي آهي. پر، اسانجن ڪميونسٽ دوستن جي مرضي آهي ته انهيءَ بدترين نظام کي، تاريخ جو بهترين نظام ثابت ڪري ڏيکارين. اهي سندن ملڪن ۾ رهندڙ ڪميونزم بيزار ماڻهن کي حڪومت جا نهايت وفاداري شهري جي حيثيت ۾ پيش ڪن ٿا. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪميونسٽ، ملڪن جو جوڙجڪ بلڪل ڪارائتو

ثابت ٿيو آهي. ڪميونسٽ ملڪن ۾ پريس تي حڪومت جو مڪمل ڪنٽرول هوندو آهي. انهن ڪي ملڪ جي اندران ظاهر ٿيندڙ ڪنهن به ترديد جو خوف نه هوندو آهي، انڪري جيڪو چاهيندا آهن، سو ڇپا نشر ڪندا آهن. پريس جيڪڏهن اهڙو اعلان ڪري، جيڪو ملڪ جي سڀني باشندن جي مرضي جي برخلاف هجي، ته به ساري ملڪ ۾ ڪوبه اهڙو باشندو نه ملندو آهي، جيڪو ان جي برخلاف ڪوبه بيان شايع ڪري سگهي. اهوئي سبب آهي جو، ڪميونسٽ حڪومتون هڪ منظم اسڪيم مطابق مسلسل پروپيگنڊا ڪنديون رهنديون آهن، ته ڪميونسٽ حڪومتون دنيا جون بهترين حڪومتون آهن ۽ کين سندن ملڪ جي باشندن طرفان مڪمل حمايت حاصل آهي. جيئن ته ڪميونسٽ ملڪن ۾ هر ماڻهو جو رزق سنئون سڌو حڪومت جي هٿن ۾ آهي، تنهنڪري چونڊن جي موقعي تي ماڻهو مجبور هوندا آهن، ته ڪميونسٽ نمائندن کي ئي ووٽ ڏين. ڇو ته اتي مخالفت ڪرڻ جي معني آهي موت کي پاڻ چائي سڏ ڪرڻ. اهڙي طرح پنهنجي حق ۾ زوري ووٽ حاصل ڪري، ڪميونسٽ حڪومتون اهو اعلان ڪنديون آهن، تہ سندن ملڪ ۾ رهندڙ سموري پبلڪ انهن سان سات ڏيئي رهي آهي ۽ مٿن پورو پورو اعتماد رکي ٿي. پر جبري ۽ ڪوڙي پروپيگنڊا سان ملڪ جون حالتون سچ پچ نہ بدلائي نٿيون سگهجن. حڪومتون سماجي انصاف جو اعلان ڪن ٿيون، پر حقيقت ۾ اتي سماجي ظلم برپا ٿي چڪو آهي. ماڻهو بظاهر حڪومتن جي تائيد ڪن ٿا، پر دلين ۾ حڪومت لاءِ نفرت جي باه اٿن. بيليٽ پيپر ٿي، عوام ڪميونسٽ نمائندن جي حق ۾ پنهنجي اصل راءِ نہ ٿو ڏئي پر اندر ۾ جوابي انقلاب برپا ڪرڻ جي خواهش اڌ ما ڏئي رهي اٿن. انهيءَ ڪري سڀني ڪميونسٽ ملڪن ۾ حڪومتون لڳاتار ان ڪم ۾ رڌل آهن تہ اهڙن ماڻهن کي ڳولهي لهن، جيڪي موجوده حڪومتي نظام کان

بيزار هوندا آهن ۽ ان کي بدلائي ٻي بهتر حڪومت برپا
ڪرڻ جا تمنائي هوندا آهن. اخبارن ۾ اهڙيون خبرون ائين
پيون اينديون رهنديون آهن، ته فلاڻي ڪميونسٽ ملڪ ۾ هڪ
سازشي ٽولو پڪڙيو ويو آهي، جنهن حڪومت جو تختو اونڌو
ڪرڻ گهُريو ٿي. اهڙي طرح وڏن وڏن ليڊرن ۽ سرڪاري
آفيسرن کي سازشن جي الزام هيٺ سوگهو ڪري جيلن جي
حوالي ڪيو ويندو آهي.

ڪميونسٽ حڪومتن جي هي ٻطرفي پاليسي خود سندن
ڪوڙي هجڻ کي ظاهر ڪري ٿي. ان سان صاف طرح معلوم
ٿئي ٿو ته ڪميونسٽ حڪومتن جي هيءَ دعويٰ نسورو ڪوڙ
آهي ته سندن علائقي ۾ رهندڙ پبلڪ بيحد خوش ۽ مطمئن
آهي ۽ حڪومت سان ايترو ته گهرو سٻنڌ اٿس جو ڪميونسٽ
پارٽي کان سواءِ ٻي ڪا پارٽي ناهڻ جي ضرورت ڏي ڪانه ٿي
محسوس ڪري، ڳالهه پڌري پيئي آهي ته جيڪڏهن پبلڪ
واقعي خوش راس آهي، جيئن توهين ٻڌايو ٿا ته پوءِ جوابي
انقلاب جون ڪوششون ته ٿيڻ گهرجن، جن ۾ خود توهانجي
بقول، ملڪ جي اعليٰ ترين طبقي جا ماڻهو به شريڪ هوندا
آهن. جڏهن توهان وٽ چونڊن ۾ سئو سيڪڙو ووٽر پنهنجا
ووٽ استعمال ڪن ٿا ۽ سمورا ووٽ ڪميونسٽ اميدوارن جي
حق ۾ ئي وڃا وڃن ٿا، ته پوءِ آخر اهي مخالف ڪٿان وجود
۾ اچن ٿا. ڇا چونڊن جي وقت انهن کي ووٽ ڏيڻ جو حق
نه هوندو آهي؟ يا مخالفت هوندي به اهي پنهنجا ووٽ توهان
کي ئي ڏيندا آهن. توهان چئو ٿا ته توهان جي ملڪ ۾ اظهار راءِ
۽ تنظيم سازي جي مڪمل آزادي آهي. پوءِ ڀلا اهي مخالف
ائين ڇو نٿا ڪن؟، جو ملڪي پريس ۾ اوهان جي خلاف آواز
اٿارين يا پنهنجي ڌار ڪا جماعت بنائڻ جي ڪوشش ڪن،
۽ ڪنهن قانون جي آڌار تي موجوده حڪومت کي هٽائي
ڇڏين. اهي ڳالهيون ثابت ڪن ٿيون ته ڪميونسٽ ملڪ ۾

پبلڪ اندر زبردست بيقراري ۽ وياڪلتا جي اظهار جا سڀ
قانوني دروازا بند آهن، تنهن ڪري اهي غير قانوني طريقن سان
پنهنجي بيچيني ظاهر ڪن ٿا. ڪميونسٽ حڪومتن طرفان هڪ
پاسي اهو اعلان ڪرڻ، ته ڪين چونڊن ۾ سئو سيڪڙو ووٽ
ملن ٿا ۽ ٻئي پاسي هزارين ماڻهن کي انهي ڏوهه ۾ گرفتار
ڪرڻ، ته اهي موجوده ڪميونسٽ حڪومت جو تختو اونڌو
ڪرڻ گهرن ٿا، اهي ڏار ڏار ڳالهيون ثابت ڪن ٿيون، ته
ڪميونسٽ ملڪن ۾ انساني آزادي جو انت آندو ويو آهي.
ماڻهو جيڪڏهن موجوده حڪمران ٽولي سان اختلاف ڪرڻ
گهرن ٿا، ته انهن لاءِ سورا قانوني ۽ جمهوري دروازا بند آهن
انهن کي اها ته آزادي ضرور آهي ته، هو چونڊن جي ڊرامي
۾ پنهنجا ووٽ حڪمران طبقي جي نمائندن کي ڏين، پر
جيڪڏهن هو انهن سان اختلاف رکن ٿا، يا انهن جي بدران
ٻين حاڪمن کي چونڊن ذريعي آڻڻ چاهين ٿا، ته پوءِ هو
اهڙي آزادي، کليل پليٽ فارم تي استعمال نٿا ڪري سگهن،
اهڙن ڪمن لاءِ هنن کي سازشن ۽ لڪ چُپ ۾ ڪاروائين ڪرڻ
جوئي رستو اختيار ڪرڻو پوي ٿو.

روس جي نون ليڊرن اعلان ڪيو آهي، ته هاڻي روس
۾ ڪڏهن به، اسٽالن جي تاريخ نه ورجائبي ۽ سوويٽ يونين
خالص مارڪسي، ليننِي طريقي تي عمل ڪري اشتراڪيت جي
تعمير جاري رکندو. مسٽر خروشچيف ويهين ڪانگريس ۾ جيڪا
رپورٽ پيش ڪئي هئي، ان جو صاف مطلب اهوئي هو، ته
مارڪسزم پنهنجين دعوائن ۾ بلڪل ناڪام ثابت ٿي چڪو آهي
يعني ته مادي حالتن جي تبديلي سان انساني سماج جو به ڪو
سڌارو ٿي سگهي ٿو. پر روسي ليڊرن صاف لفظن ۾ ان جو
اعتراف انهي ڪري نه ڪيو هو ته ان سان سندن پنهنجي غلطي
به عالم آشڪار ٿي ٿي. ۽ اهو پڻ ظاهر ٿيو ٿي ته اسٽالن جي
حڪومت سان روسي پبلڪ سخت بيزار ٿي چڪي هئي ۽

مضبوط فولادي گهيري جي موجودگي ۾ به دنيا کي معلوم ٿي چڪو هو تہ روس ۾ آزادي جو خاتمو ٿي چڪو آهي. انڪري اسٽالن جي وارثن لاءِ ضروري ٿي پيو هو تہ هو پنهنجي رعيت کي ۽ ساري دنيا کي اها ڳالهہ سمجهائين تہ انهن جي حڪومت اسٽالن جي حڪومت کان ڌار نمونو قائم ٿيندي. ائين ڪرڻ لاءِ ٻہ رستا هئا. هڪ اهو تہ هو مارڪسزم کان ٿي توبه تائب ٿين ها، جيڪو دراصل انهن ڏکدائڪ حالتن جو اصل سبب هو، ۽ هلندڙ اجتماعي ملڪيت جي نظام کي تيا ڳي، آزاد جمهوري نظام قائم ڪن ها. پر انهن ائين ڪرڻ چاهيو ٿي نٿي، تنهنڪري انهن ٻيو طريقو اختيار ڪيو يعني تہ گذريل حالتن جي ساري ذميواري ڪٿي هڪ ماڻهو تي وڌائون. — انهن اهو مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو تہ جيڪي ڪجهہ وهيو واپريو هو سو "ان نظام" جو لازمي نتيجو هو، جيڪو روس ۾ عملاً رائج هو، ڇو تہ ائين چوڻ سان هنن جي پنهنجي غلطي بہ ثابت ٿي ٿي. سو انهن سمورو الزام اسٽالن جي مٿي تي ڪٿي مڙهيو ۽ چيائون اهو اسٽالن جو پنهنجو ذاتي ڪردار هو، جنهن اختيار هٿن ۾ وٺي روس ۾ ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪري ڇڏي هئي. ان ڪري هنن يڪدم اجتماعي قيادت (Collective Leadership) جو نعرو هنيو. يعني تہ هاڻي هن ملڪ ۾ هڪ شخص جي آمريت نہ هلندي، پر سڀ ٿي گڏجي حڪومت ڪندا. اهڙي طرح انهن روس جي عوام ۽ روس جي هٿ هيٺ، ٻين ملڪن جي باشندن کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ، هاڻي جن نون متولين جي هٿن ۾ توهان جي قسمت آئي آهي، سي اڳوڻي سخت گير حڪومت جهڙا نہ هوندا. هاڻي آمريت جي بدران انهن تي جمهوريت جي حڪمراني هلندي. شخصي قيادت جي بدران اجتماعي قيادت هوندي. اهڙي طرح ٻاهرين دنيا کي بہ يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ اسٽالن جي مرڻ پڄاڻان هاڻي سندس ظلم ۽ جبر جو بہ خاتمو آندو ويو آهي.

پر هوريان هوريان حالتن ثابت ڪري ڇڏيو آهي تہ "گڏيل قيادت" جو نعرو بہ هڪ ٻيو دولاب هو. اسٽالن، اقتدار هٿ ڪرڻ کانپوءِ سازشن ۽ قتل ڪجي وسيلي اهڙن سڀني ليڊرن کي ميدان مان هٽائي ڇڏيو هو، جيڪي اڳتي هلي سندس مقابلي لاءِ سامهون ٿي سگهيا ٿي. پر اسٽالن جي وفات پڄاڻان ڪريملن (KREMLIN) جي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ — هڪ ٻيرو وري ساڳيو عمل شروع ٿي چڪو هو. هن ٻيري ان عمل جو هيرو روسي ڪميونسٽ پارٽي جو سيڪريٽري اول، مسٽر خروشچيف هو. سڀ کان اڳ مالنڪوف جي هٿان، بيريا جي ٽولي کي ختم ڪيو ويو. تنهن کانپوءِ روسي فوج جي اڳواڻ مارشل زوڪوف جي مدد سان، روس جي اعليٰ ترين ليڊرن جهڙوڪ مالنڪوف، مالوٽوف، شيلوف ۽ ڪگانووچ کي پنهنجن عهدن تان هٽائي انهن جو ڪم پورو ڪيو ويو. ان کان پوءِ خود زوڪوف کي بہ هڪ سازش ذريعي برطرف ڪري ڇڏيو ويو. هو ان وقت سرڪاري دوري تي يوگوسلاويہ ويل هو. ٢٦- آڪٽوبر ١٩٥٧ع تي مارشل زوڪوف کي ٽڪڙو ماسڪو سڏايو ويو. ۽ ماسڪو رسيدو سندس واپس ورڻ ۽ عهدي تان برطرفي جي خبر گڏوگڏ نشر ڪئي. اهڙي طرح اڄا ڪي ٿورا ورهيہ مس لنگهيا هئا جو "اجتماعي قيادت" وارو نعرو بہ ختم ٿي ويو. جيڪڏهن حالتون ساڳئي طرح هلنديون رهيون تہ اهو ڏينهن پري ڪونهي جڏهن خروشچيف پاڻ بہ ساڳئي طرح روس جو وحده لاشريڪ لہ مالڪ ٿي ويندو، جيئن هن کان اڳ اسٽالن ٿيو هو.(١)

روس جا هاڻوڪا سائنسي مظاهرا، جيڪي مارشل زوڪوف جي برطرفي کان جلد پوءِ ڪيا ويا آهن، دراصل انهن ڪرتوتن

---

(١) خروشچيف ڪميونسٽ پارٽي جو اول سيڪريٽري هو. پوءِ هو روس جو وزير اعظم بنجي ويو هو.

تي پردو وجهڻ جي هڪ ڪوشش آهن. روس جي انهن ڳالهين هڪ پيرو وري، دنيا کي سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو آهي، ته روسي جمهوريت ۽ اجتماعي قيادت جو نعرو نسورو ڪوڙ آهي. اسٽالن، جيتوڻيڪ گذاري ويو آهي، پر جيستائين مارڪسي نظرئي جو زور ۽ اثر آهي، تيستائين روس ۾ اسٽالن ازم زنده رهندو. انهن گنڀير حالتن ۾ روسي ليڊرن اهو بهترين موقعو سمجهي ”مصنوعي سيارو“ پولار ۾ موڪليو آهي، ته جيئن في الحال دنيا جي توجه اصل مسئلي تان هٽي وڃي؛ هڪ اخبار ۾ روس جي انهي سائنسي مظاهري تي ڏاڍو دلچسپ ڪارٽون شايع ٿيو آهي. ان ۾ ڏيکاريو ويو آهي، ته خروشچيف هڪ فٽبال جهڙي شيء کي زور سان ڪِڪ هڻي آهي ۽ بال مٿي آسمان ۾ وڃي نچڻ لڳو آهي. فٽبال تي لکيو پيو آهي ”مارشل زوڪوف!“

## ڪميونزم جي اصل حيثيت

آڪٽوبر واري انقلاب ڪانپوء روس ۾ جيڪي حالتون پيدا ٿيون، تن کي ڪي مخاص ڪميونسٽ ”انقلاب سان غداري“ جو نالو ڏين ٿا. انهن جي خيال ۾ انقلاب جي ناڪامي، نظرئي ۽ اصولن جي ناڪامي نه آهي، پر ان جو سبب، فقط اهو هو ته بدقسمتي سان روس ۾ اسٽالن جهڙو شخص اقتدار جو ڌڻي ٿي پيو هو. مشهور سوشلسٽ ليڊر مسٽر جمي پرڪاش نارائڻ چيو آهي ته:-

> ”جدلياتي ماديت، انسانيت جي تڪميل جو هڪ عقيدو آهي، جنهن کي روس ۾ ڊڪٽيٽر ملڪ جو مذهب بڻائي ڇڏيو ويو آهي.“(١)

پر اها تاويل ته پنهنجي ترديد پاڻ پيئي ڪري. انجي معنيٰ هي آهي، ته توهين پاڻ اشتراڪي نظام جي اها ڪمزوري

---

(١) جمهوري سوشلزم- صفحو ١٣

مجيو ٿا، ته ان ۾ حڪومت جي هٿن ۾ لامحدود طاقت اچي وڃي ٿي. هيءَ ناوبل پنهن لفظن ۾ خود ان امڪان کي به تسليم ڪري رهي آهي ته، جدلياتي نظام هڪ اهڙو نظام آهي، جنهن ۾ سربراهه جيڪڏهن چاهين ته آساني سان ڊڪٽيٽر بنجي سگهن ٿا. جڏهن حالت اها آهي، ته پوءِ آخر اها ڪهڙي روڪ (ChecK) آهي، جنهن سان اهي سوشلسٽ حاڪم پنهنجين جائز حدن اندر رهي سگهن ۽ بگڙجڻ کان بچي پون، جڏهن ته وٽن شهنشاهن کان وڌيڪ اختيار هوندا آهن. ان مونجهاري جو جواب ڏيندي اشوڪ مهتا چوي ٿو ته:

"سوشلسٽ اقتصاديات جو لاڙو هميشه مرڪزيت ڏانهن هوندو آهي. تنهنڪري ان جي سياست جو جمهوري ۽ غير مرڪزي هجڻ ۽ سنسڪرتي جو آزاد رهڻ نهايت ضروري آهي." (١)

پر اهو جواب هڪ جهڪي ٽمڪندڙ تمنا آهي، جنهن جو حقيقت سان ڪوبه واسطو نه آهي. سوشلسٽ مفڪر جڏهن سرمائيداري نظام تي تنقيد ڪندا آهن، ته انوقت پنهنجو سمورو زور، اها ڳالهه ثابت ڪرڻ تي لڳائي ڇڏيندا آهن، ته جڏهن به معاشي وسيلا ڪنهن ٽولي جي هٿن ۾ ايندا آهن، تہ پوءِ ساري سماجي زندگي بہ انهن جي همٿ وس تي ويندي آهي. ۽ سمورو سماج انهن وٽ غلام ٿي پوندو آهي. پر ٻئي پاسي هي دوست پاڻ انصاف ڪري ڏسن، ته سندن محبوب سوشلسٽ نظام ۾، ملڪ جا سمورا معاشي وسيلا حڪمران طبقي جي هٿن ۾ هوندا آهن. پوءِ پلا اتي آزادي ۽ جمهوريت جي آخر ڪهڙي اميد رکي سگهجي ٿي؟ سوال هي آهي، تہ جڏهن سوشلسٽ نظام ۾ هڪ دفعو، سياست ۽ معيشت هڪ هنڌ جمع ڪري، مرڪزيت قائم ڪئي ويندي آهي ته پوءِ دنيا جي اها

(١) جمهوري سوشلزم. صفحو ٢٢٣

ڪهڙي طاقت آهي، جيڪا ملڪ ۾ پين ثين جي آزادي کي برقرار رکي سگهي؟ جيڪڏهن ملڪيتي نظام ۾ ذاتي سرمائيدارن کي ڪو موقعو ڏجي ٿو، تہ هو ڦورو ۽ ظالم بڻجيو وڃن؛ پر سوشلسٽ نظام ۾ انهن کان سڀ دفعا وڏيڪ اختيار، هڪ محدود ٽولي جي هٿن ۾ ڏجن ٿا ۽ پوءِ گمان ڪجي ٿو تہ آزادي قائم رهندي!

سوشلسٽ مفڪرن جو اهو هڪ تمام وڏو تضاد آهي؛ نہ هو هڪ پاسي، تہ انهيءَ تمدني حل کي صحيح سمجهن ٿا، جيڪو مارڪس پيش ڪيو آهي ۽ ٻئي پاسي ان حل جي پهرئين تجربي گاه ـــ روس ـــ کي سخت ننديں ٿا، تہ اتي وڏو ظلم ۽ جبر جو نظام قائم ٿي ويو آهي. سوال هي آهي تہ، روس ۾ جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو آهي سو ڇو ٿي رهيو آهي؟ آخر جمهوري ملڪن ۾ اهي ڳالهيون ڇو نٿيون ٿين؟ فرانس ۾ ڏهن سالن اندر ٢٥ حڪومتون بدلجي چڪيون آهن، پر روس ۾ سٺ سالن جي عرصي ۾ هڪ حڪومت بہ نہ بدلي آهي. اتي ملڪ الموت کان سواءِ ٻئي ڪنهن ۾ بہ اها طاقت نہ آهي، جو حڪمرانن کي هٽائي سگهي. ان جو جواب فقط اهوئي آهي، تہ اجتماعي ملڪيت جي نظام ۾ (ٻين نظامن جي ڀيٽ ۾) حڪومت کي ايترا تہ وسيع اختيار مليل هوندا آهن، جو تاريخ ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن بدترين شهنشاه کي بہ حاصل ڪين هئا. هاڻي انهيءَ اصولن تي توهان جيڪا حڪومت ناهڻ چاهيو ٿا، سا بہ جيڪڏهن، قوت حاصل ڪرڻ کانپوءِ ساڳئي طرح بگڙي وڃي، جيئن اسٽالن جي حڪومت بگڙي ويئي هئي، تہ پوءِ توهان ڇا ڪندا؟

سوشلزم کي، بنا ڪنهن سياسي جبر جي ملڪ ۾ نافذ ڪرڻ، حقيقت ۾ هڪ بيحد خطرناڪ خوش فهمي کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. اها انسان جي هميشہ کان وٺي هڪ ڪمزوري رهي آهي، جنهن ۾ هو، پنهنجين ڪيل غلطين کي تسليم

ڪرڻ بدران، سموري ذميواري حالتن تي مڙهيندو آهي. حقيقت هن ريت آهي ته اسٽالن جيڪو به عمل ڪيو، سو اشتراڪي ۽ جدلياتي اخلاق جو لازمي نتيجو هو ۽ آهي. ڪو ٻيو ماڻهو به سندس جاءِ تي هجي ها ته اهو به، ائين ئي ڪري ها، جيئن اسٽالن ڪيو. مارڪس کي پنهنجي حياتي ۾ اقتدار ته نصيب ڪونه ٿيو هو، پر سندس تحريرن ۾ سندس جيڪو ڪردار نظر اچي ٿو، سو اسٽالن جي ڪردار کان ٻئي جيترو به مختلف نه آهي. مارڪس پاڻ هڪ دفعي چيو هو، ته "اسين جلاد آهيون." ١٨٤٩ع ۾ جڏهن جرمن حڪومت مارڪس کي ڏيهه نيڪالي ڏئي ڇڏي هئي ۽ کيس مجبور ڪري پنهنجي اخبار "جديد رايا گزيٽ" بند ڪري، فرانس وڃڻو پيو هو، ان وقت اخبار جي آخري شماري ۾ ١٩- مئي تي، هن لکيو ته:-

> "اسان کي ستائڻ لاءِ حڪومت ڇو ڪوڙا بهانا بنائي رهي آهي. اسين انقلابي آهيون، جڏهن اسان جو وارو ايندو ته، اسين تشدد ۽ سختي ڪرڻ وقت بهانا هرگز نه ڳولهيندا سون."(١)

اهڙي طرح ٻيون به ڪيئي تحريرون آهن، جن ۾ اشتراڪيت جي هن پيغمبر جو اخلاق پڌرو ٿئي ٿو. پر ڳالهه رکو ايتري ڪانهي؛ حقيقت ۾ هي هڪ ظلم آهي، جيڪو اشتراڪيت جي طبيعت ۽ فطرت ۾ داخل آهي. اجتماعي ملڪيت وارو حل هڪ بلڪل غير فطري حل آهي، ۽ تاريخ ۾ سڀني روايتن جي بلڪل ابتڙ آهي. ان کي برپا ڪرڻ ۽ برقرار رکڻ لاءِ تشدد ۽ ڏاڍ لازمي آهي. اسٽالن جيڪو به ڪيو سو ڪميونزم جو اٽل نتيجو هو، جنهن جي ابتداء لينن جي زماني ۾ ٿي چڪي هئي. ماسڪو ۾ اعلان ڪيو ويو هو ته، "اسٽالن، اڄوڪي دور جو لينن آهي" اهو اعلان هڪ

(١) شير جنگ، صفحو ٧٧

طرف ته اسٽالن جي تعريف آهي، ۽ ٻئي طرف فقط حقيقت جو اظهار آهي، يعني ته لينن به جيڪڏهن جيئرو هجي ها، ته سندس پاليسي به اها ساڳي هجي ها جيڪا اڳتي هلي اسٽالن اختيار ڪئي هئي. لينن کي اڪثر پورهيت طبقي جي انهن "دشمنن" سان جنگ ڪرڻي پيئي هئي، جيڪي "سرمائيدار" هئا ۽ اسٽالن کي ته انهن دشمن سان به منهن ڏيڻو پيو هو، جيڪي خود پارٽيءَ اندر پيدا ٿي چڪا هئا. لينن جو زمانو، انقلاب جو شروعاتي دور هو. انوقت تائين اندروني جهيڙن جهڳڙن اڃا منهن ڪين ڪڍيو هو، تنهنڪري سندس ڪاروائين جو نشانو گهڻو ڪري روس جا "آخري سرمائيدار" ۽ ملڪ جون غير بالشويڪ پارٽيون هيون. پر اسٽالن جي زماني ۾، خود پارٽيءَ اندر ليڊرشپ حاصل ڪرڻ لاءِ جنگ شروع ٿي چڪي هئي؛ جيئن عام طرح انقلابن کانپوءِ ٿيندو آهي. تنهنڪري اسٽالن کي "گهر ۾ غدارن" سان به وڙهڻو پيو. لينن گهڻو ڪري ٻاهرين ماڻهن جو ڪم لاٿو هو. پر اسٽالن کي ته خود ڪميونسٽن سان به رنوڇاڻ ڪرڻي پيئي. هي ته هيون اهي ڪاروائيون جيڪي ان وقت ٿيون، پر جيڪڏهن مارڪس پاڻ به روس جو وزيراعظم هجي ها، ته ڪيس به ائين ئي ڪرڻو پوي ها، جيئن اسٽالن ڪيو. سماج کي ٻن متضاد ۽ مخالف طبقن ۾ ورهائي ڇڏڻ کان پوءِ، دشمني ۽ تشدد جو پيدا ٿيڻ لازمي آهي. ۽ جڏهن هڪ ڀيرو دشمني ۽ تشدد جا لاڙا معاشري ۾ پيدا ٿي پوندا آهن، ته پوءِ اهي ڪنهن به جاءِ تي بس نه ڪندا آهن. اهو هڪ اهڙو نانگ آهي جيڪو نه رڳو ڌارين کي ڪکي ٿو، پر پنهنجن ٻچن کي به ڳهيو وڃي. هندوستان جي مشهور ڪميونسٽ ليڊر اشوڪ مهتا هيءَ ڳالهه بلڪل صحيح چئي آهي ته:-

"زار کي قتل ڪري ڇڏڻ کان پوءِ نوهين لازمي طور تي ٽراٽسڪي کي به قتل ڪري ڇڏيو ٿي."(١)

---

(١) جمهوري سوشلزم. صفحو ١٦٨

اها هڪ حقيقت آهي ته لينن واري روس ۾ اهي سمورا عنصر پنهنجي ابتدائي حالت ۾ موجود هئا، جيڪي پوءِ اسٽالن واري روس ۾ بلڪل پڌرا ٿي پيا هئا. جيڪڏهن لينن حيات هجي ها ۽ کيس به وڏي ڄمار نصيب ٿئي ها، جيڪا اسٽالن کي نصيب ٿي، ته اها ڳالهه يقيني آهي ته، هو به حالتن کان مجبور ٿي، اهي ئي قدم کڻي ها، جيڪي اسٽالن پنهنجي زماني ۾ اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ کنيا هئا. ڪميونزم جڏهن به پوري طرح اقتدار ۾ ايندو آهي، تڏهن لازمي طرح اسٽالن ازم ٿيندو آهي، ان کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهه ٿي ئي نٿي سگهي.

## اشتراڪي ڪوڙ ۽ ظلم

ڪميونزم دعويٰ ڪري ٿو ته هن انسانيت جي مسئلن لاءِ بهترين حل پيش ڪيو آهي ۽ ڪميونسٽ ملڪ روءِ زمين تي اهي ڀاڳ ڀريا علائقا آهن، جتي عملي طرح اهو حل پنهنجا نتيجا ظاهر ڪري رهيو آهي. جتي هڪ انسان کي اهو سڀ ڪجهه حاصل ٿي چڪو آهي جنهن جا، هو ڪنهن زماني ۾، خواب ڏسندو هو. اهو هڪ عظيم ڪوڙ آهي. اهو ڪوڙ فقط تيستائين قائم رهي سگهي ٿو جيستائين ڪميونسٽ ملڪن بابت معلومات حاصل ڪرڻ جون سڀ آزاد واٽون بند آهن ۽ انهن ملڪن بابت معلومات حاصل ڪرڻ جو فقط هڪڙو ئي ذريعو باقي آهي يعني سرڪاري بيان ۽ سرڪاري ڇپايل ڪتاب. اهوئي سبب آهي جو اشتراڪي ملڪ پنهنجن هنڌايل ڪوڙن کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ نشر و اشاعت جي سڀني ذريعن تي مڪمل پابندي وجهن ٿا. ايتري قدر جو انهن جي رهندڙ ڪنهن به شخص کي، ملڪ جو هڪ باشندو هوندي به، آزاد اظهار خيال جو موقعو نٿو ڏنو وڃي. رڳو ان ڳالهه کي ئي ويچارجي، ته به اشتراڪيت جو ظلم ۽ تشدد ڪا اتفاقي شيءِ نه آهي. حقيقت هن ريت آهي ته شهري آزادين کي ختم ڪرڻ کانسواءِ

اشتراڪي دعوائون ثابت ٿي نٿيون ڪري سگهجن. حقيقت ۾ خدا پرست نظام کان سواءِ دنيا ۾ ڪوبه اهڙو نظام نه آهي، جيڪو صحيح معنيٰ ۾ انسانيت کي خوشحالي ۽ امن ڏيئي سگهي. انساني ذهن جو ناهيل ڪوبه نظام جيڪڏهن پنهنجي ڪاميابي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو، ته ان لاءِ هڪ ٿي صورت ممڪن آهي؛ اها هيءَ ته جتي به ان کي نافذ ڪيو وڃي تنهن جي چوڌاري هڪ مضبوط لوهي ڪوٽ جي فولادي ڀت کڻائي ڇڏجي، ته جيئن ٻاهران ڪوبه ماڻهو جهاتي پائي ڏسي نه سگهي ته اندر ڇا پيو وهي واپري. ۽ اندروني پاليسي اها اختيار ڪري، ته خيال ۽ فڪر جي وڌڻ ويجهڻ ۽ ڦهلجڻ جا سمورا وسيلا پنهنجي هٿ وس ڪري ڇڏجن ۽ پوءِ ٻاهرئين دنيا کي فرضي طورٿي خبرون ٻڌائجن ته ان لوهي ڪوٽ اندر جنت آهي. وري جيڪڏهن اندران گولين جا نشانا ٻاهر ٻڌجن، ته چئجي، ”امين غدارن کي سيکت پيا ڏيون“ ۽ جيڪڏهن ڪو شخص ڪوٽ جي ڀت ٽپي ٻاهر ڀڄي وڃي ۽ اندريان داستان هڪ هڪ ڪري دنيا وارن کي ٻڌائي خبردار ڪري ته، ڪوٽ جا والي جواب ڏين، ته ”اهو دشمنن جو ايجنٽ آهي ۽ اسان جي باري ۾ غلط پروپيگنڊا ڪري رهيو آهي.“

هي هرگز ڪو اتفاق نه آهي ته، ڪميونزم پنهنجي سياسي جوڙجڪ لاءِ ”ڊڪٽيٽرشپ“ کي پسند ڪري ٿو. اصل ۾ انهيءَ سياسي جوڙجڪ کان سواءِ پيو ڪوبه طريقو هن لاءِ ڪارائتو آهي ئي ڪونه. حقيقت ۾ سندس ڪيل دعوائون، اهڙي نظام کانسواءِ ثابت ٿي نٿيون ڪري سگهجن. ان لاءِ هن کي هڪ علائقو گهربل آهي، جنهن تي هن کي مڪمل اقتدار حاصل هجي، جتي حڪومت کانسواءِ ٻين سڀني جون زبانون بند ڪري ڇڏجن، جتي هر قسم جا وسيلا پوري طرح هن جي قبضي ۾ هجن. هو جنهن کي چاهي گرفتار ڪري، جنهن کي چاهي جلاوطن ڪري ڇڏي، ۽ جنهن کي چاهي گولين

مان ڪڍي ڇڏي، جتي پبلڪ جي طرفان ڪا به پريس نه هجي؛ جيڪا اصل صورتحال کان دنيا کي واقف ڪرائي سگهي.
”ڳاڙهي جنت“ جي سموري اهميت ئيستائين آهي جيستائين ان جي چوگرد لوهي ڪوٽ اڏيل آهي. ان لوهي پڙ کانسواءِ ”ڳاڙهي جنت“ قائم رهي نٿي سگهي.“

اهوئي سبب آهي ته، جن ماڻهن ”ڊڪٽيٽرشپ“ جي تصور کي ڏار ڪري جمهوري طرز تي سوشلزم قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تن کي سخت ناڪامي جو منهن ڏسڻو پيو. جاپان ۾ ١٩٤٥ع ۾ چونڊن ذريعي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي ٽڪيٽ تي هڪ سئو ميمبر ڪامياب ٿيا، وري ١٩٤٧ع ۾ ٻيهر اليڪشن ٿي ته پارٽي جا ١٤٦ ميمبر ڪامياب ٿيا. انوقت سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي پارليامينٽ ۾ سڀ کان وڏي پارٽي هئي. سو هن گڏيل وزارت بڻائي جو فيصلو ڪيو ۽ غير سوشلسٽ ميمبرن سان گڏجي جاپان ۾ حڪومت قائم ڪئي. نتيجو بظاهر عاليشان نڪرڻ گهرجي ها. يعني ته جاپاني عوام سرمائيداري جي بدران جمهوري سوشلزم جون برڪتون ڏسي اکين ڇڪن ٿي وڃن ها ۽ آئنده اليڪشن ۾ ته سوشلسٽ پارٽي کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي ٻولي به ٻڌڻ ۾ ڪين اچي ها. پر ٿيو ڇا؟ ٻن ورهين کانپوءِ ١٩٤٩ع ۾ جڏهن جاپان ۾ عام چونڊون ٿيون ته سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي ميمبرن جو تعداد پارليامينٽ ۾ ١٤٦ مان گهٽجي وڃي ٤٨ بچيو.(١)

هندوستان ۾ به انهيءَ قسم جو هڪ تماشو اسين پنهنجين اکين سان ڏسي چڪا آهيون. ١٩٥٣ع جي پڇاڙي ڌاري ٽراونڪور ڪوچين (موجوده ڪيرالا) ۾ پرجا سوشلسٽ پارٽي جي وزارت قائم ٿي. ٿورن ڏينهن کانپوءِ، اتي حڪومت جي ڪن عملدارن جي ڪري وگهوڙ پيدا ٿي پيو، تانجو عوام ۽

---

(١) اشوڪ دور ۾ جمهوري سوشلزم، صفحو ٩١

حڪومت جي وچ ۾ تصادم جي نوبت اچي پهتي. ١١ آگسٽ ١٩٥٤ع تي پوليس فائرنگ ڪئي، جنهن ۾ درجن کن ماڻهو زخمي ٿي پيا ۽ اٺ ڇهه ته پٽ تي مري ويا. هيءَ فائرنگ ڪنهن اشتراڪي استيٽ ۾ ڪانه ٿي هئي، جو دنيا ۾ ان جو ڪو آواز ئي نه پڌڻ ۾ اچي ها. سو اها خبر جلدئي ساري دنيا ۾ پکڙجي ويئي ۽ پرجا سوشلسٽ پارٽي تي سخت اعتراض اٿاريا ويا. خود پارٽي جي اندر به سخت ڦڙڦوٽ پئجي ويئي. آخرڪار وزارت جو انجام اهو ٿيو جو، اسيمبلي ۾ خود پارٽيءَ جي هڪ ميمبر عدم اعتماد جو ٺهراءُ پيش ڪيو، جيڪو ڪثرت راءِ سان پاس ٿيو ۽ فقط ڏهن مهينن اندر هيءَ وزارت ختم ٿي وئي.

هائي، ان پرڳڻي ۾ هندوستاني ڪميونسٽ پارٽي پنهنجي وزارت ناهي آهي. هيءَ دنيا جي پهرئين ڪميونسٽ حڪومت آهي، جيڪا ڪنهن آزاد جمهوري علائقي ۾ بلڪل قانوني ۽ جمهوري طرز تي قائم ڪئي وئي آهي. ۽ منهنجي اندازي موجب ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پچاڙي به ساڳئي ٿيندي جيڪا، هن ڪان اڳ جاپان ۽ هندوستان جي سوشلسٽ پارٽين جي ٿي آهي.

## معاشي خوشحالي جي حقيقت

ڪي ماڻهو هن قسم جا دليل ڏيندا آهن، ته "سياسي لحاظ کان ته روس ۾ ڪئي ڊڪٽيٽرشپ آهي ۽ اهو به درست آهي ته اتي جي حڪومت شخصي آزادين تي پابنديون وجهي ڇڏيون آهن، پر ان حقيقت کان به انڪار نٿو ڪري سگهجي ته روس ۾ بک جو مسئلو حل ٿي چڪو آهي." مٿين ڳالهه چوڻ سان، گويا ٻين لفظن ۾ اها دعوىٰ ڪرڻ آهي ته، ظلم ۽ انصاف، ڪسڻ ۽ ڏيڻ، ٻئي حالتون ساڳئي وقت ۾ هڪ هنڌ جمع ٿي سگهن ٿيون. بهرحال جيڪڏهن ڪميونزم جو ڪمال

اهوئي آهي، تہ پوءِ اها خاصيت رکو سوويٽ روس يا ٻين
ڪميونسٽ ملڪن کي حاصل نہ آهي. اها ڳالهہ تہ دنيا جي
سڀني جيل خانن ۾ اڳي ئي موجود آهي. جيل جو قانون
جيتوڻيڪ انساني آزادي تي پابندي وجهي ٿو، ۽ ظلم ۽ سختي
کي جائز ڪري ٿو، پر بک جهڙي بنيادي مسئلي کي تہ حل
ڪريو ڇڏي. ماضي جي مڪروه دور ۾ غلام سماج اندر غلامن،
۽ جاگيردار سماج انـدر ڪيمرن (Serfs) کي بہ اهي شيون
حاصل هيون، پر سندن آزادي کسي ورتي وئي هئي؛ جڏهن تہ
سندن مالڪن ”بک جهڙي بنيادي مسئلي“ کي انهن لاءِ بہ
حل ڪري ڇڏيو هو.

تنهن هوندي بہ، جيڪي ماڻهو روس جي معاشي خوشحالي
جا قصيدا پڙهندا رهن ٿا؛ آئون انهن کان پڇان ٿو تہ، اها خبر
کين ڪنهن ٻڌائي آهي. ڇا روسي اخبارن ۽ اتان شايع ٿيندڙ
ڪتابن جي وسيلي! پر اهي سڀ اخبارون ۽ ڪتاب تہ حڪومت
پاڻ ٿي شايع ڪري. ان تي اعتبار ڪيئن ڪبو، جڏهن تہ اهو
بيان يڪطرفو آهي، ڪنهن ٽياڪڙ جو غير جانبدار بيان نہ آهي.
پوءِ جيئن هينئر روس دعوىٰ ڪري پيو، تہ سندس باشندا
معاشي طرح بيحد خوشحال آهن، بلڪل ساڳئي طرح هو
نهايت وڏي واڪي اهو بہ تہ اعلان ڪري پيو، تہ ”روس ۾
مڪمل آزادي آهي.“ اتلو هن جي تہ دعوىٰ اها آهي تہ، روس
جو ٢٠ ڪروڙ عوام انساني تاريخ ۾ اهو پهريون عوام آهي،
جن کي حقيقت ۾ آزادي ملي آهي. اهڙين دعوائن هوندي،
آخر اوهان ڪيئن ساڳئي شخص جي هڪ ڳالهہ کي سچ مڃو
ٿا ۽ ٻئي ڳالهہ کي ڪوڙ چئو ٿا. جيڪڏهن توهان جو مدار
روس جي پنهنجي پيش ڪيل معلومات تي نہ آهي، تہ پوءِ ڇا،
روس جي زوارن (١) جا بيان توهان کي اُتڙيا آهن؟ پر زيارتين

(١) هتي هڪ دلچسپ واقعو پيش ڪجي ٿو تہ هندوستان جي

جي بيانن ۾ تہ ڏاڍا تضاد آهن. ڪميونسٽن جا حامي سياح چون ٿا تہ، روس ۾ معاشي جنت آهي تہ، انهن جي مخالفن جا بيان وري ان جي ابتڙ آهن. پوءِ پلا، آخر توهان ڪهڙي ڳالهہ مڃيندؤ. ڇا توهان، روس وڃي اتي جي رهاڪن کان پاڻ معلومات حاصل ڪئي آهي؟ جي جواب 'هائو' آهي تہ بہ جڏهن اتي قائم تيل سياسي جبر کي تسليم ڪريو ٿا، تہ پوءِ توهان ڪيئن يقين ڪريو ٿا تہ، اتي جو ڪوبہ رهواسي توهان سان اهڙيون ڳالهيون ڪندو، جيڪي حڪومت جي پاليسين جي خلاف هونديون. ڪميونسٽ ملڪن ۾ زبان جي آزادي ڪانهي، تنهنڪري اتي جي هر اطلاع سرڪار هوندي آهي. روس ۾ جيڪي ماڻهو گهمڻ گهتڻ لاءِ ويندا آهن، سي جڏهن بہ

---

پڇي عام اليڪشن جي زماني ۾ ڪميونسٽ پارٽي، ملڪ جي بدحالي ۽ حڪومت جي نالائقين جو حوالو ڏيئي ووٽ وٺڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهي هئي. انوقت جنوري ١٩٥٧ع ۾ ڪلڪتي ۾ هڪ پريس ڪانفرنس ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي جنرل سيڪريٽري مسٽر جي گهوشن کان سوال پڇيو ويو ــــ "ڇا چين جي وزير اعظم مسٽر چو اين لائي جون تقريرون ملڪي چونڊن تي ڪو اثر وجهنديون، جنهن ۾ هن موجوده حڪومت جي ڏاڍي تعريف ڪئي آهي ۽ ملڪ ۾ ترقي جو اعتراف ڪيو اٿس." ان تي جواب ڏنو ويو تہ، "اسين پنهنجي ملڪ جي حالتن کي وڌيڪ چڱي طرح سڃاڻون ٿا. هڪڙي غير ملڪي کي ڪهڙي خبر جيڪو اسان جي ملڪ ۾ ٿورڙن ڏينهن لاءِ آيو آهي."ــ غير ملڪي سياح جيڪڏهن هندوستان کي ترقي يافتہ چون تہ ان سان هندوستان جي ترقي ثابت ڪانہ ٿي ٿئي. پر پاڻ جيڪڏهن پري ويهي روس جا قصيدا پڙهن تہ اتي جي ترقي ثابت ٿي وڃي ٿي. اها آهي ڪميونسٽن جي منطق!

سرڪاري انتظام هيٺ، حڪومت جي ڪنهن ماڻهوءَ جي ذريعي
اتي جي ڪنهن باشندي سان گفتگو ڪندا آهن، تڏهن اهي
رهواسي هميشه روس جا ڳڻ ڳائيندا آهن. پر ٻئي پاسي
رڳو ڪميونسٽ ملڪ ئي دنيا ۾، اهڙا ملڪ آهن، جتان هزارين،
لکين ماڻهو ڀڄي ٻين ملڪن ۾ وڃي پناهه وٺندا آهن ۽ هميشه
لاءِ اتي ئي رهي پوندا آهن. ۽ پنهنجي ملڪ جي باري ۾ اهڙا
ته خوفناڪ واقعا ٻڌائيندا آهن، جن جو رڳو خيال به انسان
کي ڪنبايو ڇڏي. ان صورتحال ۾ ڪهڙي ڳالهه مڃجي ۽
ڪهڙي نه مڃجي. مهاتما گانڌي سچ چيو هو ته جنهن ملڪ
۾ ماڻهو پنهنجي شخصي آزادي ۽ تحرير تقرير جي آزاديءَ کان
محروم هجن، اتي اهو معلوم ڪرڻ ناممڪن هوندو آهي ته
اتي جا ماڻهو بک وگهي مري رهيا آهن يا ٻيو ڪو سبب آهي.
هن موقعي تي، اسين انهيءَ غلط فهمي ۾ وجهندڙ
معلومات جو تجزيو ڪرڻ نٿا چاهيون، جيڪا روس ۾ ترقي
ثابت ڪرڻ لاءِ عام طور تي پيش ڪئي وڃي ٿي. اسين اهو
ذڪر به نٿا ڪريون ته روس بابت ڪتاب لکندڙ گهڻا تڻا
مصنف اتي جي مشينن، ڪارخانن، گندرف جي تيزاب ۽
ٽريڪٽرن جون ڳالهيون ڪندا رهندا آهن، جڏهن ته ڪين
ڪپڙي، گهرن، ان ۽ مکڻ جو ذڪر به ڪرڻ گهرجي. اهي
صاحب انهن ٻنهي قسم جي شين کي گڏمڏ ڪريو ڇڏين.
جڏهن ته انهن ٻنهي جي نوعيت بلڪل ڌار آهي ۽ اهو ضروري
نه آهي ته انهن مان هڪ جي موجودگي لازمي طور تي ٻئي
جي گهٽائي جو سبب هجي. اسين هتي اها ڳالهه به ڇڏي ٿا
ڏيون، جنهن ۾ اشتراڪي ملڪن اندر ترقياتي رٿائن بابت وقت
کان اڳ ڪاميابي جا داستان رڳو دوکي ڏيڻ لاءِ بيان ڪيا
وڃن ٿا. چئو ته پرجا سوشلسٽ پارٽي جي ليڊر اچاريه ڪرپلاڻي
جي قول مطابق، ”رٿائن جي ڪاميابي جو دارومدار ته سٺن
سيڪريٽرين تي هوندو آهي، جيڪي انگن اکرن جي گورک

ٿي؟ اها خاصيت اجتماعي ملڪيت جو نظام آهي. ڪميونسٽ دوست دعويٰ ڪن ٿا ته اشتراڪي ملڪن ۾ خاص طور تي روس ۾، انهن سوشلزم قائم ڪيو آهي. ۽ خوشحالي جا جيڪي افسانا نشر ڪيا وڃن ٿا، سي سمورا اصل ۾ ان جا نتيجا يا سندن دعويٰ جا دليل آهن. هتي اسين سندن اصل دعويٰ بابت گفتگو ڪرڻ چاهيون ٿا.

هي جو اسين دنيا ۾ ڏسون ٿا ته، گهڻا ماڻهو غريب ۽ ڪي ٿورا ماڻهو امير بڻيل آهن، ته ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ مارڪسزم جي خيال ۾ ان جو سبب فقط هي آهي ته، انساني محنت جو معاوضو، جيڪو محنت ڪندڙن کي ملڻ گهرجي، سو پين کي ملي ويندو آهي. پين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته غريبيءَ جو اصل ڪارڻ هي آهي ته، ماڻهو جيتري به ڪمائي ڪري ٿو، سا هن کي پوري طرح ڪانه ٿي ملي. ۽ اميريءَ جو سبب اهو آهي ته ماڻهو جيتري به ڪمائي ڪري ٿو، تنهن جو باقي حصو ڪي ٻيا ماڻهو هڙپ ڪريو وڃن. مثال طور گهڻا ماڻهو گڏجي ڪو ڪارخانو يا زراعتي فارم قائم ڪن ٿا ۽ ان مان وڏا وڏا نفعا حاصل ڪن ٿا. اهو نفعو اصل ۾ مزدورن جي ڪل مزدوري مان ڪجهه حصو ڪاٽي حاصل ڪجي ٿو. مارڪس جي لفظن ۾، ”مزدورن جي اها مزدوري جيڪا قبائجي وڃي ٿي، سا ئي نفعو هوندي آهي.“ مارڪس جي انهيءَ نظرئي کي ”قدرِ زائد“ جو نظريو به سڏجي ٿو. ان جي ذريعي هو تشريح ڪري ٿو ته سرمائيدار سماج ۾ هڪ پاسي غربت ۽ ٻئي پاسي دولت جا انبار ڇو گڏ ٿيندا ويندا آهن.

هو چوي ٿو ته، جڏهن ڪا تيار ٿيل شيءِ هڪ خاص قيمت تي وڪري لاءِ بازار ۾ اچي ٿي، ته ان جي قيمت جو دارومدار فقط ٻن قسمن جي بنيادي شين تي هوندو آهي. هڪ ڪچو مال ۽ مشينون وغيره ۽ ٻيو محنت جي پيداواري قوت، جيڪا وقت جي لحاظ کان پيمي گهٽ وڌ ٿيندي آهي. هن

ڏنڏي جي مدد سان منصوبن کي ڪامياب ڪري ڏيکاريندا آهن.“ آئون هتي انهن وڏن وڏن پگهارن جو به ذڪر نٿو ڪريان، جيڪي ان وقت بلڪل بي معني ٿي پوندا آهن، جڏهن انهن کي اتي جي مهانگائي سان ڀيٽي ڏسبو آهي. آئون هتي اها ڳالهه به نٿو ڪريان، ته ڪيئن اشتراڪي ملڪن جي وزيرن ۽ وڏن عهديدارن جي باري ۾ گهٽ پگهارون وٺڻ جو پروپيگنڊا ڪيو وڃي ٿو. پر اها ڳالهه ان وقت نسورو ڪوڙ ثابت ٿئي ٿي، جڏهن نظر ڪجي ٿي ته، پگهارون ته برابر گهٽ وٺن ٿا پر کين وڏا وڏا الائونس ڏجن ۽ کاڌن ۽ رهائش وغيره جا مفت انتظام ڪيا وڃن ٿا. اهڙي طرح انهن کي اهو سڀ ڪجهه ملي وڃي ٿو، جيڪو ڪنهن به بورژوا ملڪ جي وزيرن ۽ عملدارن کي ڏنو ويندو آهي. آئون اها ڳالهه به نٿو چوريان ته، فقط چند تحريرن ۽ مضمونن جي ذريعي ڪنهن به ملڪ جي اندروني حالتن جي سچي تصوير معلوم ڪري نٿي سگهجي. اهڙيون تحريرون ته هر ملڪ بابت مهيا ڪري سگهجن ٿيون. آئون ان بحث ۾ نٿو پوڻ چاهيان، ته اشتراڪي ملڪن ۾ عام پبلڪ جي خوشحالي جا داستان هميشه سرڪاري انگن اکرن جي صورت ۾ پيش ڪجن ٿا، جڏهن ته سراسري انگن اکرن جي وسيلي عام پبلڪ جي خوشحالي ثابت ڪرڻ فقط هڪ فريب ۽ دوکو آهي.

### بنيادي سوال

اهي سمورا بحث ته پوءِ ڪبا، هينئر سوال هي آهي ته، معاشي بهبودي ۽ خوشحالي بابت انهن اعلانن جي نظرياتي توجيه ڇا آهي؟ روس ۽ ٻيا اشتراڪي ملڪ اها دعويٰ ڇو ٿا ڪن ته جيڪي مسئلا ٻين ملڪن ۾ حل نٿا ٿي سگهن، سي انهن وٽ حل ٿي ويا آهن. اشتراڪي ملڪن ۾ اها ڪهڙي خاصيت آهي، جيڪا انهن کي سرمائيدار ملڪن کان ڌار ڪري

تصور موجب ڪنهن به شيءِ ۾ قيمت پيدا ٿيڻ جو سبب، اول ڪچو مال آهي، ان کانپوءِ اها انساني محنت آهي، جيڪا ان کي تيار ڪرڻ ۾ ڪتب اچي ٿي. ان سلسلي ۾ ڪنهن به شيءِ جي تياري ۽ تنظيم ۾ سرمائيدار جو ذهن جيترو به ڪم ڪري ٿو يا ان کي نفعي بخش بنائڻ لاءِ هو ڪارخاني کان ٻاهر جيڪا به ڊوڙ ڊڪ ڪري ٿو، سا مارڪس جي خيال ۾ ”محنت“ ۾ شامل نه آهي ۽ محنت فقط اها شيءِ آهي جنهن کي مزدور خرچ ڪري ٿو. ان جي معنيٰ اها ٿي ته، ڪنهن به تيار ٿيل شيءِ جي وڪري مان جيڪا رقم حاصل ٿئي ٿي، سا اصولي طرح فقط مزدور ۽ ان ۾ لڳل (ڪچي) مال ڏانهن موٽڻ گهرجي؛ سرمائيدار جي ان ۾ ڪابه پتي يا حصو نه هئڻ کپي. مثال طور ڪپڙي جي هڪ گنڍڙي ساڍن ڇهن سون روپين ۾ وڪامي ٿي. فرض ڪريو ته، ان تي ڪچي مال، ٻارڻ، مشينري، عمارت جي مسواڙ وغيره جو خرچ به سؤ روپيا اچي ٿو، ۽ ٻه سؤ روپيا مزدورن کي مزدوري طور ڏنا وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح ان تي ڪل لاڳت چار سؤ روپيا آئي آهي. پر ان کي ساڍن ڇهن سون روپين ۾ وڪڻي سان پنجاه روپيا جيڪي وڌيڪ حاصل ڪيا ويا آهن، سي ڪٿان آيا آهن. مارڪس چوي ٿو ته، اهي پنجاه روپيا به مزدورن جو ئي حصو هئا. پر سرمائيدار انهن جي اجوري ۾ گهٽتائي ڪري پنجاه روپيا بچايا آهن ۽ ان کي نفعي جو نالو ڏئي پاڻ نڳائي ويو آهي. اهائي ”قدر زائد“ آهي جنهن جي سببان سرمائيدار طبقي وٽ نائي جا ڍڳ جمع ٿيو وڃن. سرمائيدار کي ڦرلٽ جو اهڙو موقعو فقط ملڪيتي نظام ۾ ئي ملي ٿو، جنهن ۾ پيداواري طريقا هڪ فرد جي هٿ ۾ هوندا آهن. تنهنڪري مارڪس جي چوڻ مطابق ان جو علاج فقط هي آهي ته پيداواري وسيلن کي اجتماعي ملڪيت بنائي ڇڏجي. يعني جيڪو پيداوار تيار ڪري سو ئي ان جو مالڪ هجي، ته جيئن سڀ نفعو هن کي ئي ملي ۽ ٻئي

ڪنهن کي نه ملي. "قدرِ زائد" جي نظريي مطابق سرمائيدار ڪارخاني مان جيڪو نفعو وٺي ٿو، سو "قانوني ڌاڙو" آهي. فرسٽ انٽرنيشنل جو ٽيون اجلاس سيپٽمبر ١٨٦٨ع ۾، بروسيلز ۾ ٿيو هو. ان ۾ هڪ ٺهراءُ "مزدور جي ڪمائي مزدور لاءِ" جي عنوان هيٺ بحال ڪيو ويو هو. ان جا لفظ هي هئا:-

"هر اهو سماج جيڪو جمهوري اصولن تي قائم هوندو آهي، سو موڙيءَ جي هر طرح جي استعمال کي ناجائز سمجهي ٿو، اهو استعمال خواهه مسواڙ جي شڪل ۾ هجي، وياج جي شڪل ۾ هجي، محنت جي شڪل ۾ هجي يا ڪنهن ٻئي شڪل ۾ هجي. محنت کي پنهنجو پورو پورو اجورو ملڻ گهرجي، ان بابت هر قسم جا حق ان جي قبضي ۾ ڏي هڻڻ گهرجن."

ساڳئي ڳالهه کي هڪ ٻئي رخ کان به ڏسو. مارڪس انساني سماج ۾ ارتقاء جو نظريو پيش ڪيو آهي. ان جي مطابق هو موجوده حالتن کي مستقبل تائين وٺي ويندي ٽن دورن جو ذڪر ڪري ٿو. سرمائيدار سماج، سوشلسٽ سماج ۽ ڪميونسٽ سماج؛ انهن مان سرمائيدار سماج هن وقت موجود آهي، جنهن کي مارڪس بدترين سماج ڪوٺي ٿو. ۽ ڪميونسٽ سماج هن جو آئيڊيل آهي، جنهن تائين هو انسانيت کي پهچائڻ چاهي ٿو. ۽ سوشلسٽ سماج؛ سرمائيداري کان ڪميونزم ڏانهن هلندڙ ارتقائي سفر جو عبوري دور يا وچون دور آهي. مارڪس جي خيال موجب اهي ٽيئي سماج مختلف معاشي سببن ڪري وجود وٺن ٿا.

ان جي تفصيل هن ريت آهي، نه ماڻهوءَ کي جيئري رهڻ لاءِ تمام گهڻين شين جي ضرورت پوندي آهي. اهي سڀ شيون ڪو به هڪڙو ماڻهو پاڻ تيار نٿو ڪري سگهي. تنهنڪري گهڻا ماڻهو گڏجي اهي شيون تيار ڪندا آهن. هڪڙو

ماڻهو هڪڙو ڪم ڪندو آهي ته ٻيو ماڻهو ٻيو ڪم ۽ ٽيون وري ٽئين قسم جو ڪم ڪندو آهي، تنهن وچي هڪ ٻئي جون ضرورتون پوريون ٿينديون آهن. انهن ماڻهن مان هرهڪ پنهنجي پيداوار جو هڪ حصو ٻئي ماڻهوءَ کي ڏئي، ڪانئس پنهنجي ضرورت جون اهي شيون حاصل ڪندو آهي، جيڪي هو پاڻ ناهي نه سگهندو آهي. انهيءَ ڏي وٺ ۽ وهنوار مان اجتماعي زندگي پيدا ٿيندي آهي، جنهن کي سماج ڪونجي ٿو. مارڪسي نقطهٔ نظر مطابق، سماج نه فقط اجتماعي صورت ۾ هڪ ٻئي سان ڏي وٺ ڪرڻ جو نالو آهي. مارڪسي نظرئي مطابق ڪنهن به سماج بابت اهو معلوم ڪرڻ لاءِ ته هي ترقي جي ڪهڙي منزل تي پهتل آهي، اهو ڏسڻ گهرجي ته اتي ڏي وٺ ڪيئن ٿي ٿئي. ڏي وٺ ٽن طريقن مطابق ٿي سگهندي آهي. ١- شين جي قدر تبادلہ (EXCHNAGE VALUE) مطابق، يا ٢- قدر اصل (INTRINSIC VALUE) مطابق، يا ٣- قدر استعمال (USE VALUE) مطابق. قدر استعمال: ڪنهن به شيءِ جي اها خاصيت آهي، جنهن مان ماڻهوءَ جي ڪا ضرورت پوري ٿئي ٿي. قدر اصل: ڪنهن شيءِ جي اها اصل قيمت آهي، جيڪا انساني محنت سببان ان ۾ پيدا ٿي پوندي آهي. ۽ قدر تبادلہ شيءِ جي اها قيمت آهي، جيڪا طلب ۽ رسد جي اصول تي مقرر ٿي ويندي آهي ۽ اها ڪڏهن گهٽ ته ڪڏهن وڌ هوندي آهي. جنهن سماج ۾ جنسن جي متاسٽا، قدر استعمال جي نقطهٔ نظر کان ٿيندي، ته ان سماج کي ڪميونسٽ سماج چئبو. جنهن سماج ۾ جنسن جو ڪاروبار قدر اصل جي نقطهٔ نظر مطابق ٿيندو، سو سوشلسٽ سماج سڏبو ۽ جنهن سماج ۾ جنسن جي ڏي وٺ، قدر تبادلہ جي نقطهٔ نظر موجب ٿيندي، ته ان سماج کي سرمائيدار چئبو، جيئن اسانجو موجوده سماج آهي. انهن ٽنهي قسمن جي سماجن جي وڌيڪ تشريح هن ريت به ڪري سگهجي ٿي ته جنهن

سماج ۾ شين جي ڏي وٺ نفعي حاصل ڪرڻ جي خيال سان ٿئي ته اهو سرمائيدار سماج آهي. جنهن سماج ۾ ڪو ماڻهو ڪنهن ماڻهوءَ ۾ نفعي جي طلب نه رکي ۽ هر شخص کي سندس محنت مطابق معاوضو ملي سگهي ته اهو سوشلسٽ سماج آهي. ۽ جنهن معاشري ۾ اهي ٻئي ڳالهيون نه هجن يعني جتي نه ته ڪو اهڙو ماڻهو هجي جيڪو ٻين کان نفعو حاصل ڪرڻ چاهي ۽ نه اها ڳالهه ضروري هجي ته ڪم ڪرڻ کان سواءِ ماڻهوءَ کي ڪجهه به نه ملي سگهي. پر هرهڪ ماڻهوءَ کي سندس ضرورت جون شيون، مرضي مطابق، بنا روڪ ٽوڪ جي ملي وڃن، جيئن هوا ۽ پاڻي ملن ٿا؛ ته اهڙو سماج ڪميونسٽ سماج آهي. مارڪس جي عقيدي مطابق اهو سماج انساني سماجي ارتقاءَ جي سڀ کان بلند منزل آهي. اهو هڪ اهڙو سماجي نظام هوندو جنهن ۾ جنسن جي فقط قدرِ استعمال ڏسبي ۽ انهيءَ نقطهءِ نظر مطابق ماڻهو مختلف جنسن جي هڪٻئي سان مٽاسٽا ڪندا. يعني پاڻ ۾ ڏي وٺ ڪرڻ وقت اهو نه ڏسبو ته، ڪنهن ماڻهوءَ ڪيتري محنت خرچ ڪئي آهي ۽ هن کي ڪيترو معاوضو ملڻ گهرجي. پر سموري ڏي وٺ فقط ضرورت کي نظر ۾ رکي ڪئي ويندي ۽ نه نفعي يا معاوضي خاطر.

”جيڪڏهن ڪنهن سماج ۾ جنسن بابت فقط قدرِ استعمال جو ئي خيال رکيو وڃي، ته اتي جنسن جي قدرِ اصل ۽ مٽاسٽا جي نسبت جو سوال ئي پيدا نه ٿيندو. اهڙي سماج ۾ انسان ٻن ٻارن وانگر هڪٻئي سان مٽاسٽا ڪندا جيڪڏهن هڪ وٽ هڪ نارنگي آهي ۽ ٻئي وٽ هڪ رانديڪو آهي ۽ ٻئي هڪ ٻئي کان شيون وٺڻ چاهيندا آهن اهي هڪ ٻئي سان مٽاسٽا هن طرح ڪندا آهن. ٻارن جي نظر نارنگي ۽ رانديڪي جي قدرِ استعمال تي هوندي آهي. جيڪڏهن ٻارن جي نظر قدرِ اصل يا قدرِ تبادله

تي هجي ها، ته پوءِ جنهن ٻار وٽ رانديڪو هو، سو
ٻئي کان گهُر ڪري ها ته، چار ٻرن نارنگيون ڏيئي
تہ پوءِ رانديڪو ڏيانءِ. جنهن سماج ۾ سڀني کي
قدر استعمال جي نظر سان ڏٺو ويندو، تنهن سماج ۾
شين جي مٽاسٽا ائين ٿيندي، جيئن انهن ٻارن ڪئي.
ٻارن ۽ ڪميونسٽ سماج ۾ شين جي مٽاسٽا ڪرڻ
وقت فرق رکيو، اهو هوندو، ته ٻارڙن اها ڏي وٺ
غير شعوري طرح ڪئي، پر ڪميونسٽ سماج ۾
هڪ خاص اقتصادي، سياسي ۽ اخلاقي ماحول ۾،
پوري شعور سان اها مٽاسٽا ٿيندي."

مارڪسزم جي آخري منزل يعني ڪميونسٽ سماج بابت،
اشتراڪي دوست اڄا اها دعوىٰ نٿا ڪن ته، اهي ان منزل
تي پهچي چڪا آهن. ۽ نه ڪي هوش حواس جي سلامتي
هوندي، ڪوبہ ڪميونسٽ ائين چئي سگهي ٿو. في الحال انهن
صاحبن جي فقط اها دعوىٰ آهي تہ انهن انساني سماج کي
سوشلزم تائين پهچائي ڇڏيو آهي. يعني موجوده اشتراڪي ملڪن
۾ هر شخص کي سندس ضرورت مطابق ته شيون ميسر ڪونہ
ڪيون ويون آهن، پر انسان هٿان انسان جو استحصال ختم
ڪري ڇڏيو ويو آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪئي چئجي ته
سرمائيدار ملڪن جي ڀيٽ ۾ اشتراڪي ملڪن اندر خوشحالي
جو سبب آهي ته هڪڙي هنڌ انسان کي سندس محنت جو
پورو عيوض ڪونہ ٿو ملي ۽ ٻئي هنڌ انسان کي سندس اجورو
پوري طرح ملي ٿو. سرمائيدار ملڪن ۾ ماڻهو محنت سان
جيڪي ڪمائين ٿا، تنهن مان گهڻو حصو سرمائيدار ڪڍيو
وڃن، اهڙي طرح خود محنت ڪندڙن وٽ پنهنجون ضرورتون
پوريون ڪرڻ لاءِ ٿوري رقم وڃي بچندي آهي. ان جي ابتڙ
سوشلسٽ ملڪن ۾ اهو ڪوهہ پٽ وارو عمل ختم ٿي ويو آهي
۽ انسان کي سندس محنت جو پورو پورو اجورو ملي وڃي ٿو.

ان اصول مطابق، اسان کي هڪ اهڙي واضح ڪسوٽي ملي وڃي ٿي، جنهن مطابق اسين جاچ وٺي ڏسنداسون تہ ڪميونسٽ ملڪن ۾ حقيقت ۾ بہ خوشحالي پيدا ٿي آهي يا نہ. اشتراڪي ملڪن ۾ جيڪا ڳالهہ حقيقت ۾ ٿي آهي، سا فقط هيءَ تہ پيداواري وسيلا يا ملڪيتون ماڻهن جي بدران حڪومتن جي هٿن ۾ هليون ويون آهن. پر انسان هٿان انسان جو استحصال ختم ٿيڻ جو مطلب اهو تہ هرگز نہ آهي، تہ زمينون ۽ ڪارخانا سندن اصل مالڪن جي بدران، "سماجي ملڪيت" جي ٺيڪيدارن جي قبضي ۾ هليا وڃن. بلڪ ان جي معنيٰ هي آهي، تہ مارڪسي تشريح مطابق، هر شخص کي پنهنجي محنت مطابق پورو اجر ملي سگهي ۽ سندس محنت جي ڪمائي ۾ ڪو ٻيو شريڪ نہ هجي. اسين مٿي ٻڌائي آيا آهيون، تہ مارڪسي نظرئي مطابق ڪنهن بہ پيداواري نظام ۾ شين تي جيڪو بہ نفعو هوندو آهي، سو سمورو انهن ماڻهن جي محنتن جو نتيجو هوندو آهي جيڪي ماڻهو اهي شيون تيار ڪندا آهن يعني مزدور. تنهنڪري پيداوار جو سمورو نفعو مزدورن کي ملڻ گهرجي. هو چوي ٿو، تہ ڪنهن بہ شئي جي تياري ۾ جنهن هٿ ڪم ڪيو آهي ۽ ان شيءِ ۾ قيمت جي خاصيت پيدا ڪئي آهي، سو ئي پوري فائدي جو حقدار آهي. نفعي جي اهڙي ورڇ، جنهن ۾ ڪن اهڙن ماڻهن کي ڀاڱي ڀائيوار ڪجي ٿو، جن ان جي تياري ۾ ڪنهن بہ طرح ڪو بہ حصو نہ ورتو آهي ۽ پري ويهي فقط اگهاڻ تي پيا ڏسندا آهن، اها ورڇ گويا هڪ ڦُرلٽ آهي، جنهن کي انهن لاءِ قانون جائز ڪري ڏئي ٿو. ڪارخاني جو مالڪ جيڪو رڳو پنهنجي موڙي ۽ انتظام جي ڪري نفعي ۾ حصيدار بڻجي ٿو، سو حصيدار نہ پر هڪ ڌاڙيل آهي، جيڪو مزدورن جي پورهئي ۽ محنت سان ڪمايل رقم کي غصب ڪري ٿو. انهيءَ نقطہ نظر مطابق سوشلسٽ سماج جي معنيٰ اها ٿي تہ، زمين ۽ ڪارخاني جي سموري پيداوار،

فقط انهن ماڻهن جي ملڪيت هئڻ گهرجي جيڪي "محنت" ڪري ان کي پيدا ڪن ٿا. ان جو سارو نفعو انهن کي ئي ڏيڻ گهرجي. ان ۾ ڪنهن ٻئي جو حصو نه هئڻ گهرجي. پر ڇا اهو ممڪن آهي؟ ۽ ڇا ڪنهن اشتراڪي ملڪ ۾ ان تي عمل ٿي رهيو آهي؟ ڳالهه پڌري پئي آهي، ته ڪوبه ڪارخانو فقط مزدورن جي ذريعي نٿو هلائي سگهجي. ان لاءِ لازمي طور منتظمن جي ضرورت پوندي آهي. ملڪيتي نظام ۾ اها خدمت ذاتي مالڪ يا اشتراڪي اصطلاح ۾ سرمائيدار طبقو سرانجام ڏيندو آهي. ۽ اشتراڪي نظام ۾ اها خدمت سڌو سنئون حڪومت سرانجام ڏيندي آهي. ٻئي صورت ۾ حڪومت جا خرچ ۽ انتظامي عهديدارن کي پگهارون آخر ڪٿان ڏنيون وينديون؟ پر جيڪڏهن ڪارخاني جي آمدني مان پگهارون ڏجن ٿيون، ته پوءِ ان جي معنيٰ اها ٿي ته اڳوڻي ڦرلٽ هڪ نئين شڪل ۾ وري واپس آئي آهي. سرمائيدار ته مزدورن جي اجورتي ۾ گهٽتائي ڪري، ڪا رقم بچائي ٿو ۽ نفعي جو نالو ڏيئي ان تي قبضو ڪري وٺي ٿو. توهان به ته ساڳئي طرح ڪارخاني جي آمدني مان ڪا رقم بچائي حڪومت کي ڏيو ٿا، ته جيئن حڪومت جا خرچ پڪا پورا ٿي سگهن. پوءِ پلا ٻنهي ۾ فرق ڪهڙو ٿيو؟ ڇا اهو عمل، هڪ ڦرلٽ کي ختم ڪري، ٻئي ڦرلٽ قائم ڪرڻ نه آهي؟ ڇا انهيءَ ڦرلٽ کي برقرار رکندي خوشحالي جو وجود ممڪن آهي؟

اشتراڪي ملڪن ۾ هڪ نئين قسم جي ڦرلٽ پوري زور شور سان جاري آهي. آئون هتي ڙيرڙنسڪي جي ڪارخاني جو مثال ڏيان ٿو، جيڪو سوويٽ يونين ۾ ڪپڙي جي صنعت جي مرڪزي شهر اوانووهه (IVANOVO) ۾ آهي. هي ڪارخانو سٺ ڪتن جو سڀ کان وڏو ڪارخانو سمجهيو وڃي ٿو. هن ڪارخاني ۾ ۾ ١٩٥٠ع جي انگن اکرن مطابق مزدورن جو اجورو ۽ ٻيا خرچ ادا ڪرڻ کانپوءِ، نفعي طور جيڪا رقم

حاصل ٿي، سا چار ڪروڙ روبل هئي. ان مان ڪجهه رقم ڪي ڊائريڪٽر فنڊ وغيره ۾ ڏني وئي ۽ باقي ٿي ڪروڙ روبل حڪومت جي خزاني ۾ جمع ڪرايا ويا هئا. يعني نفعي جو ٩٠ سيڪڙو حصو.(١) ڇا اهو بلڪل ساڳيو سرمائيداري نظام ۾ "قدر زائد" وارو نمونو نه آهي؟، جيڪو اشتراڪي ملڪن ۾ نئين قسم جا سرمائيدار وصول ڪري رهيا آهن؟ سرمائيداري نظام بابت اشتراڪي دوستن ۽ بزرگن جي هيءَ فتوىٰ آهي، ته "مزدور جي اها مزدوري جا ڪائنس زوري کسي وڃي ٿي، سا نفعو سڏجي ٿي." جڏهن ڳالهه اهائي آهي، ته پوءِ اشتراڪي نظام ۾ به مزدورن جي پيداوار مان جيڪو نفعو حاصل ڪجي ٿو، سو به ته آخر مزدورن جي غصب ڪيل اجرت ئي ته آهي؟ سوويٽ روس جي مرڪزي بجيٽ جو پنجاسي سيڪڙو حصو انهن سرڪاري ڪارخانن ۽ معاشي تنظيمن وٽان اچي ٿو. ١٩٤٧ع جي بجيٽ ۾ نفعي جي رقم هڪ کرب، چاونجاه ارب، نوي ڪروڙ روبل ڄڻائي وئي آهي. اُتون حڪومتن لاءِ اهڙي آمدني کي معاشي لحاظ کان بلڪل صحيح سمجهان ٿو. حقيقت ۾ ان ڪانسواءِ ڪوبه نظام هلائي ڪونه ٿو سگهجي. پر "قدر زائد" جي نظريي مطابق ته اها بلڪل ساڳئي ڦُرلُٽ جي هڪ بدليل شڪل آهي، جيڪا سيني سرمائيدار ملڪن ۾ جاري آهي. اها صورتحال مارڪسي نظريي موجب هڪ استحصالي نظام کي هٿائي، ان جي جاءِ تي پيو استحصالي نظام قائم ڪرڻ نه آهي، ته پيو ڇا آهي؟ ۽ وري جڏهن اشتراڪي ملڪن ۾ به محنت جي ڦُرلُٽ، جو بلڪل ساڳيو عمل جاري آهي، جيڪو سرمائيدار ملڪن ۾ آهي، ته پوءِ آخر اها معاشي خوشحالي آئي ڪٿا آهي؟ ڇا ڪميونسٽ دوست، ان جي ڪا نظرياتي توجيه پيش ڪري سگهن ٿا؟

---

(١) سوويٽ لينڊ- ١٥ جنوري ١٩٥٧ع

متي جيڪي حقيقتون مون درج ڪيون آهن، تن جي روشنيءَ ۾ ڏسجي ٿو، ته معلوم ٿئي ٿو، ته اشتراڪيت، معاشي لحاظ کان، مغربي سرمائيداري نظام جي ڪاربن ڪاپي ڏي آهي. فقط نالو بدلايو ويو آهي. هيڏي ساري مارڌاڙ ڪانپوءِ به، اهي اَن پيداواري نظام کان تر جيترو به هٽي نه سگهيا آهن، جيڪو سرمائيدار ملڪن ۾ اڳيئي هلندڙ آهي.

اهو چيو وڃي ٿو، ته روس ۾ ڪارخانن وغيره مان جيڪو به نفعو ملي ٿو، سو ڪنهن سرمائيدار جي کيسي ۾ نه ڪونه ٿو وڃي، اهو حڪومت کي ملي ٿو، جتان باقاعده هڪ منصوبي تحت، مختلف اجتماعي مقصدن لاءِ خرچ ڪيو وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو سرڪاري ادارن وٽان جيڪا معلومات اسان کي ملي آهي، تنهن مطابق سوويٽ روس ۾ ڪارخانن مان حاصل ڪيل نفعي جي ورهاست جو اصول هن طرح آهي: ته ٥٠ سيڪڙو سرڪاري خزاني ۾ داخل ڪيو وڃي ٿو، ١٠ سيڪڙو مزدورن ۽ ڪاريگرن جي آرام ۽ آسائش تي خرچ ڪيو وڃي ٿو، ۽ ٤٠ سيڪڙو ڪارخانن جي واڌاري ۽ سڌاري تي خرچ ڪيو وڃي ٿو. منهنجو عرض به نه اهوئي آهي، ته بلڪل انهيءَ طرح خود سرمائيدار ملڪن ۾ انتظام ڪيل آهي. انهن ملڪن ۾ به سرمائيدار پنهنجن ڪارخانن مان جيڪو نفعو حاصل ڪن ٿا، سو سمورو پاڻ هڙپ نٿا ڪري وڃن. پر ان جو چڱو خاصو وڏو حصو ــــ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ۹۹ سيڪڙو حصو ــــ ٽيڪسن ۾ حڪومت جي حوالي ڪن ٿا. ڪجهه رقم ڪارخانن جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ استعمال ڪن ٿا ۽ ان کان پوءِ جيڪا رقم بچي ٿي سا مزدورن جي علاج، سٺن ڪوارٽرن جي تعمير، روشني، پاڻي، تعليم ۽ تفريح وغيره مهيا ڪرڻ جي انتظام تي خرچ ڪن ٿا. ۽ خود حڪومت به اوڳاڙيل ٽيڪسن مان ڪجهه حصو مزدورن جي آرام ۽ آسائشن لاءِ خرچ ڪري ٿي. ۽ آخر ۾ سرمائيدار

معمولي رقم پنهنجي ذاتي خرچ پکي لاءِ رکن ٿا. جيئن اشتراڪي ملڪن ۾ ڪارخانن سان لاڳو رکندڙ وزيرن ۽ عهديدارن کي سندن ذاتي خرچن لاءِ ڪارخانن جي نفعي مان پگهارون ڏنيون وڃن ٿيون، تيئن ملڪيتي نظام ۾ به سرمائيدار پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ ڪارخانن جي نفعي مان هڪ حصو ڪڍي وٺن ٿا. پوءِ پيلا، ٻنهي نظامن ۾ فرق ڇا جو ٿيو؟ جڏهن حالتون ٻنهي هنڌ ساڳيون آهن، تہ پوءِ نتيجا آخر ڌار ڌار ڪيئن ٿيندا؟ مارڪس "قدر زائد" جي وسيلي، غريبيءَ ۽ اميريءَ جي اسرڻ جي جيڪا نظرياتي توجيهه پيش ڪئي هئي، تنهن کي جيڪڏهن صحيح مڃجي ٿو، تہ پوءِ روس ۾ ساڳيون معاشي حالتون هئڻ گهرجن، جيڪي ٻين سرمائيدارن ملڪن ۾ موجود آهن. ڇو تہ روس ۾ بہ تہ ساڳئي طرح پورهيت طبقي کان "قدر زائد" وصول ڪيو وڃي ٿو، جيئن سرمائيدار ملڪن ۾ وصول ڪجي ٿو. مارڪس "قدر زائد" جي نظرئي جي وسيلي ثابت ڪري ڏيکاريو هو تہ سرمائيداري نظام ۾ غربت ۽ افلاس جو پيدا ٿيڻ لازمي امر آهي. هاڻي جيڪڏهن انهيءَ نظرئي کي صحيح مڃجي ٿو، تہ روس ۾ بہ نظرياتي لحاظ کان خوشحالي کي ثابت نٿو ڪري سگهجي. پر جيڪڏهن حقيقت ۾ روس اندر معاشي خوشحالي آهي، تہ پوءِ لازمي طور تي مارڪس جو "قدر زائد" وارو نظريو غلط سمجهڻو پوندو. ٻين لفظن ۾ اهو مڃڻو پوندو تہ، پيداوار ۽ ورڇ جي سرمائيداري طريقن وسيلي بہ خوشحال معاشي نظام وجود ۾ اچي ٿو، يعني اهو نظام جيڪو غير اشتراڪي ملڪن ۾ قائم آهي. روس اڄ سوڌو جيڪو ڪجهہ حاصل ڪري سگهيو آهي، سو روسي دستور جي قلم ١٢ ۾ هن طرح ظاهر ڪيو ويو آهي:-

"سوويت يونين ۾ هر شهري لاءِ، جيڪو ڪوبہ ڪم ڪري سگهي ٿو؛ ڪم ڪرڻ هڪ ڊيوٽي آهي ۽ عزت جي ڳالهہ آهي. ان اصول موجب جيڪو

شخص ڪم نٿو ڪري سو کاڌو به نه کائي. سوويٽ يونين ۾ سوشلزم جو اصول رائج آهي، يعني هر شخص کان سندس قابليت مطابق ڪم ورتو ويندو ۽ ڪيس سندس ڪم مطابق معاوضو ڏنو ويندو.*

ان حاصل ڪيل اصول کي، حاصل ڪرڻ جي طريقن واري بحث سان ملائي ڏسو، جنهن جو تفصيلي ذڪر هيٺ اسين مٿي ڪري آيا آهيون؛ ۽ پوءِ فيصلو ڪريو ته ان نظام، ۽ موجوده سرمائيداري نظام ۾ ڪيترو نه ڪو تفاوت آهي.

*- سرمائيداري نظام ۾ ماڻهو، ان وقت ٿي ڪنهن معاوضي جو حقدار ٿئي ٿو جڏهن، هو ڪم ڪري ٿو. ڪم نه ڪرڻ جي حالت ۾ هن کي ڪجهه به نه ملندو آهي. بلڪل اهائي صورتحال مزدورن جي جنت ۾ به آهي.

*- سرمائيداري نظام ۾ ماڻهو پنهنجي قابليت جي مطابق معاوضي جو حقدار بنجي ٿو. معمولي ڪارڪن کي معمولي اجورو ڏنو وڃي ٿو ۽ اعليٰ صلاحيت رکندڙ ڪارڪن کي وڏيڪ اجورو ۽ آسانيون ڏنيون وڃن ٿيون. ساڳئي صورتحال مزدورن جي جنت ۾ به آهي.

*- سرمائيداري نظام ۾، ڪنهن به ڪارخاني جي سموري آمدني فقط ڪارڪنن کي ڪانه ٿي ڏجي، پر نفعي جي نالي هيٺ هڪ وڏي رقم مالڪ ۽ منتظم پاڻ وصول ڪن ٿا. ساڳئي صورتحال مزدورن جي جنت ۾ به آهي. فرق سو اهترو آهي، ته سرمائيداري نظام ۾ اهو نفعو ذاتي مالڪ وصول ڪن ٿا ۽ اشتراڪي نظام ۾ حڪومت جا عملدار-.

ته پوءِ اشتراڪي نظام ۽ سرمائيداري نظام ۾ فرق ڇاجو ٿيو؟ جڏهن اشتراڪي ملڪن ۾ به مزدور کي سندن مزدوري پوري نٿي ڏني وڃي، پر سندن محنت جي ڪمائي مان هڪ حصو "نفعي" جي نالي هيٺ لڳاتار وصول ڪيو پيو وڃي، جيئن

سرمائيدار ملڪن ۾ وصول ٿيو وڃي ٿو، ته پوءِ اها خوشحالي آخر آئي ڪٿان آهي؟ جيڪي حالتون سرمائيدار ملڪن ۾ غريبي ۽ افلاس پيدا ڪن ٿيون ۽ طبقاتي ويڇن جو سبب بڻجن ٿيون، بلڪل ساڳيون حالتون اشتراڪي ملڪن ۾ خوشحالي ۽ غير طبقاتي ماحول جو سبب آخر ڪيئن بڻجي وڃن ٿيون؟

حقيقت هن ريت آهي ته "ڪميونزم جو اعليٰ" ماحول ته ڇڏي ٿيو، اشتراڪي ملڪن ته اڃا "سوشلزم" جي منزل به ڪانه لنگهي آهي. اهي اڃا تائين سرمائيداري جي ڪُن ۾ پيا ٻڏن ٽُٻن.



# جديد علم جو چيلنج

## سنڌيڪار: سراج الدّين پنهور

- سائنس ۽ ڪليسا جي اختلاف جي ڪهاڻي.
- مذهب ۽ سائنس جي درميان مفاهمت لاءِ سائنسدانن جو زور.
- آخرت جي برپا ٿيڻ تي سائنسدانن جا دليل.
- وحي ذريعي خدائي علم ۽ پيغام حاصل ڪرڻ واري نظريي تي عقلي ۽ سائنسي نقطه نگاهه سان بحث.
- ڪائنات جي نظام ۽ اُن جي خلقيندڙ هستيءَ تي سائنسي، علمي ۽ استدلالي انداز بحث.
- موت کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ ٿيل ڪوششن جو تفصيلي جائزو.
- روح جي فلسفي تي جديد اسلوب ۽ جديد علوم جي روشنيءَ ۾ بحث.
- قرآن شريف جي انهن پيشن گوين جو ذڪر جيڪي وقت ۽ حالات جي ڪسوٽيءَ تي ثابت ٿيون.

# قوميت، هڪ تجزيو، هڪ مطالعو

## مرتب ۽ مترجم : عبدالقدير ڪاجون

- لساني، نسلي ۽ علائقائي قوميت جي تصور شروع کان هيئنر تائين ارتقاء جون ڪهڙيون صورتون اختيار ڪيون؟
- قوميت جي جذبي جي وڌڻ جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟
- انسان جي پيش ڪيل مختلف نظرين ۾ قوميت جي تصور کي ڪهڙي اهميت ڏني وئي آهي؟
- اسلام جي نظر ۾ قوميت جون حدون ڪهڙيون آهن؟
- قوميت انسان ذات کي ڪيتري قدر فائدو يا نقصان رسايو آهي؟
- جديد دور جي نئين ۽ ذيلي قومين کي ڪيئن مطمئن ڪري سگهجي ٿو؟
- انسان ذات کي عمومًا ۽ عالم اسلام کي خصوصًا قوميت جا ڪهڙا ڏنو آهي؟

اجوڪي دور جي هنن اهم ۽ فيصلہ ڪن سوالن کي سمجهڻ لاءِ قوميت جي مثبت ۽ منفي پهلوئن، تاريخي تجزيي ۽ قومي نظريي تي جامع بحث ڪيو ويو آهي. نوجوانن جي مطالعي ۽ ذهني غذا لاءِ هن ڪتاب جو مطالعو بيحد مفيد ثابت ٿيندو. ڪتاب ۾ هندو اڪ جي ناميارن دانشورن، سياڻن ۽ محققن جا نهايت ئي قيمتي ۽ فاضلانه مقالا شامل ڪيا ويا آهن. اهڙا مضمون جن جي هر هڪ سٽ ۾ علم ودانش، فهم وفڪر جا اهڃاڻ رهيا آهن.

سنڌ نيشنل اڪيڊمي پوسٽ باڪس ۲۵۸ حيدرآباد

# تعارف

هن ڪتاب جو مصنف وحيد الدين خان، هندوستان جو هڪ مڃيل دانشور ۽ فلسفي مصنف آهي. جديد علم و سائنس ۽ موجوده دور جي نظرين تي سندس ڏهن کن ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. هن وقت ساري عالم اسلام ۾ شايد ٿي ڪو بيو مصنف هجي جنهن جي مغربي لٽريچر تي ايڏي گهري نظر هجي جيڪا وحيد الدين خان جي آهي.

هن ڪتاب جو ترجمو عبدالهادي ٿيٻي صاحب ڪيو آهي. هي سنڌ جو هڪ اڀرندڙ نوجوان اديب آهي. هن ڪجهه عرصو اڳ محمد قطب جي مشهور ڪتاب شبهات حول الاسلام (اسلام بابت غلط فهميون) جو سليس سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي. تنهن کان سواءِ هڪ ننڍي ڪتاب "خدا جو اقرار" جو پڻ مصنف آهي. عبدالهادي ٿيٻي ۾ تصنيف جي صلاحيت سان گڏوگڏ اردو مان سنڌي ۾ ترجمي ڪرڻ جو هڪ خاص ڏانءُ آهي. ڪنهن ٻه زبان جو اهڙو ترجمو ڪرڻ جنهن سان اصل ڪتاب جو مفهوم ۽ مطلب پوري طرح واضح ٿي وڃي هڪ وڏو فن آهي. عبدالهادي ٿيٻي کي الله تعالیٰ ان خوبيءَ سان نوازيو آهي. هن ڪتاب جي مطالعي مان هر پڙهندڙ دوست پروڙي سگهندو ته عبدالهادي ٿيٻي ڪميونزم تي لکيل هن خالص فلسفياڻي ڪتاب کي ڪيئن نه سلوڻي سنڌي جي قالب ۾ ٻلٽايو آهي. اهڙي طرح مصنف جي اصل ڳالهه ٻنا رنڊ ڪ سمجهه ۾ اچي وڃي ٿي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو عبدالهادي ٿيٻي، اهڙي قسم جي ٻين بهترين ڪتابن جي ترجمي لاءِ وڌيڪ وقت ڪڍي سگهي، ته جيئن سنڌي زبان، ٻين زبانن جي علمي ۽ تحقيقي مواد مان خاطر خواه لاڀ پرائي سگهي.

ناگوارا آهن اهي انسان جيڪي پيٽ جي مسئلن مان ڪجهه وقت ڪڍي قوم جي ذهني ارتقاء لاءِ ٻاڻ پتوڙيندا رهن ٿا. مون کي نظر اچي ٿو ته عبدالهادي صاحب هن ڪتاب جي ترجمي کان پوءِ ماٺ ڪري نه ويهندو. انشاءَ الله هو آئنده به اهڙا عمدا ڪتاب ترجمو ڪري سنڌي زبان کي علمي لحاظ کان مٿيرو ڪرڻ ۾ پنهنجو حصو ادا ڪندو رهندو.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جِئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)